وَلقد انزلنا اليک آيات بينات وما يکفر بها الا الفاسقون

ترجمو: (اي نبي) بيشڪ اسان نازل ڪيون آهن. تنهنجي طرف ڪليل آيتون ۽ انهن جو ڪوبہ انڪار نہ ڪري سگهندو سواءِ بڇڙن ماڻهن جي

# آيات بينات

عزيز الله ٻوهيو

چپائيندڙ: حيدر جويو

سيڪريٽري، سنڌ ساگر اڪيڊمي ڏوڪري

ڪتاب جو نالو: آيات بينات
ليکڪ: عزيز الله ٻوهيو
ڇاپو: پھريون 2000ع
تعداد: هڪ هزار
پبلشر: حيدر جويو
قيمت: =/50 رپيا

AAYAT BAYYENAT, by: Aziz Allah Bohyo,
First Eddition 2000. Price Rs. 50/=

# ڀيٽا

مسلمانن جي زوال تي رت جا ڳوڙها هاريندڙ ۽ پنهنجي سيني ۾ وڏي دردمند دل رکندڙ؛ توڙي جو مون کي ان سان سياسي اختلاف آهي، تڏهن به هي پنهنجي ننڍڙي ڪاوش ان عظيم شخصيت

**سر سيد احمد خان**

کي ارپيان ٿو.

**- عزيز الله ٻوهيو**

# سٽاءُ


- مون هي ڪتاب ڇو لکيو؟ 5

١. جمع القرآن 13

٢. قرآن واري عبادت 21

٣. قرآن وارو حج 27

۴. اقيموا الصلوة وآتوا الزکوة 50

۵. قرآن واري نماز 76

٦. حيات عيسيٰ عليہ السلام ۽ مهدي بابت عقيدو 82

٧. تصوير ۽ فوٽوگرافي 91

٨.سيڪيولرازم 100

٩. دين ۾ زور زبردستي ناهي 111

١٠. انسانن جا بنيادي حق 116

١١. شيعا سني فسادن پويان ڪاروباري غرض لڪل آهن 123

١٢. ڪنهن جي شادي ڪنهن سان ٿيڻ گهرجي 129

١٣. عورتن کي آزادي ڏياريندڙ آيت جي غلط تفسير جي درستي 136

١۴. طلاق 139

١۵. قرآن جو معاشي نظام 142

١٦. پيري مريدي 148


## مون هي ڪتاب ڇو لکيو؟

الحمد لله وحده والصلوة والسلام علي من لانبي بعده اما بعد فاعوذ بالله من الشيطان الرجيم بسم الله الرحمان الرحيم وقال الرسول يا رب ان قومي اتخذوا هذا القرآن مهجوراO يعني ان ڏينهن رسول چوندو تہ اي رب منهنجي قوم هن قرآن کي جدا ڪري ڦٽو ڪري ڇڏيو هو.

گذريل سال عيسائي مذهب جي ڪيٿولڪ فرقي جو سربراھ چرچ ۽ ڪليسا جو پوپ پال هندستان جي دوري تي آيو هو، اتي هڪ ميڙ ۾ ان اعلان ڪيو، اڳڪٿي ڪئي، چيائين تہ عيسائيت پهرئين هزار سال ۾ يورپ تي ڇانئجي ويئي ۽ انهن جو مذهب عيسائيت بنجي ويو، وري ٻئي هزار سال ۾ آفريقا وارن جو گهڻائيءَ وارو مذهب عيسائيت بنجي ويو، هن وقت آفريقا تي بہ عيسائيت ڇانيل آهي، هاڻ ايندڙ ٽئين ملينيم يعني هزار سالن ۾ عيسائيت ايشيا جي مٿان حاوي ۽ قابض بڻائينداسون. يعني اهو هدف ضرور پورو ڪرڻو آهي ۽ ٿيندو. ڇاڪاڻ گهرجي تہ عيسائي دنيا جي قومن ۽ ملڪن ۾ سياست ۽ مذهب کي جدا ڪيو ويو آهي، يعني عيسائيت جا پادري راهب مذهبي اڳواڻ سياسي معاملن ۾ ڪوبہ دخل نہ ڏيندا. حڪمرانن طرفان انهن کي هي حڪم آهي تہ اوهان صرف مذهب جي خدمت ڪريو. انهيءَ لاءِ خدمت خلق جا شعبا سنڀاليو، اسپتالون ۽ اسڪول قائم ڪريو، اتي بيمارن کي علاج سان گڏ عيسائيت جي دعوت بہ ڏيو ۽ اسڪولن ۾ بہ ٻارن کي عيسائيت جي تعليم ڏيو، ۽ عام ماڻهن کي بہ سياست کان سواءِ هر طرح سان عيسائي بڻايو. عيسائي حڪومتون اوهان جون هر طرح سان مدد ڪنديون. مسلمانن ۾ بہ بغير ڪنهن رڪاوٽ ۽ پابندي ۽ باقائدي معاهدي ۽ اعلان جي ائين پيو هلي، جو عيسائين وانگر تبليغي جماعت رائيونڊ وارا هجن يا ڪي ٻين فرقن وارا، جن جي سڃاڻ انهن جي پڳن، عمامن جي رنگن مان ڪرائي ويندي آهي، يا صوفي سڏائيندڙ، درگاهن ۽ خانقاهن

هلائڻ وارا پير ۽ سجاده نشين، اهي به ماڻهن کي اها تعليم ڏين ٿا ته
سياست دنياداري جا معاملا، اهي وڃي دنيا جا ماڻهو ڪن. يعني لچ لوفر
ڪريل ماڻهو، جن جو قبر قيامت الله رسول سان واسطو ئي نه هجي. اهي
وڃي سياست جا ڪم سنڀالين. باقي هنن جي درگاهي ڪورسن ۽ تبليغي
چلن وارا قبر قيامت جي تياري ڪن. هنن پنهنجي واعظن جي تبليغي
نصاب ۾ دنيا کان نفرت ڏيارڻ جون ڳالهيون لکيون آهن ۽ چون ٿا ته
الدنيا جيفة وطالبها ڪلاب دنيا ڍونڍ آهي ۽ ان جا طلبگار ڪتا آهن.
جھڙوڪر انهيءَ جو نتيجو وڃي هي ٿو نڪري ته ڪتن جهڙا ماڻهو
وڃي ماڻهن جي قيادت ۽ سياسي اڳواڻي ڪن، حڪومتون هلائين. باقي
ڀيا رائيونڊ ۽ درگاهن جي دين تي هلن. سعودي حڪومت ۾ جيڪو
اسلامي معاشرو ۽ قانون هلايو پيو وڃي ان ۾ به هڪ قسم جي اهڙي
مشابهت ۽ مماثلت آهي جو سياسي معاملا صرف شاهي خاندان جي
حوالي آهن، باقي عالم سڳورا ماڻهن کي رڳو ڏنڊڻ ڪرڻ جا ثواب
ڳڻائين ۽ طهارت وضو ۽ غسل جا مستحب ڳڻائين، ۽ ڏينهن رات جي
عبادتن جا فرض واجب سنتون ۽ نفل ياد ڪرائين. اها ڳالهه آئون هن
بنياد تي عرض ڪري رهيو آهيان جو حرمين الشريفين ۾ حاجين ۾
جيڪو لٽريچر ورهايو پئي ويو، اهو سمورو اهڙي قسم جو هو ۽ عالمن
جا واعظ به اهڙي قسم جا هئا. مون کي ياد آهي ته مون مڪي شريف
۾ مغرب جي نماز مسجد العمره ۾ پڙهي اتفاق سان جماعت وارا به
گھڻائي ۾ ڪي حنفي هئا الائي ڇا جو الحمد جي پڇاڙيءَ مهل ڪنهن به
ڏاڍيان آمين ڪونه چيو، سو امام صاحب نماز پوري ڪندي واعظ ۾
شروع ٿي ويو ۽ آمين ڏاڍيان نه چوڻ تي اسان سڀن کي مشرڪ ۽ بجڙو
قرار ڏنائين. بس رڳو لنيون اسان کي ڪونه هنيائين. باقي چڻ ته دين
ڌرم مان صفا ٻاهر ڪڍي ڇڏيائين. انهيءَ تي مون کي امام الهند مولانا
ابوالڪلام آزاد جي ڳالهه ياد آئي جيڪا پروفيسر سرور صاحب پنهنجي
ڪتاب افادات و ملفوظات ۾ لکي آهي ته مولانا ڪنهن اهل حديثن جي
مسجد ۾ جمعي جي تقرير ڪرڻ ويندا هئا ۽ اڳتي هلي ان طرف وڃڻ
بند ڪيائون ته ڪنهن شخص مولانا کان پڇيو ته اوهان اڄڪلهه اهل



حديثن واري مسجد ۾ جمعو پڙهائڻ ڪونه ٿا وڃو، ته آزاد صاحب
ٻڌايو ته هائو ڪونه پيو وڃان، اهو هن ڪري جو هڪ ڀيري تقرير پئي
ڪيم ته محسوس ڪيم ته حاضرين جماعت جو تقرير ۾ ڪوبه توجه
ڪونهي، ته مون ڪجهه وڌائي بيان ۾ علميت ۽ معنويت تي زور ڀريو،
پر پوءِ به ڏٺم ته اڃا به جماعت جي دلچسپي ڪانهي، وري اڃا وڌيڪ
تقرير کي علمي معيار تي مٿي کڻي ويس، پر پوءِ به ڏٺم ته اهائي رڪائي
منجهن موجود آهي، پوءِ سوچيم ته ڇا سبب ٿي سگهي ٿو، اوچتو
منهنجي نظر پنهنجي پيرن تي پيئي جيڪي سلوار جي پاچن هيٺ هئڻ
ڪري ڍڪجي ويون هيون، سو يڪدم پاچا ڪنجي پيرن کان مٿي
ڪيم ته ڏٺم ته صرف ايتري سان پوري جماعت مون ڏي همه تن
گوش ٿي ويئي ۽ تقرير دلچسپي سان ٻڌڻ لڳا، سو هاڻ اهڙن ماڻهن ڏي
مون وڃڻ ئي ڇڏي ڏنو آهي. اڄڪلهه جيڪڏهن مسلمانن جي فرقن ۽
انهن جي درگاهن ۽ خانقاهن سان پيري مريديءَ ۾ ڦنڌيل ماڻهن ۾
گھرائيءَ سان ڏسبو ته انهن جي لباس سان ئي ماڻهو سمجهي ويندو ته
هي ڪهڙيءَ گاديءَ جو مريد آهي يا ڪهڙي جماعت ۽ مسلڪ سان
تعلق رکي ٿو. هڪڙي ڏينهن آئون ۽ مرحوم مولوي الهورايو بروهي امام
عبيدالله سنڌي جي شاگرد حڪيم عبدالغفور سرهندي سان ان جي
دواخاني مولو مسافر خاني وٽ بندر روڊ ڪراچي ۾ ملاقات ڪرڻ
وياسين ته سرهندي صاحب ٻڌايو ته سنڌي صاحب فرمائيندا هئا ته
عالمن کي گهرجي ته هو عام ماڻهن کان لباس اٿي ويهڻي ۾ جدا نه ٿين
ايترو جو گفتگو ۾ به عوامي رنگ رکن پنهنجي انفراديت ۽ نرالائي
حيثيت نه ڏاهين تعارف مهل به پنهنجي نالي سان لقبن القابن کان پاسو
ڪن عالمن پنهنجي لاءِ لباس ۾ ئي چڻ مخصوص يونيفارم جدا ناهي
ڇڏيا آهن جو جيڪڏهن ڪو ڇٽ ماڻهو به اهي لباس پائي ته سڀ ڪو
ان کي عالم دين سمجهي ۽ انهن مان شمار ڪري ائين ڪرڻ نه
گھرجي. حقيقت هي آهي ته اسان بحيثيت مسلمان جي پنهنجون
ذميداريون جيڪي قرآن حڪيم طرفان مليل آهن اهي سڀ وساري ويٺا
آهيون نه صرف ايترو پر انهن کي تسليم ئي ڪونه ٿا ڪريون سورت

آل عمران جي آيت نمبر ١١٠ ۾ آهي تہ كنتم خيرامة اخرجت للناس
تامرون بالمعروف وتنهون عن المنكر يعني اي امت محمد ﷺ عليه الصلوة
والسلام توهان پلي امت آهيو اوهان جو منصب ۽ عهدو هي آهي تہ
توهان کي انسانن لاءِ مقرر ڪيو ويجي ٿو تہ انهن کي نيڪيءَ جو
حڪم ڪريو ۽ برائين کان روڪيو. غور ڪرڻ جي ڳالهہ آهي تہ امر ۽
نهي يعني حڪم ڪرڻ ۽ روڪڻ لاءِ ضروري آهي تہ طاقت هجي، اقتدار
هجي، حڪومت هجي، ۽ رب سائين جو فرمان تہ اوهان کي اسان
حڪومت ڪرڻ لاءِ موڪليو آهي، قرآن جي اهڙين ذميوارين ڏيڻ کان
پوءِ بہ مسلمان انهيءَ هدف ۽ ٽارگيٽ تائين پهچڻ لاءِ تيار ڪونہ آهن
بلڪ اهو عهدو حاصل ڪرڻ انهن جي مقصدن مان ئي خارج ڪيل نظر
اچي ٿو. جيڪي مسلمانن جا جٿا ۽ گروهہ تبليغ جي نالي سان ڪم پيا
ڪن پوءِ اهي ساين پٽڪن وارا هجن يا سفيد پٽڪن وارا هجن يا ٽوپين
جي مختلف رنگن ۽ ڊزائينن وارا هجن، اهي سڀ جو سڀ حڪمرانيءَ جو
ڪوبہ منشور ڪونہ ٿا رکن ۽ مذهب جي نالي تي ڪي وري اهڙا
هٿياربند گروهہ تهيا آهن جو انهن جو سندن مخالف فرقن لاءِ جارحانہ
پروگرام آهي، يعني هو پنهنجي پر ۾ هي پيا سمجهن تہ اسان الله جي
پاران چوبدار مقرر ٿيل آهيون جيڪو بہ شخص دين ڌرم مان نڪتو تہ
ان کي مرتد قرار ڏيئي قتل ڪنداسون. شايد اهڙي ڪا حديث بہ دليل
۾ ناهيو پيا وتن تہ من ارتد فاقتلوه يعني جيڪو دين کان ڦري وڃي تہ
ان کي قتل ڪريو. جڏهن تہ اها حديث ۽ سزا، قرآن جي حڪم ۽
حڪمت جي خلاف آهي، ان باري ۾ قرآن جي پهريائين حڪمت بيان
ڪجي ٿي اها هي آهي تہ لااڪراهہ في الدين قدتبين الرشد من الغي (بقره
آيت نمبر ٢٥٦) يعني دين ۾ ڪابہ زور زبردستي ڪانهي، هدايت ۽
گمراهي جون راهون چٽيون ۽ پڌريون ٿي ويون آهن. قرآن فڪر جي
آزادي ڪسڻ نٿو گهري، ان ڪري سورت ڪهف جي آيت نمبر ٢٩ ۾
فرمايو اٿس تہ وقل الحق من ربڪم فمن شاء فليؤمن ومن شاء فليڪفر
يعني اي پيغمبر تون ماڻهن کي چؤ تہ توهان جي پالڻهار طرفان توهان
کي حق پهچايو ويو آهي هاڻي اوهان جي مرضي آهي تہ جيڪو ايمان



آڻي وٽيس تہ ڪفر ڪري. مرتد لاءِ قرآن پاڪ جي سزا سورت آل
عمران جي آيت نمبر ٩٠ ۾ ٻڌائي وئي آهي ان الذين ڪفروا بعد ايمانهم
ثم ازدادو ڪفرا لن تقبل توبتهم واولائڪ هم الضالونO يعني تحقيق
اهي ماڻهو جن ايمان آڻڻ کان پوءِ ڪفر اختيار ڪيو ۽ ان ڪفر جي
راهہ ۾ اڳتي وڌي ويا تہ انهن لاءِ سزا هي آهي تہ انهن جي توبہ قبول نہ
ڪئي ويندي ۽ اهي گمراهہ رهندا. اهو ٿيو مرتد لاءِ قرآن جو حڪم.
مسلمانن ۾ وري هڪڙيون پارٽيون سياسي بہ آهن ۽ اهي اسلامي انقلاب
۽ حڪومت جون ڳالهيون ڪن ٿيون پر اهي پنهنجي منشور جي روشني
۾ انهن پارٽين جهڙا آهن، جن کي هي پاڻ اسلام دشمن قرار ڏيندا آهن
يعني هنن جي منشور ۾ سرمائيداري ۽ جاگيرداري جائز آهي، جنهن کي
قرآن حرام ۽ ناجائز قرار ڏنو آهي هنن نہ صرف ان کي جائز قرار ڏنو
اٿن، پرخود انهن جا پارٽي اڳواڻ مل مالڪ سرمائيدار ۽ جاگيردار آهن.
انهن سڀن ڳالهين کي سامهون رکي مسلمان امت جي عالمن ۽ دانشورن ۽
خير خواهن کي، ادب سان، عاجزي سان، نيازمندي سان، وڏو سمجهي ۽
پاڻ کي انهن کان گهٽ ۽ ڪمتر تصور ڪري عرض ڪريان ٿو تہ قرآن
اوهان جي سڀن مسئلن جو حل آهي، قرآن اوهان کي دنيا وارن تي
حڪمران بنائڻ گهري ٿو، توهان فرقہ بندين ۾ چو ڦاسي پيا آهيو.
توهان تہ پوري نوع انسان لاءِ جملي انسانن لاءِ پيدا ڪيا ويا آهيو.
يعني رب پاڪ تہ توهان کي تمام وڏي مرتبي تي رکي هلائڻ گهري
ٿو، پوءِ اوهان چو هرويرو پنهنجي لاءِ هيٺ اسفل السافلين کي پسند
ڪريو ٿا. قرآن پاڪ اوهان جي حڪمراني کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ
اهڙيون تہ سولائيءَ واريون رهنمايون ڏنيون آهن، جو جيڪڏهن اوهان
انهن تي عمل پيرا ٿيو تہ عيسائي پوپ پال جيڪو چوي ٿو تہ اسان
يورپ ۽ آفريقا کان پوءِ هاڻ ٽئين ملينيم (هزاري) ۾ ايشيا تي بہ
عيسائيت کي غالب بڻائي ڇڏينداسون، اوهان ايشيا تہ ڇا پر انهن کان
يورپ ۽ آفريقا بہ ڪسي سگهو ٿا. جنهن لاءِ قرآن حڪيم جا هي بہ
عدد نسخا عرض ڪريان ٿو هڪ تہ ماڻهن کي رزق روزي ڏيارڻ لاءِ
عالمي ليول تي تحريڪ هلايو ۽ ان جي قيادت ڪريو جنهن جي اڳڪتي

قرآن مجيد سورت مطففين جي آيت نمبر ٦ ۾ ڪئي آهي ته يوم يقوم الناس لرب العالمينO يعني اها جدوجهد هلڻ واري آهي جنهن ڏينهن سڀ جو سڀ انسان جهانن جي ربوبيت ۽ پرورش جي حقن لاءِ هلچل مچائيندا جنهن سان دولت ۽ روزي جي وسيلن کي سرمائيدارن جي وچ ۾ ڦرڻ واري نار ۽ چرخي بنجڻ کان بچائي هر انسان لاءِ هڪجهڙائي ۽ برابري جي اصول تي ڏيارڻ جو انتظام ڪندا. ۽ سورت حديد جي آيت نمبر ٢٥ ۾ به يوم يقوم الناس لرب العالمين جي اپار جي وڌيڪ تشريح ۽ ڪيفيت سمجهائي وئي آهي ته لقد ارسلنا رسلنا بالبينات وانزلنا معهم الڪتاب والميزان ليقوم الناس بالقسط يعني اها تحريڪ دليلن سان [illegible]ان جي نازل ڪيل ڪتاب جي رهنمائي سان هلايو، ماڻهن سان انصاف ڪريو ۽ ماڻهن ڪي عدل قائم ڪرڻ لاءِ روڊن تي ميدانن تي آڻيو ۽ توهان سان سرمائيدار جاگيردار طاقتون ٽڪر کائينديون ۽ توهان جي تحريڪ کي ناڪام ڪرڻ لاءِ هر قسم جا حربا استعمال ڪيا ويندا، ان لاءِ به رب سائين انهي ساڳي آيت ۾ رهنمائي فرمائي ٿو ته انقلاب دشمن سرمايه پرستن ۽ جاگيردارن لاءِ علاج هي آهي ته وانزلنا الحديد فيه باس شديد يعني اسان لوهه کي به نازل ڪيو آهي ان ۾ ڏاڍو خوفناڪ اثر آهي، پوءِ انقلاب لاءِ انهيءَ ڪان به ڪم وٺجو. ۽ توهان جي، دنيا مٿان حڪمراني قائم ٿئي، ان لاءِ ٻيو نمبر نسخو آهي اوهان جي حڪمراني جو طريقو، اهو غير فرقيوارانه هجڻ گهرجي، ان ۾ ڌڙيبندي نه ٿيڻ گهرجي، يعني اها حڪمراني جي حڪمت سيڪيولر هجڻ گهرجي، جنهن لاءِ سورت توبه جي آيت نمبر ١١ ۾ رب سائين فرمائي ٿو ته اهي ماڻهو جن کي دشمن ۽ ڪافر پيا سڏيو، جيڪڏهن اوهان سان جهيڳڙي ڪرڻ کان توبه ڪن ۽ توهان واري نظام ربوبيت واري حڪومت قائم ڪرڻ ۾ اوهان جو ساٿ ڏين ۽ اهڙي عادلانه مساوات واري حڪومت سان جيڪا ماڻهن جي ترقي ۽ نشونما ٿيندي، ان ۾ به اوهان سان مدد ڪن ۽ ساٿ ڏين ته پوءِ مون الله جو حڪم آهي ته اهي اوهان جا ديني ڀائر بنجي ويا، هاڻ اوهان انهن جي ڀائپي قبول ڪريو ۽ گڏجي ڪم ڪريو ۽ ڏسو ته اسان توهان



کي قرآن ذريعي ڪيئن نه ڪولي ڪولي حڪمراني جا راز ۽ حڪمتون سمجهايون ٿا ۽ اها سمجهه صرف اهڙي قوم لاءِ آهي جيڪا علم واري هوندي. فان تابوا واقاموا الصلوة وآتوا الزکوة فاخو انکم في الدين ونفصل الآيات لقوم يعلمونO مون هن ڪتاب آيات بينات ۾ سڀ دليل قرآن مان ڏنا آهن انهيءَ لاءِ ته عيسائين جي ٽئين هزار سال ۾ مسلمانن تي ٿيندڙ وار کي منهن ڏيڻ لاءِ قرآن جي رهنمائيءَ ۾ دين بچائين ۽ اسلام کي ايشيا آفريقا ۽ يورپ وارن تائين عدل ۽ انصاف پهچائڻ وارا مسلمان ئي اهڙا انقلابي اڳواڻ بنجن. جيڪڏهن مسلمانن پنهنجي رهبانيت ۽ فرقه بازي نه ڇڏي ته سمجهي ڇڏيو، دين جو پنڌ ۽ پيچرو ڪجهه ڏکيو آهي جنهن ۾ ماڻهن کي غلاميءَ مان آزاد ڪرائڻو آهي محتاجن جي رزق جو انتظام ڪرڻو آهي بي سهارا ماڻهن جو ساٿي بڻجي مٿيءَ هٿن ماڻهن کي ڳلي لڳائڻو آهي، پڙهي ڏسو سورت بلد آيت ١١ کان ١۴ تائين فلا اقتحم العقبةO وما ادراڪ ماالعقبةO فڪ رقبةO اواطعام في يوم ذي مسغبه يتيما ذامقربهO اومسڪينا ذامتربهO جيڪڏهن اوهان اهو ڪجهه ڪرڻ لاءِ تيار ناهيو ته پوءِ ياد رکو الله کي به اوهان جي پرواهه ڪانهي هو اوهان جي جاءِ تي ڪنهن ٻي قوم کي آڻيندو، ان جي مرضي آهي ته اهو انقلاب يورپ جي قومن هٿان آڻي، آفريڪا جي ڪنهن قوم هٿان اهو انقلاب آڻي، يا ايشيا جي ڪنهن قوم مان ڪنهن هٿان اهو انقلاب آڻي، مطلب ته اهو اوهان جو محتاج ڪونهي ۽ نه هن پروگرام تي ڪنهن جو موروثي ٺيڪو قبول ڪيو ويندو، پڙهي ڏسو سورت مائده آيت نمبر ۵۴ يا ايها الذين آمنوا من يرتد منڪم عن دينه فسوف ياتي الله بقوم يحبهم ويحبونه اذلة علي المؤمنين اعزة علي الڪافرين يجاهدون في سبيل الله ولايخافون لومة لائم ذالڪ فضل الله يؤتيه من يشاء والله واسع عليمO ۽ پڙهي ڏسو سورت محمد آيت نمبر ٣٨ وان تتولوا يستبدل قوما غير ڪم ثم لايڪونوا امثالڪمO يعني جيڪڏهن اوهان منهن موڙيو ته توهان جي بدلي ۾ ٻي قوم کي آڻدو ويندو جيڪي اوهان جهڙا (فرقي پرست) نه هوندا پوءِ جيڪي به سمجهدار مسلمان ۽ دردمند انسان چاهين ٿا ته اڄ انسانيت کي امن وٺي ڏيون، سڪون وٺي ڏيون، سڀن کي گهر جي عيال وانگر برابري ۽ محبت جي رشتي ۾ رهايون ته سڀن لاءِ هڪڙوئي چارو وڃي بچيو آهي، اهو آهي قرآن ۽ ٻين

سيني نسخن کي ماڻهو آزمائي چڪو آهي، ٻين سڀني علمن فلسفن اڄ تائين ماڻهن کي ويڙهايو آهي، گهر گهر کان جدا ڪيو آهي، اڄ ضرورت آهي ته ڪان الناس امة واحده جو دور واپس آڻيون ۽ قرآن حڪيم جي نسخي مطابق ڪلمة سواء بينا وبينڪم کي پنهنجو منشور بنايون يعني قدر مشترڪ ۽ ڪامن اصولن تي اتحاد ڪريون، اهو ڏس مسلمانن جي فرقن ۽ ٻين مذهبن سڀني لاءِ هڪ جهڙو ڪامياب آهي، ايجا ٻه جان پوپ پال جي ٽارگيٽ کي ناڪام ڪرڻ ۽ اسلام کي سموري انسان ذات جو دين بنائڻ ڏاڍو سولو آهي، اهو هن طرح ته قرآن حڪيم جي نسخي اتبعوا ما انزل اليڪم ولاتتبعوا من دونه اولياء تي عمل ڪريون، يعني قرآن کان سواءِ ٻين علمن جي تابعداري نه ڪريون پر لڳي ٿو ته اها ڳالهه غير مسلمانن کي ته ميجائي سگهبي ۽ سمجهائي سگهبي ته قرآن انساني رهنمائي لاءِ مڪمل ڪتاب آهي، پر مسلمانن کي اها ڳالهه ميجائڻ مشڪل آهي، هي عين ممڪن آهي ته اڳتي هلي يورپ وارا يا ڪا ٻي غير مسلم قوم جا ماڻهو قرآن حڪيم جي گهرائي، جامعيت ۽ همه گيري کي سمجهي دنيا ۾ قرآن وارو انقلاب آڻين، باقي هن وقت تائين مون جن به مسلمان عالمن سان قرآن جو تفسير قرآن ذريعي، يعني تصريف آيات سان مسئلا سمجهڻ جي ڳالهه ڪئي آهي، انهن مون سان اختلاف ڪيو آهي. انهيءَ هوندي به آئون جان پوپ پال کي چئلنج ڪريان ٿو ته هو ٽئين ملينيم ۾ ايشيا تي عيسائيت غالب بڻائي نه سگهندو بلڪه اسان اسلام ۽ قرآن يورپ وارن کي سمجهائي، انهن هٿان اسلامي انقلاب آڻڻ ۾ ڪامياب ٿينداسون. آخر ۾ هڪ وضاحت پڙهندڙن لاءِ ضروري ڄاڻان ٿو ته هن ڪتاب جا مضمون اصل ۾ مون اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇاپڻ لاءِ جدا جدا وقتن تي لکيا هئا، جن مان ڪجهه ڇپيا هئا جيڪي هن ڪتاب ۾ ٻيو ڀيرو شامل ڪجن ٿا ۽ ڪجهه مضمون اڻ ڇپيل آهن جيڪي پهريون ڀيرو ڇپائجن ٿا سو ڪيترين ڳالهين ۽ مسئلا اهڙا آهن جيڪي مختلف هنڌن تي وري وري ۽ تڪرار سان دهرائجي ويا آهن پوءِ به اميد آهي ته ان ۾ بوريت گهٽ ۽ اضافي معلومات وڌيڪ هوندي.

عزيز الله بوهيو

## جمع القرآن

الله تعاليٰ انسانن جي رهنمائيءَ لاءِ ٻلي لاءِ انبياء ڪرام کي پنهنجي طرفان هدايت جا صحيفا ۽ ڪتاب ڏيئي موڪليو، هر دور ۾ هر قوم ڏي هر علائقي وارن ڏي هدايت جو اهو سلسلو هلندو رهيو، اهو انتظام ايترو ته باقاعدگي سان جاري رکيو ويو جو قرآن مجيد ٻڌايو ته ان من قرية الا خلافيها نذير يعني اسان اهڙو ڪوبه قومي مرڪز ۽ علائقو نه ڇڏيو آهي، جنهن ۾ پنهنجو پيغمبر نه موڪليو هجي، سورت بقره ۾ آهي آيت ٧٥ ته وقد ڪان فريق منهم يسمعون ڪلام الله ثم يحرفونه من بعد ماعقلوه و هم يعلمونO يعني انهن يهودين جو هڪڙو گروهه ته اهڙو آهي جو الله جو ڪلام ٻڌي سمجهي پوءِ ان کي ڄاڻي ٻجهي بدلايو ۽ مٽايو ڇڏي سورت نساء جي آيت نمبر ٤٦ ۾ آهي من الذين هادوا يحر فون الڪلم عن مواضعه يعني يهودين مان ڪي ته اهڙا آهن جو بدلايو ڇڏين ڳالهيون پنهنجي موقعي محل کان، اها ساڳي ڳالهه سورة مائده جي آيت نمبر ٤١ ۾ به ٻڌائي وئي آهي ته جڏهن ماڻهن الله جي ڪلام سان قانونن سان پنهنجي مفادن ۽ لالچن لاءِ هٿ چراند شروع ڪئي، ردوبدل شروع ڪئي، خيانت ڪرڻ شروع ڪئي ته قرآن مجيد نازل ڪرڻ وقت رب تعاليٰ انسانن جي اهڙين مفادپرستانه حرڪتن کان قرآن حڪيم کي پنهنجي حفاظت ۾ رکڻ جو اعلان فرمايو ۽ پاڻ ذميداري کنئي ۽ فرمايائين ته ا نا نحن نزلنا ا لذڪرو وانا له لحافظون سورت حجر آيت نمبر ٩ يعني اسان ئي هن ڪتاب کي نازل ڪيو آهي ته اسان ئي ان جي حفاظت ڪنداسون. آئون سمجهان ٿو ته يهودين نصاريٰ مجوسي ۽ الائي ڪير ڪير جن پنهنجن نبين معرفت ڪين مليل الله جي ڪتابن ۽ صحيفن کي پنهنجي پنهنجي زماني ۾ بدلائي ڇڏيو هو، جن جو احوال ٻڌائيندي رب سائين فرمايو ته آئون هاڻ هن

آخري ڪتاب قرآن جي حفاظت جو ذمو پاڻ تي کڻان ٿو. اهو شايد هن
ڪري جو رب سائين ڄاڻي ورتو هئو ته اڳين تحريف ڪندڙن جي نسل
۽ اولاد اسلام ۾ داخل ٿي، قرآن سان به ساڳي ڪار ڪندا. جيڪا
سندن ابا ڏاڏا اڳين ڪتابن سان ڪري ويا آهن. سو قرآن جي حفاظت
جو رب سائين جي ذميداري ڪري انتظام ٿي ويو. پرم ۽ ساک رهجي
آئي، پر پوءِ به اڳين ڪتابن ۽ پيغمبرن جي صحيفن کي بدلائي ڇٽ
ڪري ناس ڪرڻ وارن جي اولاد. واقعي مسلمان سڏائي قرآن خلاف
ايڏي ته واويلا مچائي ۽ پروپيگنڊا ڪئي آهي ته موجوده قرآن ۾ ڪي
آيتون جمع ڪرڻ کان رهجي ويون آهن. جيڪا رجم جي مسئلي بابت
نازل ٿي هئي. پڙهي ڏسو حديث جو مشهور ڪتاب صحيح بخاري جنهن
کي ماڻهو قرآن کان پوءِ ٻيو درجو ڏيندا آهن ان جي ڪتاب المحاربين
من اهل الڪفر والردة جي باب رجم الحبلي من الزنا اذاحصنت ۾ جنهن ۾
حضرت عمر سائين جي زبان کان چورائن ٿا ته اڳي رجم جي آيت نازل
ٿي هئي نبي سائين جن به ڏوهارين کي رجم جي سزا ڏني هئي اسان به
ان تي عمل ڪيو آهي، سو اوهان به پنهنجي وڏن ابن ڏاڏن جي ريت تي
قائم رهجو. ۽ رجم جي سزا کي جاري رکجو. متان ڪو چوڻ وارو چوي
ته هن قرآن ۾ رجم واري آيت رهجي ويئي آهي سو ان کي توهان چوڻ
وارن جي چوڻ تي خدائي حڪم ٿي نه مڃو. بهرحال بخاري مسلم
جهڙن ڪتابن به اهڙي گهڙيل حديث پنهنجي ڪتابن ۾ لکي قرآن ۾
شڪ ڪرڻ جو منصوبو ناهڻ وارن جي مدد ڪئي آهي، هتي ڏني آهي،
جڏهن ته قرآن مطلق زاني مرد ۽ عورت لاءِ شادي ڪيل هجن يا ڪنوارا
هجن هي سزا ٻڌائي ڇڏي آهي فاجلد وا ڪل واحد منهما ماة جلده
سورت نور آيت ٢ يعني زاني زانياڻي کي هڪ هڪ سئو لڪڻ هڻڻ جي
سزا ڏيو، زجاج جو چوڻ آهي ته قرآن اسم مصدر آهي فعلان جي وزن
تي قرا جي بنيادي معنيٰ آهي جمع ڪرڻ گڏ ڪرڻ ابن الاثير جو چوڻ
آهي ته الله جي ڪتاب کي قرآن هن ڪري چيو ويندو آهي ته ان ۾
قصا، اوامر، نواهي، واعدا، وعيد، آيتون، سورتون هڪ ٻئي سان گڏ
ڪيون ويون آهن راغب جو چوڻ آهي ته قرآن کي قرآن ان ڪري چيو



وڃي ٿو جو ان ۾ اڳين نبين جي سڀني ڪتابن جو خلاصو جمع ڪيو ويو
آهي، بلڪ سڀني علمن جو نچوڙ قرآن ۾ جمع ڪيل آهي. سورت قيامت
۾ رب سائين آيت نمبر ١٦ کان ١٩ تائين فرمايو آهي ته لاتحرڪ به
لسانڪ لتعجل بهO ان علينا جمعه و قرآنهO فاذا قراناهم فاتبع قرآنهO
ثم ان علينا بيانهO هنن آيتن ۾ رب پاڪ جمع قرآن جي پوري ۽ مڪمل
ذميداري پاڻ تي کڻي ڇڏي، جيڪا واقعي اهڙي سهڻي نموني نڀائي وئي
آهي ۽ نڀائجي رهي آهي جو عقل دنگ آهي، قرآن جي حفاظت جو انتظام
ائين پيو نظر اچي جڻ موسيٰ فرعون جي راڻين جي هنج تي محلاتن ۾
ساري شاهي عملي جي خاطر تواضع ۽ خدمتن سان پرورش وٺي رهيو هو
۽ آهي. حقيقت هي آهي ته سوا پندرهن صديون شاهد آهن ته رب سائين
جو پنهنجي ڪتاب جي حفاظت جو اعلان ۽ واعدو سچو واعدو ٿي
چڪو. ٻئي طرف بخاري مسلم ابن ماجه ترمذي ابودائود جي روايتن
جيترو به شور مچايو ۽ قرآن پاڪ جي نص ۽ متن خلاف الائي ڪيتان
جون ڪوڙيون حديثون ناهي، قرآن پاڪ جي علمبردار رسول الله ﷺ جي
تيار ڪيل جماعت لاءِ بخاري صاحب ڪتاب التفسير جي سورت مائده
۾ هيءَ رُوايت گهڙي لکي ته نبي سائين جي وفات کان پوءِ اصحاب
ڪرام مرتد ٿي ويا ۽ خود پاڻ ڪريمن بابت بخاري صاحب پنهنجي
مجموعي جي ڪتاب الطب جي باب السحر ۾ هيءَ ڪوڙي حديث هٿ
ڪري لکي آهي ته بنو زريق قبيلي جي هڪ ماڻهو لبيد پٽ اعصم نبي
سائين متان جادو ڪيو، جنهن جي اثر سبب پاڻ ڪريمن جو حال اهو
ٿي ويو جو ڪين خبر ٿي ڪانه پوندي هئي جو ڪو ڪم ڪري به
ڇڏيندا هئا ته پوءِ به چوندا هئا ته مون ڪونه ڪيو آهي، قرآن پاڪ
لاءِ رب سائين فرمايو آهي ته لاياتيه الباطل من بين يد يه ولامن خلفه
يعني قرآن جي اڳيان پويان باطل جي مجال ناهي جو حملو ڪري
سگهي، مقابلي جو دم هڻي سگهي، ته اهڙي عظيم الشان ڪتاب جو
پهچائيندڙ، جيڪڏهن سحرزده جادوءَ جو ستايل هوندو ته ان جي
ڪتاب جو ڪهڙو حشر ٿيندو. ان ڪري انهيءَ ڪوڙي حديث ناهڻ ۽
ڪتابن ۾ لکڻ وارن کي رب سائين منهن تي ڦهڪائي ڏنو ته وقال

الظالمون ان تتبعون الا رجلا مسحورا (بني اسرائيل آيت ٧) يعني رسول عليہ السلام کي جادو ڪيل ۽ سحرزده چوڻ وارا وڏا ظالم آهن. يا ابن ماجہ پنهنجي مجموعہ احاديث ۾ لکيو آهي تہ بي بي عائشہ صديقہ فرمايو تہ رضاعتہ ڪبير واري آيت ۽ رجم واري آيت منهنجي تخت هيٺان رکيل هيون اهڙي صورتحال ۾ حضورجن جي وفات ٿي، اسان انهن پريشانين ۾ هئاسون تہ منهنجي پاليل ٻکري اهي ٻئي آيتون کائي وئي." (جيڪي قرآن ۾ شامل ٿيڻ کان رهجي ويون، يعني موجوده قرآن ناقص ٿي پيو) هوندئن تہ ڪاغذ جي ايجاد نبي سائين جي زماني کان اڳي جي آهي ۽ ڪاغذ جو ذڪر باقائدي قرآن مجيد ۾ بہ آهي پر حديثن ٺاهڻ وارن ماڻهن کي قرآن متعلق شڪ شبها وجهڻ لاءِ ڪوڙ گهڙيا آهن تہ ان زماني ۾ چڻ تہ ڪاغذ ڪونہ هوندو هوءِ ڪڏهن تہ هڏين جي ٺڪرن تي لکيو ويندو هو بهرحال علم حديث جا ڄاڻو انهي تفصيل کي چڱي طرح ڄاڻن ٿا پر قرآن حڪيم انهيءَ معاملي ۾ پاڻ جيڪا رهنمائي فرمائي ٿو، سڀ کان وڌيڪ تہ اها ڳالهہ درست ڇٻي، سورت طور جي آيت ٢ ۽ ٣ ۾ بيان آهي والطوره و ڪتاب مسطوره في رق منشوره يعني هي ڪتاب لکيل آهي هرڻ جي سنهي کل کي ڪاغذ وانگر تيار ڪرائي، ان تي لکايو ويو آهي، اها تہ ٿي ماسٽر ڪاپي جنهن کي انهيءَ زماني ۾ ام يا امام سڏيو ويندو هو. مسجد نبوي ۾ هڪ ٿنڀ وٽ صندوق ۾ رکايو ويو هو تہ ضرورت وارا ماڻهو اچي ان ام ۽ ماسٽر ڪاپي تان پنهنجي لاءِ قرآن پاڪ نقل ڪري وڃن ان ٿنڀ جو نالو اسطوانتہ المصحف مشهور ٿي ويو هو، حديثن وارن گهڻن ئي حضور ﷺ کي لکڻ پڙهڻ کان اڻواقف ۽ اڻڄاڻ ڄاڻايو آهي. جڏهن تہ اهڙيون سڀ روايتون ۽ حديثون غلط ۽ ڪوڙيون ڇٻيون، ڇو تہ قرآن پاڪ هڪ هنڌ تہ باقائدي سورت عنڪبوت جي آيت نمبر ٤٨ ۾ کولي بيان ڪيو آهي تہ اي نبي هي ڳالهہ تہ اڳي جي آهي، پراڻي آهي، جو تون کو ڪتاب نہ پڙهي سگهندو هئين نہ ئي پنهنجي هٿ سان لکي سگهندو هئين، پر هاڻي تہ صورتحال ٻي آهي تنهنجي ذمي پوري انسانيت جي قيادت جو بار آهي جيڪڏهن تون لکي پڙهي نہ ڄاڻندي تہ اذالارتاب



المبطلون يعني اهل باطل تنهنجي مشن تي پروگرام تي شڪ ڪندا. پوري آيت هن طرح آهي وماڪنت تتلوا من قبله من ڪتاب ولاتخطه بيمينڪ اذا لارتاب المبطلون تنهن ڪري رب پاڪ حضور ﷺ جي نہ صرف لکي پڙهي ڄاڻڻ جي شاهدي دشمن کان ڏياري پر خود رسول الله ﷺ بابت هي بہ شاهدي دشمن کان ڏياري تہ پنهنجي گهر ۾. يا پهريائين پاڻ پنهنجي منهن لکي، پوءِ پنهنجي ساٿين کي صبح شام لکرائي ٿو. پڙهي ڏسو سورت فرقان آيت نمبر ٥ وقالوا اساطير الاولين اڪتتبها فهي تملیٰ عليہ بڪرة واصيلاO دشمن چوندا هئا تہ اڳين ماڻهن جون ڪهاڻيون آهن جو پاڻ لکي ٿو اچي، پوءِ سندس نگرانيءَ ۾ ٻين کي صبح شام جو لکرايون وڃن ٿيون. ڄاڻڻ گهرجي اڪتتب جي معنيٰ آهي تہ ڪوئي چوندو وڃي لکڻ وارو، ان کان ٻڌي لکندو وڃي، چوندا آهن تہ افضل الشهادة ماشهدت به الاعداء يعني ڀلي شاهدي اها آهي جيڪا دشمن ڏيئي، هتي غور ڪيو تہ مخالف چون ٿا تہ پيغمبر قرآن وارا قصا پهريائين پاڻ لکي ٿو پوءِ ساٿين کي املاء ڪرائي ٿو يا ڊڪٽيشن ڏئي ٿو باقاعدي صبح شام، قرآن جا گهڻا سارا نسخا تيار ڪرائڻ لاءِ پيغمبرؐ جي پنهنجي نگراني ۾. ڪاتبن جا جٿا ۽ ٽولا ويهي ماسٽر ڪاپي تان وڌيڪ نسخا تيار ڪن ٿا. يا سورت علق ۾ حضور ﷺ کي حڪم آهي تہ اقراء باسم ربڪ الذي خلق ڇا رب سائين جو حڪم تہ اي محمد پنهنجي پالڻهار جيڪو خلقڻهار بہ آهي ڪائنات جو. ان جي ربوبيت عمومي واري صفت جو اعلان ڪري ڏي، اهو پڙهڻ جو حڪم اڻ پڙهيل ماڻهو کي خدا سائين ڇو ڪندو، ان تي بہ حديثن ٺاهڻ وارن ان ڳالهہ کي ڪراماتي شڪل ڏيڻ لاءِ حديث گهڙي آهي تہ جبرئيل نبي سائين جن کي اقراء يعني پڙهہ چيو تہ نبي سائين جواب ۾ چيو تہ ماانابقارء جبرئيل ٻيو ڀيرو ساڳيو حڪم ورجايو نبي سائين ٻيو ڀيرو بہ ساڳيو جواب ڏنو، وري جبرئيل ٽيو ڀيرو ساڳيو حڪم ورجايو جواب ۾ نبي سائين بہ ٽيو ڀيرو چيو تہ آئون پڙهيل ناهيان پوءِ جبرئيل نبي سائين کي ڀاڪر پاتو، ان جو اثر اهڙو ٿيو جو نبي سائين کي پڙهڻ جي ڄاڻ حاصل ٿي وئي حوالي لاءِ پڙهي ڏسو بخاري جي ڪتاب التفسير

جي سورت علق وارو حصو. هونئن ته نبوت جي شروعات ۾ منڍ وارو پهريون وحي اقراء باسم ربڪ الذي خلق هي ثبوت آهي هن ڳالهه جو ته نبي سائين جن نبوت کان اڳ ۾ لکڻ پڙهڻ سکي ڇڏيو هو، اهو هن ڪري به ته جڏهن پاڻ نبوت کان اڳي ٻاهرين ملڪن ۾ علائقن جي سفر تي واپار ڪرڻ ويندا هئا. ته واپار واري ماڻهوءَ جو ڪاروبار لکڻ پڙهڻ کان سواءِ ته مشڪل تي پوندو بلڪ خساري جو به هر وقت امڪان رهندو، واپاري ماڻهوءَ جو ليکي چوکي حساب ۾ لکڻ پڙهڻ سان وڏو واسطو هوندو آهي. يا نه ته الله سائين اڻ پڙهيل کي ڪيئن حڪم ڪندو ته تون پنهنجي پالڻهار جي ربوبيت ۽ پرورش جي موضوع تي وحي جي رهنمائي ۾ ماڻهن کي قرآني فڪر ۽ نظريا سمجهاءِ. آخر ته مڪي جي فيوڊل سوسائٽي خلاف معاشي مساوات جي نظريي وارا انقلابي ورڪر ۽ باغي پيدا ڪرڻا هئا، ساٿي پيدا ڪرڻا هئا. منهنجو خيال هيو ته هن مضمون ۾ قرآن حڪيم جي جمع جي بهاني اهل فارس جي عجمي سازشين جي سين ڪارگذارين کي واڳڪو ڪندس ۽ اهي سڀ ڪوڙ جيڪي انهن حديث جي نالي گهڙي قرآن حڪيم ۾ شڪ شبها وجهڻ جي وڏي ڪوشش ڪئي آهي اهي سڀ کوليندس پر آئون سمجهان ٿو ته هدايت وٺڻ وارن لاءِ مثبت نموني انهيءَ موضوع تي قرآن حڪيم جو مؤقف ئي ڪافي آهي باقي جن جي دلين تي الله مهر هڻي ڇڏي هوندي انهي جي اڳيان ته رڍن اڳيان رباب وڄائيندي ورهيه ٿيا پوءِ به انهن جي ٻولي ٻي. سنڌ جي هڪڙي وڏي ديني مدرسي جي شيخ الحديث کي هڪ ڀيري مون چيو ته بخاريءَ ۾ سورة مائده جي تفسير واري، فلما توفيتني ڪنت انت الرقيب عليهم تي جيڪا حديث آندي وئي آهي ان ۾ ملائڪ قيامت ڏينهن نبي سائين کي چوندا ته لم يزالو مرتدين منذ فارقتهم يعني تنهنجا صحابه جڏهن تون وصال ڪري انهن کان جدا ٿئين ته هو هميشه لاءِ مرتد ٿي ويا هئا. ان لاءِ توهان جو ڇا خيال آهي ته همراهه تمام رواني سان فرمايو ته هائو پوءِ مرتد ته ٿي ويا هوا (انالله وانا اليه راجعون لعنة الله علي الڪاذبين) سو جمع قرآن بابت قرآن واري مؤقف خلاف حديثون ڪوڙ ساريون ٺاهيون ويون آهن جن کي جستجو



جو شوق هجي انهن کي آئون علامه تمنا عمادي جا ڪتاب جمع القرآن ۽ اعجاز القرآن پڙهڻ جو مشورو ڏيان ٿو ڪتاب مارڪيٽ ۾ موجود آهي ۽ علامه اسلم جي راجپوري جا ڪتاب پڻ پڙهڻ ضروري آهن جن جو خلاصو هي آهي ته جمع القرآن جو موجوده ترتيب جو سمورو انتظام حضور ﷺ جي حيات طيبه ۾ وحي جي رهنمائي سان ڪامل ۽ مڪمل ٿيل آهي. حديثن جون هي ڪهاڻيون ته يمامه جي جنگ ۾ ڪوڙ سارا قرآن جا حافظ شهيد ٿي ويا تنهن تي حضرت ابوبڪر ۽ حضرت عمر کي تشويش ٿي ته حافظن جي ختم ٿيڻ ڪري قرآن جيڪو منتشر ڇڙهين پترن ڪجي جي پن تي لکيل، ڪجهه ڪٿي ڪجهه ڪٿي ٽڙيو پيو آهي، انهن کي هڪ جاءِ تي گڏ ڪري ڪتابي شڪل ۾ جمع ڪجي ۽ انهيءَ ڪم لاءِ حضرت صديق اڪبر حضرت زيد بن ثابت انصاري کي گهرائي اهو ڪم ان جي ذمي رکيو، وري لغت قريش تي حضرت عثمان سائين جي ڪاتي جون حديثون ۽ اعرابن نقطن لڳائڻ لاءِ حجاج بن يوسف کي ڪريڊٽ، اهي سڀ بلڪ ان کان به وڌيڪ آکاڻيون سڀ جو سڀ هن لاءِ آهن ته ماڻهن جي ذهنن ۾ قرآن بابت شڪ وڌا وڃن، جن جي حيثيت صرف هڪ حرف غلط واري آهي ۽ اهي سڀ روايتون ڇڻ ته هي تاثر ڏين ٿيون ته پيغمبر سائين جي دور ۾ سوسائٽي ۾ لکپڙهه جو ڪم ۽ رڪارڊ ڇڻ ته اوپرو، نامانوس ۽ اٿلي قسم جي شئي هئي. پر اهو سراسر من گهڙت تاثر آهي. سورت بقره جي آيت نمبر ٢٨٢ جيڪا عدالتن ۽ ڪورٽن لاءِ رهنمائي جو بهترين سمبال آهي توڻي ڪٿي سوا پندرهن سئو سال اڳي جي رهنمائي آهي، پر ايتري عرصي گذرڻ کان پوءِ عدالتي ڪارروائين لاءِ ليٽيسٽ رهنمائي پئي لڳي، "حڪم آهي ته ياايها الذين آمنوا اذاتداينتم بدين الي اجل مسمي فاڪتبوه وليڪتب ڪاتب بينڪم بالعدل يعني اي ايمان وارو جڏهن اوهان پاڻ ۾ ڏيتي ليتي ڪريو ڪنهن قرض پڪي جي، ڪنهن مقرر ميعاد تائين جي لاءِ، ته ان کي لکت ۾ آڻيو. ۽ ضروري آهي ته توهان جي وچ تي لکڻ وارو انصاف وارو هجي." اڳتي هلي انهيءَ ئي آيت ۾ حڪم آهي ته ولاتسئموا ان تڪتبوه صغيراً او ڪبيرا الي اجله يعني هر قسم جي

ايگريمينٽ ۽ معاهدي جي لکڻ کان نه ٽڪجو. معاملو ننڍو هجي خواهه
وڏو ۽ لکڻ ۾ معاهدي جو ميعاد يعني شروع واري تاريخ ۽ پڇاڙي واري
تاريخ مڪمل نموني لکو. آيت تمام وڏي آهي جنهن ۾ شاهدن عريضي
نويسن اسٽامپ وينڊرن لاءِ جامع هدايتون پارتون آهن. پر مون کي
صرف هي عرض ڪرڻو آهي ته بازار ۽ مارڪيٽ جي ڏيتي ليتي لاءِ قرآن
پاڪ لکت جون ايتريون هدايتون فرمائي ٿو جو ثابت ٿي وڃي ٿو ته اها
سوسائٽي لکڻ پڙهڻ کان باقائدي آشنا هئي، لکڻ پڙهڻ جو رواج عام
جام هو. ته پوءِ يقين سان قرآن حڪيم جهڙو انقلابي منشور جنهن
سان روم ۽ فارس جون بادشاهتون فتح ڪرڻيون هيون ۽ قيامت تائين جا
انقلاب آڻڻا آهن ته اهڙي ڪتاب جي لکڻ جمع ڪرڻ ملڪان ملڪ عام
ڪرڻ. يقيناً خود رسول الله ﷺ الله تعاليٰ جي الهامي رهنمائي سان ٿيو
آهي ۽ سڀ ڪجهه انتظام پاڻ مڪمل ڪري پوءِ دنيا مان الوداع ڪري
ويا آهن. انقلاب جي مشن اڌ ۾ ڇڏي نه ويا آهن. ●

ولقد صر فنا في هذا القرآن ليذ كروا وما يزيد هم
الانفورا○ ۴۱-الاسراء

بيشڪ! اسان هن قرآن ۾ ماڻهن جي سمجهائڻ لاءِ ڦيرائي
ورائي ڳالهيون ڪيون آهن ان هوندي به انهن جون نفرتون
وڌنديون ٿيون وڃن.

●●●●

فما لهم لايومنون ○ واذاقريءَ عليهم القرآن
لايسجدون۲۰-۲۱-۸۴

پوءِ انهن کي ڇا ٿي ويو آهي جو ايمان نٿا آڻن ۽ جڏهن
انهن جي سامهون قرآن پڙهيو وڃي ٿو ته ان جي تابعداري به
نٿا ڪن.

## قرآن واري عبادت

عربي ٻولي ۾ غلام ۽ ٻانهي کي عبد سڏيو ويندو آهي غلام يا
ٻانهو پنهنجي مالڪ يا آقا جو فرمانبردار هوندو آهي ۽ ان جي حڪمن
جي اطاعت ڪندو آهي. ته لفظ عبادت جي معنيٰ ٿي ته اطاعت، حڪم
مڃڻ، فرمانبرداري، دين جو ڪاروهنوار آهي ئي عبادت تي. لفظ دين
جي معنيٰ مفهوم تمام گهڻ پاسائتو ۽ وسيع آهي. جنهن جي معنيٰ ۾
غلبو، اقتدار، حڪومت، رياست، آئين، قانون، ڊسيپلين، جزا سزا ۽ فيصلو
پڻ آهي، پر اجا ان کان به وڌيڪ معنائون ۽ مفهوم آهن. ته دين ۾
جنهن عبادت جو حڪم آهي، ان جي معنيٰ اطاعت، آرڊر مڃڻ ۽
فرمانبرداري ٿيندي قرآن حڪيم ۾ جنهن عبادت جو حڪم ڏنو ويو
آهي ان جي معنيٰ اطاعت ۽ فرمانبرداري آهي ۽ ڪافر ۽ بت پرست
مشرڪ پنهنجي باطل معبودن ۽ باطل خدائن لاءِ جيڪا عبادت ڪن ٿا،
رڪوع سجدا ڪن ٿا. ان کي هو عبادت ته سڏين ٿا پر اها عبادت
ڪانهي، ان کي پرستش ۽ پوڄا چوڻ گهرجي، سڏڻ گهرجي. قرآن ۾
جيڪو بتن جي پوڄارين لاءِ عبادت جو لفظ آيو آهي اهو بقول انهن
پوڄارين جي آهي، نه ڪي هن خاطر ته ڪو پوڄا کي عبادت چئبو آهي
جڏهن ماڻهو الله جي طرفان مليل دين کي پنهنجي خواهشن ۽ ڏيڍ
مطابق بدلائي ڇڏيندا آهن ته اهو دين، دين نه رهندو آهي. اهو دين
بدران مذهب بڻجي ويندو آهي. دين ۽ مذهب ۾ هي فرق هوندو آهي جو
دين پوري ڪائنات لاءِ هوندو آهي ۽ مذهب ڪنهن مخصوص گروهه
۽فرقي لاءِ هوندو آهي. هر نبي کان پوءِ ان جي پوئلڳن دين جي
عموميت کي ختم ڪري ان کي گروهي مفادن وارو مذهب بنائي ڇڏيو.
الله سائين هر دور ۾ اهڙن گروهي ۽ فرقيبازي وارن مذهبن کي ختم ڪرڻ
لاءِ پنهنجا نبي موڪليا، پر ماڻهن وري وري ساڳي ڪار ڪئي، ايتري

تائين جو هاڻ مسلمانن بہ پنهنجي دين جي عموميت ختم ڪري ان کي
محدود ۽ پنهنجو گروهي مذهب بنائي ڇڏيو آهي. اها جدا ڳالهہ آهي تہ
رب سائين پنهنجي آخري ڪتاب قرآن مجيد ذريعي دين جي مفهوم جي
صحيح رهنمائي ڪري ڇڏي آهي، جنهن وسيلي اهل باطل فرقي بازن
سان مهاڏو اٽڪائي سگهجي ٿو. پر ڏاڍمڙسيءَ جي بہ حد ٿيندي آهي،
جو انهن ڇڳن مڙسن وحي جا بہ قسم ٺاهي قرآن جي مقابلي ۾ حديث
کي ٻيو قسم غير متلو سڏي ان کي قرآني حڪمن کي منسوخ بنائڻ جا
پاور ڏيئي ڇڏيائون. انهي موضوع تي مختصر گذارشون هن ڪتاب جي
مضمون جمع القرآن ۾ پڙهندا. سو عبادت معنيٰ اطاعت فرمانبرداري ۽
حڪم مڃڻ ان جي تائيد ۾ قرآن مان دليل عرض ڪجي ٿو سورت
مريم جي آيت نمبر ۴۴ ۾ آهي تہ يا ابت لاتعبد الشيطان ان الشيطان
كان للرحمان عصيا يعني اي پيءُ شيطان جي عبادت (يعني اطاعت ۽
فرمانبرداري) نہ ڪر! تحقيق شيطان، الله جو نافرمان آهي. هتي غور
فرمايو تہ شيطان جي ڪوبہ ماڻهو پوڄا نہ ڪندو آهي پرستش نہ
ڪندو آهي ان کي رڪوع سجدو نہ ڪندو آهي بلڪہ ان جي حڪمن
تي هلندو آهي، ان جي ڏس مطابق ان جي اطاعت ڪندو آهي. تہ عبادت
لفظ جي معنيٰ ٿي اطاعت ۽ فرمانبرداري، نہ ڪي رڪوع سجدي واري
پوڄا ۽ پرستش. اهڙي نموني سورت ياسين جي آيت نمبر ٦١-٦٢ ۾
آهي تہ الم اعهد اليكم يا بني آدم ان لاتعبدوا الشيطان انه لكم
عدومبينO وان اعبدوني هاذا صراط مستقيمO يعني اي اولاد آدم! ڇا
مون توهان کان واعدو نہ ورتو هو تہ شيطان جي عبادت نہ ڪجو اهو
اوهان جو ڪليل دشمن آهي ۽ منهنجي عبادت ڪجو. جو اهو سڌو رستو
آهي. تہ غور فرمايو وڃي تہ هنن آيتن ۾ عبادت لفظن جي معنيٰ حڪم
مڃڻ ۽ اطاعت ڪرڻ ئي ٿئي ٿي ڄاڻڻ گهرجي تہ الله جي حڪمن ۽
رحمان جي حڪمن تي جڏهن ماڻهو عمل ڪندو تہ انهن جو ردِعمل ۽
Side Effect لازمي طور شيطاني ٽولي مٿان پوندو پوءِ مقابلو ٿيندو،
رحمان جي رضاڪارن ۽ شيطان جي پوئلڳن ۾ جنگ بہ ٿيندي ۽ اها
جنگ ڪرڻي آهي وڙهڻي آهي، نتيجن کان بي نياز ٿي وڙهڻي آهي. ايتري



تائين جو ملڪ ڇڏڻو پوي تہ بہ پرواهہ ناهي. اباڻو وطن ڇڏڻو پوي تہ
بہ اها قرباني ڏيڻي پوندي. نظريا ايترو تہ مقدس آهن، فڪر ايترو تہ
مقدس آهي، جو انهن لاءِ جنگ بہ ڪبي ۽ قربانيون بہ ڏبيون. سورت
عنڪبوت جي آيت نمبر ٥٦ ۾ آهي تہ يا عبادي الذين آمنوا ان ارضي
واسعة فاياي فاعبدون يعني اي منهنجا اهي ٻانهؤ! جن ايمان آندو آهي.
بيشڪ منهنجي زمين ڪشادي آهي پوءِ خاص منهنجي فرمانبرداري
ڪجو! هاڻ هتي غور فرمايو تہ جڏهن الله جي حڪمن جي اطاعت ڪبي
جن سان ظالمن جي ڏاڍ مڙسي کي چئلينج ٿيندي هجي ۽ ڪنهن غريب
مسڪين بي پهچ ماڻهو مٿان زيادتي ڪندڙ حاڪم ۽ ظالم کي روڪبو.
ڳچي مروڙبي تہ هو بہ مقابلو ڪندو ويڙهہ ٿيندي تہ ويڙهہ ڪرڻي
پوندي. ظالم سان ٺاهہ نہ ڪبو جي طاقت جو توازن دشمن جي طرف
آهي، هو ڏاڍو آهي. ان کي وسيلا گهڻا آهن پاور ۽ اقتدار جو مالڪ آهي
تہ بہ ان سان ٺاهہ نہ ڪبو ۽ ويڙهہ کي جاري رکبو. ايتري تائين جو
جيڪڏهن اتي رهڻ مشڪل ٿي پوي تڏهن بہ مورچو مٽائي نقل مڪاني
ڪري، ڪنهن ٻئي مناسب هنڌان وڃي جنگ جاري رکجي مهاڏو
اٽڪائجي. اهوئي حڪم آهي مٿي بيان ڪيل آيتن جو تہ خدا جي زمين
ڪا سوڙهي ڪانهي بلڪہ ڪشادي آهي جتي بہ رهو فرمانبرداري خدا
جي ڪرڻي آهي. باطل سان ٺاهہ نہ ڪبو، ان جو حڪم نہ مڃبو، اها
معنيٰ آهي فاياي فاعبدون جي يعني خاص منهنجي حڪمن تي هلو ۽ اڳين
آيت نمبر ٥٧ ۾ آهي تہ كل نفس ذائقة الموت ثم الينا ترجعون يعني
مرڻو تہ هر ڪنهن کي آهي ۽ موٽي وري سڀن کي مون الله جي طرف
اچڻو آهي ان ڪري موت کان ڊڄي باطل سان ٺاهہ نہ ڪريو. ويڙهہ تان
هٽ نہ کٽو. پڙهندڙ صاحبان غور فرمائين! قرآن حڪيم فرمائي ٿو تہ
منهنجي عبادت ڪرڻ ڪري ملڪ وطن ڇڏڻو پوي تہ پرواهہ نہ ڪجو.
لڙائي جاري رکجو. منهنجي زمين ڪشادي آهي. وري مٿين آيت ۾ فرمائي
ٿو تہ منهنجي عبادت يعني فرمانبرداري سبب جي موت اچي وڃي تہ ان
جي بہ پرواهہ نہ ڪجو، مرڻو هر ڪنهن کي آهي موت ڪا وڏي ڳالهہ
ڪانهي، انهن قرآني احڪامن کي جيڪي عبادت ڪري جلاوطني ۽

موت تائين عبادت گذار کي پوڄا ۽ سرانجام ڏيڻا پون ٿا. ڇا اها
موجوده نماز اهڙي ٿي سگهي ٿي جنهن سبب زماني جا ظالم ۽ جابر
ماڻهو انهيءَ نماز کان ڏڃي پڙهندڙن کي جلاوطني لاءِ مجبور ڪن. يا
موت جي منهن ۾ وجهي ڇڏين. ٽوٽي ڪٽي اهي نمازون گڏجي پڙهن
وڏن اجتماعن ۽ ميڙاڪن جي شڪل ۾ پڙهن. اهو هن ڪري جو
موجوده نماز احڪام خداوندي جي اطاعت ۽ فرمانبرداري جي عوض
پرستش ۽ پوڄا جي معنيٰ ۽ تشريح هيٺ اچي ٿي. الله تعاليٰ اهڙي پوڄا
۽ پذيرائيءَ کان بي نياز آهي ۽ عبادت. جنهن ڇا احڪام اسان ٻانهن
کي رب سائينءَ قرآن پاڪ ذريعي ڏنا آهن. اهي روزا هجن. حج هجي.
نماز هجي. جنهن جي تشريح قرآن واري نماز واري مضمون ۾ بيان
ڪيل آهي. صدقات هجن. "اقيموا الصلواة وآتوالزکوة "جا احڪام
هجن. يا ان کان سواءِ ٻيا به جيڪي احڪام عبادت لاءِ هجن انهن جي
معنيٰ مطلب تي غور ڪيو ته انهن جو اسان انسانن جي ڀلي سان ئي
تعلق هوندو. انهن سڀن عبادتن ۾ اسان مخلوق جوئي مفاد رکيل آهي.
الله جَل شانه اسان جي رڪوع سجدي ۽ نمازن کان بي نياز آهي. ان جي
حاڪميت ۽ خدائي اسان جي عبادتن جي محتاج ڪانهي. سورت زمر
جي آيت نمبر ۷ ۾ رب سائين فرمائي ٿو ته ان تڪفروا فان الله غني
عنڪم يعني جيڪڏهن اوهان الله جي نافرماني ڪندؤ ڪفر ڪندؤ ته الله
توهان کان بي پرواهه آهي اوهان پنهنجي ڪفر ۽ نافرماني سان ان جو
ڪجهه به ٻگاڙي نٿا سگهو هيءَ جدا ڳالهه آهي ته "ولايرضي لعباده
الڪفر" رب سائين پنهنجي ٻانهن لاءِ ڪفر کي پسند نٿو ڪري. جو ته
انهيءَ ۾ انهن ٻانهن جوئي نقصان آهي دنيا توڙي آخرت ۾. خدا جي
عبادت جي معنيٰ ۽ تشريح ته الله جي فرمانبرداري ۽ ان جي حڪمن تي
هلڻ جنهن جو سڌو سنئون فائدو اسان ٻانهن کي. اسان انسانن کي ئي
پهچندو. ان لاءِ رب سائين قرآن پاڪ ۾ هي رهنمائي فرمائي آهي ته
منهنجي عبادت يعني حڪمن تي عمل پيرا ٿيڻ ۽ احڪامن تي عمل
ڪرڻ لاءِ ضروري آهي ته اوهان کي پنهنجي آزاد مملڪت ۽ رياست به
هجي. جو ته جيڪڏهن اوهان جي آزاد حڪومت ۽ پنهنجي خودمختيار



رياست نه هوندي ۽ اوهان غلام هوندؤ. ٻين جي ماتحت هوندؤ. ته پوءِ
الله جي احڪامن. جن ۾ اوهان جو مفاد رکيل آهي ان تي باطل
حڪومت اوهان کي عمل ڪرڻ ڪانه ڏيندي. استحصالي حڪومت
اوهان کي غلام بنائي اوهان جي مفادن کان اوهان کي محروم ڪندي.
ان ڪري اوهان کي الله جي عبادت يعني اطاعت ۽ فرمانبرداري ڪرڻ لاءِ
آزاد حڪومت جو هجڻ به ضروري آهي. پڙهي ڏسو سورت نور آيت
نمبر ۵۵ وعدالله الذين آمنوا منڪم وعملوا الصالحات ليستخلفنهم في
الارض ڪما استخلف الذين من قبلهم وليمڪنن لهم دينهم الذي ارتضيٰ
الهم وليبد لنهم من بعد خوفهم امنا يعبد ونني لايشرڪون بي شيئا ومن
ڪفر بعد ذالڪ فاولائڪ هم الفاسقون○ يعني واعدو ڪيو آهي رب
پاڪ انهن ماڻهن سان جن توهان مان ايمان آندو ۽ عمل صالح ڪيا.
هن ڳالهه جو ته ضرور حڪومت ڏيندس انهن کي زمين ۾ جيئن انهن
کان اڳين کي حڪومت ڏني هئي ۽ اقتدار ڏياريندا سون انهن لاءِ انهن جي
دين (قانون) کي جيڪو رب سائين انهن لاءِ پسند فرمايو آهي ۽ انهن
جي خوف کي امن ۽ بي خوفيءَ ۾ مٽائي ڇڏيندا سون. هن لاءِ ته هو
(سڪون جي حالت ۾) منهنجي عبادت ڪن. يعني منهنجي اطاعت ڪن
۽ فرمانبرداري ڪن ۽ مون سان ڪنهن کي به شريڪ نه بنائين. يعني
مون کان سواءِ ڪنهن ٻئي جي حڪم تي نه هلن ۽ حاڪميت ۾ ڪنهن
ٻئي کي منهنجو شريڪ نه بنائين. جنهن انهيءَ کان پوءِ به يعني اقتدار
ڏيڻ کان پوءِ به ۽ آزاد حڪومت ڏيڻ کان پوءِ به ڪفر ڪيو. يعني
منهنجي اطاعت نه ڪيائون فرمانبرداري نه ڪيائون ته پوءِ اهي بيڇڙا
ڇٻا. پڙهندڙن جي خدمت ۾ اپيل آهي ته هن آيت سڳوري ۾ غور
فرمائين ته رب سائين فرمائي ٿو مومنن کي آزاد حڪومت ۽ اقتدار ڏيئي
خوف جو ماحول هٽائي ختم ڪري ان جي جاءِ تي امن ۽ سڪون جي
فضا قائم ڪري ڏيون ٿا. اهو سڀ هن لاءِ ته يعبد ونني. منهنجي عبادت
ڪن. معنيٰ منهنجي حڪمن تي هلن. منهنجي قانون تي هلن.
لايشرڪون بي شيئا ۽ منهنجي قانونن ۽ حڪمن جي مقابلي ۾ ڪنهن
ٻئي جا حڪم ۽ قانون نه هلائين. يعني حاڪميت ۾ مون سان ڪنهن

ٻئي کي شريڪ نہ بنائين، تہ هتي لفظ عبادت جو معنيٰ مطلب خلاصو
ثابت ٿيو الله جي حڪمن ۽ قانونن جي پيروي ۽ اطاعت انهيءَ سان
پوڄا ۽ پرستش جي معنيٰ ۽ تصور جو بلڪل انڪار ۽ رد ثابت ٿئي ٿو،
هاڻ هر قسم جي عبادت پوءِ اها صلواة جي عنوان سان هجي يا نماز
جي عنوان سان هجي اها عبادت جي طور ان وقت تسليم ڪئي ويندي،
قبول ڪئي ويندي، درست تسليم ڪئي ويندي جڏهن اها عبادت مٿين
آيت واري مفهوم سان مطابقت رکندي هوندي جيڪڏهن مطابقت نہ
رکندي تہ اها بہ پوڄا ۽ پرستش جي معنيٰ مان شمار ڪئي ويندي
جيڪا قرآني هدايتن جي خلاف آهي. ●

اريت من اتخذ الهه هواه افانت تکون عليه
وکيلا○ ام تحسب ان اکثر هم يسمعون او
يعقلون ان هم الا کالانعام بل هم اضل سبيلا
الفرقان ۴۳-۴۴

چا توکي خبر آهي انهي ماڻهوءَ جي جنهن پنهنجي
خواهش ۽ سڌن کي خدا ۽ معبود ڪري بڻائي ڇڏيو آهي،
ڇا تون اهڙي ماڻهوءَ جو وڪيل ٿيندين؟ انهن جي گهڻن
ماڻهن لاءِ سمجهين ٿو تہ اهي ٻڌن ۽ سمجهن ٿا پر اهي
تہ ڍورن وانگر آهن بلڪ انهن کان بہ وڌيڪ گمراهہ.

## قرآن وارو حج

حضرت محمد ﷺ جي رسالت ۽ نبوت سموري ڪائنات ۽ بني نوع
انسان لاءِ آهي، سورت اعراف جي آيت نمبر ۱۵۸ ۾ آهي قل يا
ايهاالناس اني رسول الله اليکم جميعا يعني اي پيغمبر تون چئو تہ اي
انسانو تحقيق آئون الله جي طرفان توهان سڀني ڏي رسول بڻجي آيو
آهيان. جاڻڻ گهرجي تہ بين الاقوامي رسول ۽ بين الانساني انقلاب آڻيندڙ
پيغمبر جو سياسي مرڪز ۽ هيڊ ڪواٽر بہ اهڙي طرح ذات انسان لاءِ
هوندو، بين الاقوامي هوندو، ان کي ڪنهن بہ گروهہ ۽ فرقي جي
اجاريداري کان آزاد رکيو آهي، اهو آهي مسجد الحرام مڪة المکرم
وارو ڪعبو ۽ قبلو، پر افسوس جو مسلمانن ان جي بين الاقواميت ۽ بين
الانساني حيثيت ختم ڪري، صرف پنهنجي لاءِ مخصوص بنائي ڇڏيو
آهي، اهو بہ صرف ايتري لاءِ جو ان جي طرف منهن ڪري نماز پڙهن
ٿا ۽ بس جڏهن تہ قبلي جي معنيٰ آهي سياسي مرڪز، جنهن ۾ انسان
ذات جي مسئلن کي حل ڪيو وڃي، مظلوم مقهور وطن کان بي وطن
ڪيل يا ڪنهن قوم کي سندن ئي وطن ۾ غلام بنايو ويو هجي، مطلب
هر قسم جي انساني اجتماعي الجهن کي سلجهائڻ ۽ حل ڪرڻ جو
مرڪز. هت پهريائين هي حقيقت چٽي ڪرڻ مناسب ٿيندي تہ مڪة
المکرم جو ڪعبو ۽ قبلو ذات انسان لاءِ آهي، صرف مسلمانن لاءِ
مخصوص ناهي، ان کان اڳ هي ڳالهہ سمجهڻ بہ ضروري آهي تہ قرآن
حڪيم ۾ جيڪي ٻن قسمن جا خطاب آهن هڪ يا ايهاالذين آمنوا ٻيو
يا ايهاالناس انهن مان پهريون صرف مسلمانن لاءِ آهي ۽ ٻيو يعني قرآن
۾ جتي بہ ناس جو لفظ ايندو تہ ان جي معنيٰ مفهوم هوندي ذات
انسان، پوءِ اهو ڪهڙي بہ دين ڌرم وارو هجي. تہ ڪعبة الله لاءِ قرآن
پاڪ جو تعارف پڙهي ڏسجي، سورت بقره جي آيت نمبر ۱۲۵ ۾

فرمان آهي تہ واذجعلنا البيت مثابة للناس وامنا. يعني اسان بيت الله کي ماڻهن جي وري وري اچڻ وڃڻ جو ماڳ بڻايوسين ۽ امن وارو هنڌ بڻايوسين. غور فرمايو تہ رب سائين هن آيت ۾ بيت الله جي مرڪزيت لاءِ ماڻهن جو، ناس جو، لفظ استعمال ڪيو آهي، نہ صرف مسلمانن يا مومنن جو. وري سورت آل عمران جي آيت نمبر ٩٦ ۾ فرمايائين تہ ان اول بيت وضع للناس للذي ببكة مباركا و هدي للعالمين يعني پهريون گهر جيڪو ٺاهيو ويو آهي ماڻهن لاءِ، اهو شهر مڪي وارو آهي ۽ جيڪو برڪت ۽ هدايت وارو آهي جهانن لاءِ هن آيت ۾ بہ غور ڪيو وڃي تہ وضع للناس يعني ماڻهن جو لفظ استعمال ڪيو ويو آهي. وري ساڳي سورت جي اڳين آيت نمبر ٩٧ ۾ رب پاڪ فرمائي ٿو تہ ولله علي الناس حج البيت من استطاع اليہ سبيلا يعني الله لاءِ ماڻهن تي لازم آهي تہ جيڪي حيثيت ۽ سگهہ وارا آهن، اهي بيت الله طرف حج لاءِ اچن. هتي بہ رب پاڪ پنهنجي ڪلام پاڪ ۾ حج لاءِ ذات انسان کي سڏيو آهي. جڏهن تہ اسان مسلمانن، حج کي صرف مسلمانن جي مخصوص عبادت ڪري سڏيو آهي ۽ بيت الله کي، مڪي شهر کي، عرفات ۽ مني حج وارين جاين کي بہ غير مسلمانن لاءِ ممنوع علائقو قرار ڏيئي ڇڏيو آهي. هتي حج بابت قرآن پاڪ جي ڇاٽايل تصور ۽ فلسفي متعلق مختصر گذارش ڪجي تہ آيت سڳوري جو مطلب سمجهڻ سولو ٿيندو. هونئن وڌيڪ تفصيل اڳتي قرآني آيتن جي روشني ۾ بيان ٿيندو. انهي باوجود مختصر گذارش ڪجي ٿي تہ الله سائينءَ حضور ﷺ کي پوري دنيا ۽ ذات انسان جي ڇوٽڪاري لاءِ انقلاب آڻيندڙ رسول ڪري موڪليو. اهڙي طرح رسول عليہ السلام جي قائم ڪيل حڪومت ۾ سندن حياتي ۾ ۽ وفات بعد ايندڙ جانشين خليفن وٽ، دنيا جي مظلومن ستايلن کي پنهنجي مخالف ظالمن مقابلن خلاف، انصاف وٺڻ جي ضرورت پوندي تہ حڪومت جي سپريم ڪونسل ۽ اعليٰ اٿارٽي، حج جي موقعي تي سڄي دنيا جي حاجتمند قومن ۽ فردن لاءِ جيڪا ڪلي ڪچهري عرفات تي قائم ڪندي، تہ اتي هرڪو اچي ۽ پنهنجي داد رسي ڪرائي. انهيءَ لاءِ قرآن حڪيم ۾ ذات انسان کي حج تي اچڻ جي دعوت ڏني آهي جو تہ



رعيت ۾ ستايل حاجتمند ڪير بہ ٿي سگهي ٿو. ڪهڙي بہ مذهب وارو ٿي سگهي ٿو. سورت حج جي آيت نمبر ٢٧ ۾ رب پاڪ حضرت ابراهيم عليہ السلام کي حڪم فرمائي ٿو تہ واذن في الناس بالحج يعني اي ابراهيم ذات انسان ۽ نوع انسان، معنيٰ سڀني انسانن کي حج تي اچڻ جو سڏ ڏي، پڙهو ڏي، منادي ڪر. هن آيت ۾ بہ رب سائين ناس جو لفظ حج تي اچڻ وارن لاءِ استعمال ڪيو آهي جنهن مان ثابت ٿئي ٿو تہ حج بيت الله عرفات ۽ مشعر الحرام جا ميڙاڪا، هڪ قسم جا بين الاقوامي سياسي ميڙاڪا آهن جتي هر انسان اچي ۽ پنهنجي حقن لاءِ اچي ڪيس پيش ڪري، فرياد ڪري، اها معنيٰ آئون پنهنجي طرفان ڪونہ ٿو ڪريان بلڪہ هن ئي سورت حج جي اڳين آيت نمبر ٢٨ ۾ الله عزوجل متين آيت واري حج لاءِ سڏ ڏيڻ منادي ڪرائڻ جي علت ۽ سبب بيان فرمايو آهي تہ ليشهد وا منافع لهم يعني ماڻهن کي سڏيو تہ حج تي اچن ۽ پنهنجي فائدن ۽ منافعن جي حاصلات روبرو ڏسن ۽ وصول ڪن، پنهنجو ڪيس پاڻ ڳائين، حاڪمن کان سامهون ويهي باز پرس ڪن. آئون هن مضمون جي موضوع کي ثابت ڪرڻ ۽ سمجهائڻ لاءِ بہ هڪ گذارش ڪندو هلان تہ حج جي ڪانفرنس ۾ مسئلن حل ڪرائڻ لاءِ قانون ۽ "لا" بہ قرآن حڪيم ڏسي ڇڏيو آهي، جنهن جي بنياد تي فيصلا ڪيا وڃن، ڪيس هلايا وڃن، پاليسيون جوڙيون وڃن. اهو آهي سورت بقره جي آيت نمبر ١٩٨ فاذا افضتم من عرفات فاذكرو الله عندالمشعر الحرام واذكروه كماهداكم وان كنتم من قبله لمن الضالين يعني جڏهن عرفات کان مزدلفي مني طرف موٽي اچو تہ الله کي ياد ڪريو. مشعر حرام يعني مزدلفي وٽ، اتي ذڪر الله ۽ الله جي ياد جو معنيٰ مطلب آهي الله جي قانون کي ياد ڪريو. هيٺ آيت نمبر ٢٠٠ ۾ آهي تہ الله جو ذڪر اهڙي نموني ڪريو جيئن اوهان پنهنجي ابن ڏاڏن جو ذڪر ڪندا آهيو، يا انهيءَ کان بہ وڌيڪ. ابن ڏاڏن جي ذڪر مان مطلب آهي تہ جيئن پنهنجي راڄوٽي فيصلن بابت گذريل دور جا مثال ڏيندا آهيو تہ اسان جي فلاڻي سردار اسان جي فلاڻي اڳواڻ وٽ اهڙو فيصلو آيو هو ڪيس آيو هو انهيءَ ان ۾ هي فيصلو ڪيو هو تہ اهڙي

استدلال طور جيڪي اوهان پنهنجن وڏن جا سردارن جا ابن ڏاڏن جي فيصلن جا مثال ڏيندا آهيو، اهڙي نموني يا انهيءَ کان به وڌيڪ. هاڻ اوهان قرآن جي قانون جا مثال ڏيو، قرآن مان استدلال وٺو، ايترو جو توهان جي ابن ڏاڏن جي حوالن ڏيڻ کان به وڌيڪ. توري چاڻ رکڻ وارن ماڻهن کي به چاڻ هوندي ته اڄ ڪلهه ڪورٽن ۾ جنهن انگريزي قانون تي فيصلا ڪيا وڃن ٿا اتي به وڪيل ۽ قانون جا عيوضي حوالا ڏيندا آهن ته فلاڻي لارڊ جو انهي معاملي ۾ ڪيس لا اندر هي فيصلو آهي فلاڻي جارج اهڙي ڪيس ۾ هي فيصلو ڏنو هو، وغيره وغيره ته رب سائين فرمائي ٿو ته هاڻي اڳتي ٻين لارڊن جارجن ۽ امامن جا خوالا ڏيڻ بند ڪريو، هاڻي مون الله جي قانون جا حوالا ڏيو چئو ته قرآن ان باري ۾ هي فيصلو ٿو ڏئي، مختصر هي ته مسلمان جڏهن حڪمران آهن ۽ حڪومت هيٺ مسلم غير مسلم سڀ شامل آهن ته اهڙن سڀن ماڻهن جي مسئلن حل ڪرڻ جي **ذميواري حڪمرانن** مٿان ايندي ۽ استدلال لاءِ حق وٺڻ لاءِ ڪوبه ماڻهو ڪير به هجي اهو چئي سگهي ٿو ته توهان حاڪم جڏهن رب الناس، ملڪ الناس، اله الناس، جا نمائندا آهيو، خليفته الله في الارض آهيو. ته اسان به ان رب ۽ اله جي مخلوق آهيون ۽ ان جي هن اعلان ته ومامن دا به في الارض الاعلي الله رزقها يعني زمين جي هر چرندڙ پرندڙ جي معاش جي ذميداري انهيءَ جي آهي، ان ڪري اسان کي به اسان جا حق ڏنا وڃن ان ڪري جو اسان به ساڳئي خلقڻهار جي مخلوق آهيون، انهيءَ فلسفي کي سمجهڻ لاءِ هي بنيادي حقيقت سمجهڻ ضروري آهي ته حج مسلمانن جي انقلابي حڪومت ۽ خلافت جي هڪ سالانه بين الاقوامي سياسي ڪانفرنس آهي، جيڪا ڪائنات جي اجتماعي مفادن ۽ مسئلن حل ڪرڻ لاءِ آهي، جنهن ۾ حڪومت کي سڀن قومن جون شڪايتون ۽ تجويزون ٻڌي ليشهدوا منافع لهم يعني خلق خدا جي فائدن وتان فيصلا ڪرڻا آهن پاليسيون ٺاهڻيون آهن. آئون قرآن حڪيم جي حج واري فلسفي کي پڙهندڙن کي سمجهائڻ لاءِ هي گذارش مناسب سمجهان ٿو ته رب سائين جو مسجد الحرام. ڪعبة الله، عرفات مشعرالحرام يعني مڪة المڪرمه کي قبلو بنائڻ مان مقصد، اڄ



جي اقوام متحده جي مرڪز نيو يارڪ وانگر بين الاقوامي سطح، انٽرنيشنل مرڪز طور، عالمي الجهاون کي حل ڪرڻ جو اجتماعي هيڊ ڪوارٽر ٺاهڻ جو حڪم ڪيو آهي. پر اسان اهو سڄو سارو مفهوم ۽ فلسفو وڃائي ضايع ڪري، سڄي حج جي ايڏي ساري ميڙاڪي واري ڪانفرنس کي اجتماعي ڪائناتي مسئلن حل ڪرڻ کان ان جو رخ موڙي بدلائي صرف شخصي انفرادي سوچ تي هيٺ لاهي آڻي رکيو آهي، ته عرفات تي حج ۾ پنهنجي گناهن بخشرائڻ لاءِ سڀ ماڻهو هتي اچي گڏ ٿيا آهيون، اهو ته هڪ طرح الله بابت عقيدو به غلط ٿو قائم ٿئي ته اهو اسان جي ملڪ ۽ ڳوٺ ۾ ڪونه هو جنهن کي ملڻ لاءِ حج جو سفر ۽ ڪشالو ڪيو اٿئون. يعني اهڙي ڳالهه لاءِ رب سائين جيڪو سمجهايو هو ته نحن اقرب اليه من حبل الوريد يعني اسان ٻانهي کي سندس ساهه ڪٽڻ واري رڳ کان به وڌيڪ ويجها آهيون ۽ ادعوني استجب لڪم يعني مون کي سڏ ڪيو ته آئون اوهان کي جواب ڏيان اوهان جو سڏ ورنايان. امن يجيب المضطر اذا دعاه ويڪشف السوء ويجعلڪم خلفاء الارض ء آ الله مع الله يعني مون الله کان سواءِ ڪير آهي جيڪو پريشان حال ماڻهو جي دعا جو. پڪار جو سڏ ورنائي ۽ مصيبت کي هٽائي ته رب سائين جي ٻانهن سان هر وقت هر هنڌ گڏ هجڻ ۽ ان جي سڏ پڪار دعائن کي ٻڌڻ ۽ سڏ ورنائڻ کان پوءِ به حج جهڙي اجتماعي سياسي سالانه ميڙ کي عالمي مسئلن حل ڪرڻ بدران، اهڙين شخصي سوچن ۽ لاڙن ڏي ڦيري ڇڏيو اٿن. جيڪي ڳالهيون هر هنڌ ۽ سندن ڳوٺ به ٿي سگهيون پئي، مڪته المڪرمه جي سياسي مرڪزيت ۽ خلافت اسلاميه کي مسلمان قائم رکي نه سگهيا، جيڪا هو مڪي کان ڦيرائي نيو يارڪ منتقل ڪري ويا مسلمان عيسائين کان انهيءَ ڳالهه ۾ شڪست کائي ويا، جڏهن ته مڪو نيو يارڪ کان شڪست کائي ويو. انالله وانااليه راجعون اجا وري عالمي سامراج جي دانشورن سوچيو ته مسلمانن وٽ قرآن انقلابي ڪتاب موجود آهي. جيڪو انٽرنيشنل پاليٽيڪس لاءِ مڪي کي سياسي مرڪز طور، مسلمانن کي احساس ڏياريندو، شعور ڏياريندو ۽ اسان اولهه وارن جي استحصالي معاشي

پاليسين خلاف ٻڌائيندو ته يوم يقوم الناس لرب العالمين يعني اهو انقلاب اچڻ وارو آهي جنهن ڏينهن پوري انسانيت، جهانن جي مخلوق جي ربوبيت ۽ پالڻ لاءِ استحصالي طاقتن خلاف اٿي بيهي اپري پوي. مکو جيئن ته جاگرافي جي لحاظ سان دنيا جو مرڪز ۽ وچ آهي ان ڪري قرآن وارا اولهه ۽ اوير جي ستايل ۽ ڦريل ماڻهن کي سجاڳ ڪري وري مکي کي سياسي مرڪز بنائڻ ۾ ڪامياب نه ٿي وڃن. جنهن طرف علامه اقبال جو ذهن به ويو هو ته جو راز قل العفو مين پوشيده هي ابتک - اس دور مين شايد وه حقيقت هو نمودار يعني سرمائيدارانه ۽ جاگيردارانه معاشي نظام غلط آهن ڪمائي مان ضرورت مطابق ڪٽڻ ۽ خرچ ڪرڻ جي اجازت آهي دولت ذخيرو ڪرڻ جي اجازت ناهي، ضرورت کان مٿي سڀ شيءِ حاجتمندن کي ڏيئي ڇڏيو، يا بيت المال کي ڏيئي ڇڏيو، ان ڪري مغربي استحصالي سرمائيدارن، مسلمانن اندر تبليغي جماعت نالي سان هڪ تنظيم ۽ گينگ ناهي آهي جنهن ۾ ثوابن ڪمائڻ جي انگن اکرن جو ڪاروباري ذهنيت مطابق گورک فلسفو جوڙيو ويو آهي. جنهن مطابق جماعت جا ماڻهو روزانو پيا لکين ڪروڙين ثواب وصول ڪن. انهي جماعت جي خاص ڳالهه هي آهي ته ماڻهن کي قرآن جي ترجمي ۽ تفسير سان پڙهڻ کان چالاڪيءَ جي طريقن سان روڪيندا آهن ۽ چوندا آهن اسان کان قرآن جي معنيٰ ۽ مطلب ڪڍڻ ۾ غلطي ٿي ويندي، ان ڪري خدا جا ڏوهي ٿي پونداسين، سو صرف بزرگن جو تيار ڪيل تبليغي نصاب پڙهندا رهون ۽ بس ۽ هِن جو تبليغي مرڪز انگريزن جي وفادار قوم پنجابين جي شهر لاهور جي جڙوان بستي رائيونڊ ۾ آهي، عالمي سرمائيدار هن ڳالهه کان ڊڄن ٿا ته مکي ۽ عرفات جي سالانه ميڙاڪي کي توڙي ڪٽي سياسي مقصدن کان ڦيرائي هو شخصي ۽ ذاتي غرضن وارين دعائن ۾ محدود ڪرڻ ۾ هو ڪامياب ويا آهن. پر متان مسلمان قرآن کي غور ۽ فڪر سان پڙهن ۽ وليطو فو ابالبيت العتيق جي اصلي معنيٰ ته غلام بنايل فردن ۽ قومن کي آزادي ڏياريندڙ مرڪزبيت الله جا طائف يعني چوبدار ۽ پهريدار بنجي وڃو، واري معنيٰ سان هو انهن سرمائيدارن جي معاشي طور غلام بنايل



ماڻهن ۽ قومن کي بغاوت لاءِ نه تيار ڪري وٺن. سو مکي ۽ عرفات جي ميڙاڪن کان توڙي جو هو پنهنجي معنويت ۽ قرآني حڪمت تي قائم ناهن رهيا، تڏهن به عالمي سامراج ڊڄي ٿو ته ڪٿي ڪي قرآني فلسفي جا ڄاڻو عرفات ۾ ذاتي غرض وارين دعائن لاءِ ڪڇنڊڙ خالي ۽ سڪٽن هٿن ۾ رائفلون ۽ راڪيٽ نه ڏيئي ڇڏين، ان ڪري اهي ذاتي غرضن ۽ مقصدن پوري ڪرڻ واريون دعائون به مکي ۽ عرفات بدران لاهور ۽ رائيونڊ ۾گهريون وڃن. جنهن ۾ مکي جهڙو وڏو ساليانو اجتماع به ڪيو وڃي، ڇو ته لاهور وارن جا جوان، سدائين يورپي سرمائيدارن جي فوج جا ساٿي رهيا آهن. لٽي لاباري جي انهن رائفلون ڪنيون به سهي ته يا هندستان وارن کي ماريندا يا سنڌين ۽ ٻين بنگالين جهڙين ڪمزور قومن کي ماريندا. يا جن لاءِ انهن کي نيو يارڪ جا يهودي سيٺيون حڪم ڏيندا يا وري رائيونڊ جي دعا لاءِ گهرايل ساليانى ميڙاڪي کي، مکي ۽ عرفات جي حج واري ميڙاڪي سان بليڪ ميلنگ ۽ بارگيننگ طور عربن ۽ سعودي مملڪت جي نڪ ۾ نوڙي طور استعمال ڪندا رهندا. اهوئي سبب آهي جو اڻ اعلانيه طور ۽ غير قانوني طور، سرڪاري ملازمن کي تبليغي جماعت سان چاليهن ڏينهن يا ان کان به وڌيڪ وقت ڏيڻ جي موڪل ڏني وڃي ٿي ۽ رائيونڊ جي هر ساليانه ميڙاڪي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ ملڪ و هر سربراهه حاضري ڀرائي ٿو. رائيونڊ جي اداري جو تبليغي نصاب ۽ ڪورس قرآن جي فلسفي ادعوا علي بصيرة اناومن اتبعني کي ڪاٽڻ لاءِ آهي، جنهن جو خلاصو هي آهي ته آئون رسول الله ۽ منهنجا تابعدار ۽ پوئلڳ جنهن به فڪر ۽ نظريي جي دعوت ڏيون ٿا، اها شعور دانش ۽ بصيرت جي ڳالهين تي مبني هوندي، جڏهن ته رائيونڊين جي تبليغي نصاب جا نمائندا چوندا آهن ته اسان سان چاليهه ڏينهن سفر ۾ تبليغ ڪرڻ هلو پويان توهان جو گهر ٻار الله سنڀاليندو ۽ اسان سان گڏ جيڪي نمازون پڙهندو ته هڪ هڪ نماز پڙهڻ سان اٺونجاهه ڪروڙ نمازن جو ثواب ملندو. جڏهن ته قرآن حڪيم ۾ رزق جي عطا لاءِ ته بغير حساب جو فرمان آهي باقي ٻين نيڪين جي اجوري بابت ٻيڻ ۽ ڏهوڻ جا الفاظ آيا آهن. باقي تبليغي

جماعت وارا جيڪو لکن ۽ ڪروڙن جي ثوابن جي ڏٿي تي پيا ماڻهن
کي گهرن کان بي گهر بنائين، اهي سڀ غير قرآني انگ اکر آهن، مون
کي محمد شاهه امروٽيءَ چيو ته مون وٽ ڪوڙ سارين عورتن جون
دانهون فريادون پهتيون ته انهن جي مڙسن کي تبليغ تي وڃڻ کان
روڪيو، يا اسان کي طلاقون وٺي ڏيو، مطلب انهيءَ ڳالهه جو هي آهي
ته رائيونڊي گروهه وارن جي دعوت سراسر قرآن جي حڪمت خلاف
آهي. قرآن سرمائيدارن جي هڪ هٽي ۽ اجاريداري خلاف فڪر جي
آزادي کي قائم رکڻ لاءِ ۽ ڦرلٽ جي استحصالي نظام ۽ ماڻهن کي غلام
بنائڻ خلاف دشمن سان لڙڻ ۽ جنگ ڪرڻ جو حڪم ڏيئي ٿو، ۽
تبليغي جماعت جو نصاب مصائب صحابه نالي ڪتاب ڄاهي ماڻهن کي اهو
سيکارن ٿا ته مار کيئن کائجي عذاب ۽ اذيتون برداشت ڪجن ته
ثواب ٿيندو اهي پنهنجي نصاب ۾ ڪٿي به ڪونه ٿا هن ڳالهه جي
ترغيب ڏين ته سرمائيدارن ۽ جاگيردارن جيْ غلط استحصالي حڪومتن
خلاف منظم ٿي جنگ ڪجي، ڦريلن ۽ ستايل پورهيتن کي گڏ ڪري
انهن جي تنظيم ڄاهي جنگ ڪجي، جڏهن ته الله جا سڀ نبي ائين ڪندا
هئا ۽ انهن جي اهڙي تبليغ جي مخالفت به انهن جي، زماني جي
سرمائيدارن ڪئي، جن کي قرآن ۾ مترفين سڏيو ويو آهي. پڙهي ڏسو
سورت سبا آيت نمبر ۳۴ وما ارسلنا في قرية من نذير الاقال مترفو ها انا
بما ارسلتم به ڪافرون يعني جنهن به علائقي ۾ اسان پنهنجو نبي
موڪليو ته اتاهون جي اميرن سرمائيدارن انهن نبين جو انڪار ڪيو، هتي
ته تبليغي جماعت هلي ئي سرمائيدارن ۽ مل مالڪن جي پئسي تي ٿي
مون سان سائين جي ايم سيد ڳالهه ڪئي هئي ته انگريزن شيخ الهند
جي، انگريز دشمن تحريڪ کي روڪڻ ۽ بند ڪرڻ لاءِ مولانا الياس
کان تبليغي جماعت ٺهرائي دهلي جي نظام الدين اولياء جي مسجد ۾
مرڪز قائم ڪرايو ۽ ان لاءِ شروعات طور ٻه لک روپيا ڪيس ڏنا هئا.
آئون هتي موضوع کان ذرا هٽي جملي معترضي طور انگريز سياست جي
سياسي رشوتن جو ذڪر ڪرڻ مناسب سمجهان ٿو، جمعيت علماء هند
جي انگريز دشمن تحريڪ کي عامة الناس ۾ خوار ڪرڻ لاءِ مولانا



احمد رضا خان بريلوي کي فائيو اسٽار ٽي اي ڊي اي ڏيئي سعودي جي
عالمن کان ڪفر جون فتوائون وٺڻ لاءِ انگريز سرڪار سعودي موڪليو
هو ته وڃي اتاهون اهڙيون فتوائون وٺي به آيو ان جو تفصيل پڙهي
ڏسندا ڪتاب الشهاب الثاقب ۾ تصنيف ڪيل آهي مولانا حسين احمد
مدني جو. ولي خان پختون ليڊر جو ڪتاب هن وقت مارڪيٽ ۾ موجود
آهي جنهن جو نالو آهي "حقائق خقائق هين" انهي ڪتاب ۾ انگريز
سرڪار هندستان ۾ پنهنجي اقتدار جي زماني ۾ جيڪي سياسي
خريداريون ڪيون هيون اهي هاڻ ظاهر ڪيون اٿن. ولي خان صاحب
لکي ٿو ته جن ٻين قومن جي عالمن کي انگريزن خريد ڪيو ۽ انهن جا
نالا ۽ اگهه به ظاهر ڪيا آهن، آئون پنهنجي ڪتاب ۾ اهي نالا ڪونه ٿو
لکان صرف پنهنجي قوم پختون جي وڪاڻل عالمن جا نالا ۽ ريٽ لکان
ٿو، مختصر عرض ته اٺن روپين ماهوار کان وٺي ڏهه ٻارهن سورهن روپيه
ماهوار وڪامڻ جي پگهار چاڙهائي اٿس، اسان جي دوست مولانا خان
محمد نوحاڻي صاحب جن وٽ، جيڪو حال حيات آهي نئيگ ضلعي دادو
جو ويٺل آهي وٽ هن حقيقت جو حوالو موجود آهي ته انگريزن شيخ
الهند جي تحريڪ کي ناڪام بنائڻ لاءِ سندس ئي شاگرد مولانا شبير
احمد عثماني کي خريد ڪري ان کان جمعيت علماء هند جي مقابلي ۾
جمعيت علماء اسلام ٺهرائي هئي ۽ ان کي نظام دڪن جي معرفت ماهوار
پنج سئو روپيه ڏيندا هئا ۽ خود ديوبند جي مهتمم مولانا محمد احمد
صاحب جيڪو مدرسي جي باني مولانا محمد قاسم نانوتوي جو پٽ هو
کي انگريزن حضرت شيخ الهند جي انگريز دشمن تحريڪ کي ناڪام
بنائڻ لاءِ شمس العلماء جو لقب ڏنو هو ۽ انهي اعزاز جي آڙ ۾ ڪجهه
مالي وظيفو ۽ زرعي زمين به تحفي ۾ شامل هئي، خلافت ترڪيه جي
وزيرن ۽ مختلف حاڪمن سان حضرت شيخ الهند هندستان ۾ جنهن
بغاوت جو منصوبو جوڙيو هو ۽ انهن سان ملڻ لاءِ حج جو بهانو ڪري
شيخ الهند صاحب، مڪي شريف ويو ته انهي سڄي منصوبي جي چغلي
مولانا اشرف علي ٿانوي جي معرفت انگريزن کي پهتي جنهن سبب ان
بغاوت کي ناڪام ڪرڻ لاءِ انگريزن مڪي جي گورنر شريف کان

ترڪ حڪومت خلاف بغاوت ڪرائي ۽ ان جي هٿان شيخ الهند کي
مڪي ۾ ئي گرفتار ڪرايو ۽ مولانا اشرف علي کي ڇا ڏنائون ڇا نه
ڏنائون انهيءَ جو ته گهڻو تفصيل آهي پر مختصر هي ته ان جو پاءُ سي
آئي ڊي پوليس ۾ انسپيڪٽر هو. ان کي ترقي ڏيئي ڊي ايس پي
ڪيائون. انهن خريدارين جي حوالي لاءِ پڙهي ڏسندا ڪتاب افادات
ملفوظات امام انقلاب عبيدالله سنڌي، هي ڪتاب جوڙيل آهي پروفيسر
سرور اڳوڻو استاد جامعه مليه دهلي جو. آئون هن جملي معترضي کي اتي
پورو ڪري تبليغ بابت قرآن حڪيم جي رهنمائي ۾ ڪجهه اکر عرض
ڪيان ٿو، ڄاڻ گهرجي ته مولانا الياس صاحب يا ان جي پٽ مولانا
يوسف صاحب يا مولانا ذڪريا صاحب يا منهنجي استاد مولانا عاشق
الاهي بلند شهري صاحب، جن جيڪو تبليغي نصاب جوڙيو آهي. اهو
سمورو ضعيف ۽ موضوع حديثن مان ناهيو اٿن. ان ڪري اسان کي هر
ڳالهه وانگر تبليغ جهڙي تمام اهم ۽ وڏي مسئلي لاءِ قرآن حڪيم کان
رهنمائي وٺڻ گهرجي. ته اهو فريضو ڪيئن سرانجام ڏجي سورت ق
جي آخري آيت ۾ رب تعاليٰ حڪم فرمائي ٿو ته فذ ڪر بالقرآن من
يخاف وعيد يعني اي نبي تون قرآن جي ذريعي نصيحت ڪر انهن کي
جيڪي وعيد ۽ تنبيهه کان ڊڄن، پر هتي رائيونڊي تبليغي ته قرآن کان
وٺون ڀيا پري وڃن. سورت انعام جي آيت نمبر ۱۹ ۾ فرمان آهي ته
واوحي الي هذ القرآن لانذرڪم به ومن بلغ يعني وحي ڪيو ويو آهي مون
ڏي هي قرآن ته انهيءَ سان ڊيڄاريان اوهان کي ۽ انهن کي جن تائين
پهچي سگهي ڏسو ڪيڏو نه چٽي نموني سمجهايو ويو آهي ته قرآن جي
ذريعي پنهنجي ڳالهه ماڻهن تائين پهچايو خدا ڪري تبليغي جماعت وارا
پنهنجو تبليغي نصاب قرآن کي قرار ڏين سورت ابراهيم ۾ رب تعاليٰ
انساني سڌاري جون تمام حڪمت ڀريون ڳالهيون هدايتون نصيحتون
بيان ڪري اخير ۾ فرمائي ٿو ته هذا بلاغ للناس ولينذروابه يعني تبليغ
جي طور ڪرڻ واريون هي ڳالهيون ته آهن. انهن ڳالهين سان ته ماڻهن
کي ڊيڄاريو. غور ڪيو وڃي ته ڪيئن نه قرآن حڪيم تبليغ لاءِ نصاب
ڏسي رهيو آهي. سليس مقرر ڪري رهيو آهي. مون کي يقين آهي ته



تبليغي جماعت ۾ جيڪي مخلص ماڻهو هوندا ۽ بنا ڳجهي ڳهار جي
پنهنجي خرچ تي تبليغ جا شائقين هوندا اهي قرآن کي تبليغ جي نصاب
لاءِ قبول ڪندا سي گهڻو ڪري جونيئر تبليغي تي سگهندا باقي جيڪي
سينيئر ٿي ويا آهن ۽ برين واش ٿي ويا هوندا. ته الله کي وڏي طاقت
آهي نه ته خطرو آهي ته ختم الله عليٰ قلوبهم نه ٿي ويا هجن. چو ته
۱۹۶۵ع ۾ آئون تبليغي جماعت سان عقيدت جي طور رائيونڊ ويو
هئس، مون کي ته اتي رهڻ جو شوق هو. پر انهن اصل رهڻ نه ڏنو ٽن
ڏينهن لاءِ ڪاڏي ٻاهر ڳوٺن ۾ موڪلي ڇڏيائون. سو تعليم جي
سلسلي ۾ مون کي ٻه ڪتاب پڙهڻ لاءِ چيو ويو. آئون ان نصابي ڪتاب
جي بيان جي مناسبت سان ڪا قرآن پاڪ جي آيت پيو پڙهان ته جيئن
مسئلو بهتر نموني پڪو ڪري سمجهائجي، ته اسان جو جيڪو امير
صاحب هو، اهو يڪدم روڪي پيو ته قرآن منجهان ڪجهه به نه پڙهو
بس جيڪو ان ڪتاب ۾ لکيل آهي صرف اهو پڙهو. سورت مريم جي
آيت نمبر ۹۷ ۾ آهي ته فانما يسرناه بلسا نڪ لتبشربه المتقين وتنذربه
قوما لدا يعني اي پيغمبر اسان هن ڪتاب قرآن کي تنهنجي ٻوليءَ ۾
سولو بنايو آهي. جنهن سان تون فرمانبردارن کي خوشخبري ڏين ۽
ضدي قسم جي جهڳڙالو ماڻهن کي ڊيڄاري به سگهين. سو آئون اميد
ڀانيان ٿو ته تبليغي جماعت وارا قرآن حڪيم کي نصاب طور قبول ڪرڻ
سولو ۽ سليس تسليم ڪندا ۽ پنهنجي تبليغي وفدن کي اڄ کان پوءِ
يعني منهنجي هن گذارش ۽ درخواست کان پوءِ قرآن حڪيم جي
ترجمي پڙهڻ کي، تعليم ۽ بيانن جو ذريعو بنائيندا ۽ جيئن هن کان اڳ
مولانا ذڪريا صاحب جهڙن ماڻهن جي جوڙيل نصاب واري ڪتاب مان
تعليم ڏيڻ مهل قرآن پڙهڻ تي بندش وجهندا آهن. هاڻي قرآن جي
ترجمي کي نصاب بنائڻ کان پوءِ ٻين ڪتابن جي تعليم تي بندش
وجهندا ۽ "قوما لدا" جو مصداق نه بڻبا. يعني منهنجي هن التجا ۽
درخواست کي قبول ڪندا ۽ جهڳڙو نه ڪندا. سورت انبياء جي آيت
نمبر ۴۵ ۾ آهي ته قل انما انذرڪم بالوحي ولايسمع الصم الدعاء
اذامايندرون يعني اي رسول تون چئو ته حقيقت هي آهي ته آئون اوهان

ڪي ڏيکاريان ٿو وحي جي ذريعي ۽ پوڙي ماڻهو ڪي سڏ ڪبو ته ان ڪي ڏيکارجي ته اهو پڌندو ئي ڪونه. هنن آيتن ۾ غور ڪيو وڃي ته رسول جهڙي حڪيم شخصيت، عالم فاضل شخصيت، ڪي به قرآن پابند بنائي ٿو ته تون جيڪا تبليغ ڪرين ته اها وحي سان هجڻ گهرجي، پوءِ پڌايو ته رسول کان مٿي ڪنهن جي علميت ۽ دانائي آهي جيڪو وحي جي رهنمائيءَ کان سواءِ پنهنجي علميت تي تبليغ جو نصاب ٺاهي، ماڻهن کي خدا ڏي سڏي، تبليغي جماعت جي جاري ڪيل نصابي ڪتابن تي غور ڪبو ته انهن ۾ نهي عن المنڪر ۽ انذ اربالوحي يعني بدڪارين کان قرآني احڪامن جي روشني ۾ روڪڻ ۽ ماڻهن کي وحي جي روشني ۾ بداعمالين کان ڏيکارڻ جي ڪابه ڳالهه ڪانهي، انهيءَ موضوع تي تبليغي نصاب ۾ بيان ڪيل ڳالهيون سراسر غير قرآني آهن، جن تي تمام وڏي پيماني تي تنقيد لکي سگهجي ٿي، هن شرط سان ته تبليغي جماعت وارا ماڻهن کي پنهنجي مروج طريقي مطابق گهرن مان ڪڍڻ بند ڪن، انهيءَ بدران گهر ويٺي ماڻهن تائين تبليغي لٽريچر پهچائين، لٽريچر جي پوري تياري قرآن حڪيم جي روشني ۾ جوڙڻ جي ذميواري آئون ٿو کڻان، جيڪڏهن ڪير اڳئين نصاب لاءِ هرويرو ضد ڪري ۽ چوي ته اهو هجي ۽ ٻيو ڪجهه به نه ته آئون ان جي خدمت ۾ هي عرض ڪريان ٿو ته سورت اعراف ۾ رب سائين آيت نمبر ٣ ۾ فرمائي ٿو ته اتبعواما انزل اليڪم ولاتتبعوامن دونه اولياء يعني تابعداري ڪيو انهيءَ شيءِ جي جيڪا نازل ڪئي وڃي ٿي اوهان جي طرف ۽ نه تابعداري ڪيو انهيءَ کان سواءِ ڪنهن ٻئي جي دوست يعني خير خواهه سمجهي ماڻهن کي تبليغي جماعت وارا جيڪو گهرن کان ڪڍي سندن ڪم ڪار عيال لاءِ ۽ سندن ذات لاءِ پورهيي ۽ روزگار کان محروم ڪن ٿا، بلڪه سندن ڪمايل موڙي به خرچ ڪرائي فضول خرچ ڪرائن ٿا الله سائين قرآن حڪيم ۾گهران نڪري جنهن سير سياحت ڪرڻ جو حڪم فرمايو آهي، اهو هن لاءِ آهي ته قد خلت من قبلڪم سنن فسيروافي الارض فانظروا ڪيف ڪان عاقبة المڪذبين سورت آل عمران آيت ١٣٧ يعني توهان کان اڳي ڪيتريون ئي تهذيبون گذري چڪيون آهن پوءِ اوهان زمين ۾



سير ڪري ڏسو ته اسان جي پروگرام ڪي ڪوڙو ڪوٺيندڙن جو ڪهڙو نه انجام ٿيو، وري سورت انعام جي آيت نمبر ١١ ۾ رب سائين فرمائي ٿو ته قل سيروافي الارض ثم انظروا ڪيف ڪان عاقبته المڪذبين يعني اي پيغمبر تون ماڻهن کي چئو ته سير ڪريو زمين ۾ پوءِ ڏسو ته جن لاءِ رب سائين فرمائي ٿو ته انا دمرناهم وقومهم اجمعين فتلڪ بيوتهم خاويه اسان برباد ڪري ڇڏيوسين انهن کي ۽ انهن جي قوم کي پوءِ اهي پيون اٿوَ انهن جون اجڙيل وسنديون ۽ گهر. سورت نمل آيت ٥٢ قرآن پاڪ جا اهي اشارا علم تاريخ ۽ آرڪيالاجي طرف رهنمائي ڪن ٿا ته سياحت ڪريو، دنيا جو سير ڪريو، ۽ آثار قديمه مان عبرت حاصل ڪريو، آئون چاهيان ٿو ته اسلام جي تبليغي نصاب ۾ تاريخ ۽ آثار قديمه کي وڏي جاءِ ڏيڻ گهرجي، پر سڌو سنئون اهو طئه ڪجي ته تبليغي نصاب ٺهيل جڙيل قرآن حڪيم جي شڪل ۾ موجود آهي، جو نه ان کي گهر گهر پهچائڻ ۽ هڪ هڪ فرد تائين پڙهائڻ ۽ سمجهائڻ جا شهر شهر ڳوٺ ڳوٺ محلي محلي ۾ ڪلاس قائم ڪجن، اسٽڊي سرڪل قائم ڪجن، لائبرريون قائم ڪجن، پنهنجي مسجدن کان اهو ڪم وٺجي، انهن کي علم ۽ دانش جو مرڪز بنائي ڇڏجي ۽ ماڻهن کي چلن جي بهاني گهرن مان ڪڍي ٻاهر موڪلڻ بدران، اتي جو اتي انهن کي تبليغ ڪجي، باقي جيڪڏهن ڪير قرآن کي پنهنجي لاءِ نصاب ۽ سليبس طور قبول نه ڪندو ۽ ان جي بدلي ۾ ڪنهن ٻئي علم ۽ فلاسافي لاءِ ضد ڪندو، ته اها ڳالهه مڪي جي مشرڪن به نبي ﷺ جن کي چئي هئي ته ائت بقرآن غير هذا اوبدله يعني هن قرآن کان سواءِ ڪو ٻيو ڪتاب آڻيو يا انهي کي بدلايو ته جواب ۾ حضور ﷺ جن فرمائين ته مايڪون لي ان ابدله من تلقاء نفسي ان اتبع الامايوحي الي يعني مون کي ڪوبه اختيار ڪونهي جو انهيءَ قرآن کي پنهنجي طرفان بدلائي سگهان مون کي هن کان سواءِ ڪوبه اختيار ڪونهي، آئون صرف پاڻ ڏي وحي ڪيل ڪلام جي تابعداري ڪرڻ جو پابند آهيان اڳتي آهي ته اني اخاف ان عصيت ربي عذاب يوم عظيم يعني آئون ڊڄان ٿو ته جيڪڏهن وحي ڪيل ڪلام الاهي کي مون

بدلايو ته قيامت ڏينهن وڏو عذاب ٿيندو (سورت يونس آيت نمبر ١٥)
منهنجي خيال ۾ تبليغي نصاب مقرر ڪرڻ لاءِ قرآن حڪيم جو مؤقف
تمام چٽو ۽ پڌرو معلوم ٿي ويو، هاڻ تبليغي جماعت جي اڳواڻن کي
گهرجي ته قرآن حڪيم جي ترجمي کي جتي ڪٿي پهچائي ان جا
جابجا ڪلاس ڪولرائن، قائم ڪن، جيڪڏهن انهيءَ لاءِ هو تيار ناهن
ته گهٽ ۾گهٽ هي حقيقت سمجهي ڇڏين ته سندن موجوده تبليغي
نصاب کي قرآن پاڪ قبول ڪرڻ لاءِ تيار ناهي، باقي قرآن پاڪ لاءِ اهو
چوڻ ته اهو پڙهڻ سمجهڻ سمجهائڻ ڏکيو آهي اهو سراسر غلط آهي
خود قرآن پاڪ انهيءَ لاءِ فرمائي ٿو ته ولقديسرنا القرآن للذكر فهل
من مدكر پڙهي ڏسو سورت قمر آيت ١٧-٢٢-٣٢-٤٠ يعني اسان
آسان ڪري قرآن کي سمجهڻ لاءِ موڪليو آهي. آهي ڪو جو پرائي، ته
رب سائين سورت مائده جي آيت نمبر ٧٥ ۾ بيان فرمائي ٿو ته انظر
كيف نبين لهم الآيات ثم انظراني يؤ فكون يعني ڏس ته ڪيئن نه کولي
بيان ڪيون ٿا ماڻهن لاءِ آيتن کي، پوءِ به ڏس ته ڪاڏي ٿا ٿيڪندا
وتن، پوري قرآن مجيد ۾ رب سائين هڪ سئو نوي ڀيرا هن هڪڙي
ڳالهه کي بار بار دهرائي ۽ ورائي ورائي بڌايو آهي ته ڏسو ته ڪيئن نه
اسان پنهنجي ڪتاب کي کولي کولي بيان ڪيون ٿا ته ماڻهو ان کي
سمجهي سگهن، سو اها پروپيگنڊه ڪرڻ ته قرآن مشڪل ڪتاب آهي
اها دشمنن جي سازش آهي، هن گذارشن کان پوءِ آئون مكة المكرمه ۾
حج جي مفهوم کي اچا وڏيڪ کولي پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض
ڪيان ٿو، ته ان لاءِ هڪڙي هي گذارش ضروري سمجهان ٿو ته قرآن
حڪيم کي سمجهڻ لاءِ هي ضروري آهي ته هن ڪتاب بابت پنهنجي
ڄاڻ درست رکجي، اهو هن ڪري جو عام ماڻهو قرآن کي هن خيال
سان پڙهن ۽ ڏسن ٿا ته هي ڪتاب منهنجي ملڪيت ڪيئن وڌائيندو،
منهنجي شخصي ۽ انفرادي اقتدار ۽ دولت جي واڌاري جو ذريعو ڪيئن
بڻبو، پوءِ جڏهن انهيءَ مقصد کي ماڻي نٿو سگهي ته پوءِ هو هن ڪتاب
جي سڪڻ الفاظن کي طوطي وانگر رٽڻ ۽ بنا سمجهڻ جي پڙهڻ کي
ثواب جو ذريعو سمجهي ٿو. اچا وڏيڪ هي به ته قرآن کي تعويذ ڦيٽي



۽ منتر لاءِ هڪ ڪتاب تصور ڪري ٿو، اهو ان ٽوٽي ڦيٽي جي شڪل ۾
منهنجا ڪم ڪندو، ڪيس ڪٽرائيندو، مال ملڪيت وڌرائيندو ۽ اقتدار
ڏياريندو، جيئن ته حقيقت هي آهي ته قرآن ڪائناتي ڪتاب آهي نوع
انسان لاءِ سين ماڻهن جي ڀلائي عزت خوشحالي امن صلح ۽ هر قسم
جي ترقي ڏيارڻ وارو ڪتاب آهي هن ڪتاب ۾ اجتماعي معاشرن
حڪومتن ناهڻ ۽ قومن جي پاڙ ۾ شيرزاه بندين سان رهڻ جا قانون
بيان ڪيل آهن، ان ۾ گڏيل ۽ انفرادي سڌارن جا به قانون ڏسيل آهن.
پر قرآن حڪيم جنهن ڳالهه ڏي گهڻو توجه ڇڪايو آهي، اهو آهي ته
اجتماعيت سڌاريو، پنهنجي ميڙن جا قانون درست رکو، حڪومتن جا
قانون نوع انسان جي ترقي ۽ ذات انسان جي خوشحالي لاءِ برابري ۽
هڪجهڙائي جي اصولن تي جوڙيو قرآن حڪيم پوري انسانيت جي
نشونما ۽ پرورش لاءِ اجتماعي قانون ڏسيا آهن. جنهن جو تمام وڏو
تفصيل آهي جنهن کي جيڪڏهن هڪ عنوان ۾ آڻجي ته اهو آهي اقيموا
الصلوة وآتوا الزكواه يعني سموري قرآن جا ٽيهه سيپارا انهي عنوان ۽
هيڊنگ جو شرح ۽ تفسير آهن، قرآن حڪيم جي عالمن، قرآن جو
موضوع انسان کي قرار ڏنو آهي ۽ انسان جي انفرادي سڌاري ۽
خوشحالي جو دارومدار قرآن حڪيم، انساني اجتماعن ۽ حڪومتن کي
درست رکڻ ۾ قرار ڏنو آهي پوءِ اهي اجتماع ۽ حڪومتون تڏهن درست
هلي سگهنديون جڏهن اقيموا الصلوة وآتوا الزكواة تي عمل ڪنديون،
جنهن جو تفسير سارو قرآن آهي حج جي اجتماع ۽ مقصديت کي
سمجهڻ لاءِ پهريائين ضروري آهي، ته حضور ﷺ جي شخصيت ۽ حيثيت
مقام ۽ مرتبو سمجهجي ته اهي انسانيت عام جي فلاح جا انقلابي داعي
۽ اڳواڻ آهن، حڪومت جا ليڊر ۽ رهنما آهن ۽ انهن جي وفات کان پوءِ
ان جا جانشين خليفا پنهنجي دور ۽ حياتي ۾ حڪومتن جا حڪمران
آهن، حج کي هڪ بين الاقوامي سياسي ڪانفرنس سمجهڻ گهرجي،
جنهن ۾ عالم انسانيت جا نمائندا، اچي حڪومت اسلاميه جي سامهون
پنهنجا پنهنجا مسئلا ايجنڊا تي رکي، انهن لاءِ فيصلا ڪرائڻ، لفظ حج
جي اصطلاحي معنيٰ ڪعبي ۾ انسانيت جي نمائندن جي ميڙاڪي کي

حج چئجي ٿو هوئن ح ۽ ج اکرن جي معنيٰ دليل ۽ حجت جي به اچي
ٿي، يعني انسانيت جي الجهيل مسئلن کي دليلن جي روشني ۾ نبيرڻ
گهرجي. دليلن ۽ انسانيت عمومي جي مسئلن لاءِ قانون جو مرڪزي
ڪتاب قرآن مجيد آهي، جيڪو ذات انسان جي ڀلي لاءِ آهي ڪنهن
مخصوص فرقي ۽ گروهه جو ناهي اهو ذڪر للعالمين ڪتاب آهي ڪعبو،
جيڪو قبلي طور مقرر ڪري ڏنو ويو آهي، ان جي معنيٰ آهي سياسي هيڊ
ڪواٽر، اها معنيٰ هن آيت مان سمجهڻ گهرجي ته جڏهن بني اسرائيل
تي فرعون جي انتظاميه سختي ڪئي گهٽين چوڪن ميدانن ۾ انهن جي
ميڙاڪن تي ڪڙي نگراني ۽ بندش شروع ڪئي ته غلام قوم ڪي
آزادي جي هلچل هلائڻ لاءِ رب سائينءَ هي گر ڏسيو ته واجعلوابيو تڪم
قبله سورت يونس آيت ٨٧ يعني پنهنجي ميٽنگين ۽ ميڙاڪن لاءِ پنهنجا
گهر، سياسي هيڊ ڪواٽر بنائي ڇڏيو. حضور ﷺ ڪي مڪي ۾ ڪعبته الله
کي قبلو يعني سياسي هيڊ ڪواٽر ان ڪري بنائي ڏنو ويو ته يهودين ۽
عيسائين پنهنجي قبلن کي پنهنجو گروهي قومي ۽ مخصوص فرقي جو
قبلو بنائي ڇڏيو هو. جڏهن ته ضرورت هئي هن ڳالهه جي ته عام
انسانن لاءِ هڪ گڏيل هيڊ ڪواٽر ۽ قبلو هجڻ گهرجي، جنهن ۾ هر
گروهه ۽ قوم ذات انسان ان کي پنهنجو مرڪز سمجهي شريڪ ٿئي ۽
پنهنجا ڏک سور حل ڪرائي، افسوس جو مسلمانن به يهودين نصارن
وانگر پنهنجي قبلي کي گروهي ۽ فرقي جو مخصوص مرڪز بنائي ڇڏيو،
جڏهن ته اڄ اها حيثيت ڪوڙي يا سچي ورڻي به اقوام متحده جي هيڊ
ڪواٽر نيو يارڪ کي حاصل آهي، انالله وانا اليه راجعون آئون حج ۽ قبلي
جي انهي معنيٰ جي تصديق لاءِ خود قرآن پاڪ. ڪعبة الله کي بيت العتيق
جي نالي سان سڏيو ۽ پڪاريو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي غلامن کي
غلامي مان ڇڏائي آزادي ڏيارڻ وارو مرڪز. ته اهو نالو اها معنيٰ ٻڌائي
ٿي ته ڪعبته الله انسانيت عمومي جو مرڪز آهي، جيڪڏهن اها عمومي
معني نه ورتي ويندي ته پوءِ اسان مسلمانن ۽ يهودين نصارن ۾ ڪهڙو
فرق، انهيءَ حقيقت کي وڌيڪ سمجهڻ لاءِ عرض ته جيئن رب پاڪ
نبي سائين جن کي فرمايو ته قل يا ايها الناس اني رسول الله اليکم جميعا



يعني اي پيغمبر تون اعلان ڪر ته اي انسانو آئون اوهان سڀن ڏي رسول
ڪري الله جي طرفان موڪليو ويو آهيان، پوءِ جيڪا رينج پهچ ۽ حد
رسول جي هوندي اهائي ان جي ڪتاب قرآن جي هوندي، اهائي ان جي
مرڪز ڪعبة الله جي هوندي، انهي بين الاقواميت ۽ بين الانسانيت جي
دائري کان ٻاهر پنهنجي تحريڪ هلائڻ جو رب سائين هنن الفاظن سان
حڪم فرمايو ته واتخذوا من مقام ابراهيم مصلى حضرت ابراهيم عليه
السلام کي ان زماني جا سڀ ماڻهو يهودي نصاريٰ ۽ مشرڪ پنهنجو
آئيڊيل ڪري مڃيندا هئا يعني حضرت ابراهيم عليه السلام جي مشن
عالمي ۽ بين الاقوامي هئي ته حضور ﷺ کي به حڪم ڪيو ويو ته
ابراهيمي مؤقف اختيار ڪيو ۽ اوهان به پنهنجي دين ۽ انقلاب کي ان جي
تابعداري ۾ هلايو، پر افسوس آهي جو مسلمانن انهي آيت جي هي غلط
معنيٰ ڪئي آهي ته اهو جيڪو ڪعبي جي ويجهو ٺل ٺاهي ان ۾ هڪڙو
پٿر رکيو اٿن ته انهيءَ تي حضرت ابراهيم چڙهي ڪعبي جي اوساري
ڪندو هو، سو اها جاءِ مقام ابراهيم آهي، اوهان به نماز پڙهڻ لاءِ
انهيءَ جي ويجهو مصلو وڇائي نماز پڙهو، افسوس جو قرآن حڪيم جي
حڪمت ڀرين بين الاقوامي اصولن ۽ هدايتن جي ڪهڙي ته معنيٰ ورتي
وڃي پئي، آئون هت حج جي مرڪز ۾ جهڪي شعائر الله آهن ۽ ان
موقعي تي جيڪا انٽرنيشنل ڪانفرنس حج جي نالي سان قرآن پاڪ
سرانجام ڏيڻ سمجهائي آهي، ان لاءِ قرآن پاڪ جي استعمال ڪيل
اصطلاحن جي تعبير ۽ تشريح واضح ڪرڻ گهران ٿو. انهيءَ سان اميد
آهي ته اصل مفهوم سمجهڻ ۾ سهولت ٿيندي اهڙي نموني عرفات کان
موٽي مزدلفي منيٰ جي حد ۾ اچجي ٿو ته قرآن پاڪ ان کي مشعر
الحرام سڏي ٿو ۽ حڪم ڏئي ٿو ته فاذڪروا الله عندالمشعر الحرام
واذڪروه ڪماهداڪم سورت بقره آيت ١٩٨ هاڻي انهيءَ جي هيءَ معنيٰ
ٿيندي ته مشعر الحرام ۾ پنهنجا معاملا فيصلا نبيريو الله جي قانون جي
روشني ۾. ذڪر الله مان مراد الله جو قانون هن جاءِ تي آهي، هوئنئن
ذڪر جون تمام گهڻيون معنائون آهن. جيڪي مختلف سياق سباق سان
موقعي مناسب مراد ورتيون وينديون ۽ خود مشعرالحرام جي معنيٰ به

هيءَ ٽيندي تہ اهو هنڌ، اها جاءِ، جتي هر ڳالهہ فهم شعور ۽ عقل سان ٻڌي وڃي ٻڌائي وڃي مشعر اسم ظرف آهي جنهن جي معنيٰ ماڳ ۽ هنڌ ٿيندي آئون حج کي ڪائناتي اسلامي حڪومت جي بين الاقوامي سياسي ڪانفرنس جي نالي سان سڏيان ٿو، جنهن ۾ حڪومتن قومن قبيلن جا اختلافي مسئلا حل ڪجن ۽ انهن سڀن جي ڀلائي ترقي امن جا مسئلا ويچار هيٺ آڻجن تڏهن تہ قرآن پاڪ اهڙي هنڌ ۽ ماڳ کي شعور ۽ عقلمندي واري جاءِ يعني مشعرالحرام جو نالو سڏيو، چاڙهڻ گهرجي تہ عرفات جي کلي ڪچهري ۾ نائين تاريخ ڏينهن جي اجلاس ۾ سڀن ملڪن کان آيل نمائندن جا مسئلا ٻڌي انهن جي ايجنڊا تيار ڪرڻي آهي پوءِ مشعرالحرام ۾ جيڪا ٽن يا چئن ڏينهن جي ڪانفرنس هلندي ان ۾ ايجنڊا جي روشني ۾ مسئلا حل ڪيا ويندا جنهن لاءِ قرآن پاڪ حڪم ڏنو آهي فاذڪرو الله عندالمشعر الحرام، يعني الله جي قانون جي روشني ۾ پنهنجا فيصلا ڪريو. انهيءَ تشريح جي تائيد هن آيت مان بہ ثابت ٿئي ٿي تہ رب پاڪ هيڊ آف اسٽيٽ ۽ چيف جسٽس يعني حضور ﷺ کي فرمائي ٿو تہ ومن الناس من يعجبک قوله في الحيواة الدنيا ويشهد الله علي مافي قلبه وهوالد الخصام○ واذاتوليٰ سعيٰ الارض ليفسد فيها ويهلک الحرث والنسل والله لايحب الفساد سورت بقره آيت نمبر ۲۰۴ ۽ ۲۰۵ هي آيتون سورت بقره جي حج جي بيان سان گڏ پڄاڻي ۾ لاڳيتو آنديون ويون آهن جن ۾ ڪانفرنس جي حوالي سان رب پاڪ پنهنجي رسول کي سمجهائي ٿو تہ ڪي اهڙا ماڻهو هوندا جيڪي زبان دراز چرب زبان جن جي گفتگو دنياوي معاملن ۾ توکي عجب پئي لڳندي ۽ هو ڪوڙا قسم کڻي بہ توکي ڀروسو ۽ اعتماد ڏيڻ جي ڪوشش ڪندا، پر هوندا اهي ڀهرئين نمبر جا فسادي ۽ جهيڳڙالو، اهڙا جو موٽڻ سان ئي وڃي فساد مچائي ڏيندا، پوکون ۽ خاندان تباهہ ڪري ڇڏيندا، سو اهڙن ماڻهن کان هوشيار رهجانءِ انهن جي چالاڪيءَ کان خبردار رهجانءِ ائين نہ ٿئي جو هو پنهنجي غلط بياني سان توکان غلط فيصلا وٺي وڃن، ساڳي سورت بقره جي آيت نمبر ۲۰۳ ۾ هي رعايت بہ ڏني ويئي آهي تہ فمن تعجل في يومين فلا اثم عليہ يعني



جيڪو عرفات کان پوءِ مشعرالحرام مان تڪڙ ڪري ٻن ڏينهن کان پوءِ موٽي وڃي ٿو ۽ پڇاڙيءَ تائين نٿو رهي تہ فلا اثم عليہ يعني انهيءَ تي ڪو حرج ڪونهي معنيٰ ڪن نمائندن جا مسئلا يا ڪن وفدن جا معاملا تڪڙ ۾ ئي حل ٿي وڃن ٿا ۽ اهي پڇاڙيءَ تائين نہ ٿا ترسن تہ ڪوئي حرج ڪونهي سورت بقره جي آيت نمبر ۱۹۷ ۾ حڪم آهي تہ الحج اشهر معلومات فمن فرض فيهن الحج فلارفث ولافسوق ولا جد ال في الحج انهي مان رب پاڪ حج ۾ شريڪ ماڻهن کي، ڪانفرنس ۾ شريڪ ماڻهن کي، اجتماع اندر رهڻ جا ادب سيکاري ٿو، اهو خاص هن لاءِ بہ تہ ڪيترين ڌرين هڪ ٻئي سان ٽڪريل ۽ مخالف بہ آيل هونديون ۽ جيستري تائين وڃي انهن ۾ صلح صفائي ٿئي تہ وڏو خطرو هوندو آهي تہ هو اڳيئي نہ هٿين پئجي وڃن، ان ڪري رب سائين تعليم ڏني آهي تہ پنهنجي زبان تي فاحش گفتگو ڪرڻ کان ڪنٽرول رکو، جو ڳالهہ ڪارڪند تائين نہ پهچي ۽ ولافسوق جي معنيٰ آهي تہ عدل انصاف جي دائري کان ٻاهر ڪابہ ڳالهہ نہ ڪجي ولاجدال جي معنيٰ تہ نہ ئي جهيڳڙي تائين نوبت پهچي هونئن تہ اهي سڀ ڳالهيون حج کان سواءِ ٻين هنڌن تي بہ اهڙي ئي نموني ناجائز آهن ۽ ممنوع آهن جيئن حج جي ڏينهن ۾ انهن مخصوص موقعن تي، پر رب سائين حج جي موقعي تي انهي بندش کي دهرائڻ ۽ تاڪيد سان آڻڻ مان هن طرف ڌيان ڇڪايو آهي تہ هن موقعي تي فيصلن لاءِ صلح لاءِ ڪوڙ سارين پاڻ ۾ وڙهيل ڌرين ۽ قومن جا نمائندا ميڙاڪي ۾ شريڪ آهن، ان ڪري صلح صفائي تائين پنهنجي عام گفتگو تي ڪنٽرول ڪيو تہ ڪٿي مقصد فوت نہ ٿي وڃي، اهي سڀ پارتون رب سائين ان لاءِ پيو ڪري تہ حرم ۾ جتي جنگ جدال جي منع آهي ۽ خود حرام قرار ڏنل مهينن ۾ اڳي اهڙا مثال ۽ واقعا گذري چڪا آهن، جو ڪن ڌرين انهن مهينن ۽ مڪتہ المڪرمہ جي حرم جو احترام نہ ڪيو آهي. ان ڪري جهيڳڙي جي منڍ آواره ۽ ڇڙواڳ غير قانوني گفتگو کان رب سائين منع فرمائي تہ ڳالهہ اڳتي نہ وڌي وڃي ۽ چاڙهڻ گهرجي تہ عرب قوم، جيڪا ڪوڙ سارن قبيلن تي مشتمل هئي، جيڪي پنهنجي سهولت آهر ٽڙيل پکڙيل رهندا

هئا ۽ اها وڏي جهيڳڙالو قوم هئي، انهن جي جهيڳڙن ۽ اختلافن جو اسلام کان اڳي سدائين حج جي موقعي تي وڏو جرڳو قائم ٿيندو هو، جنهن ۾ سڀن ۾ صلح صفائي ٿيندي هئي، ان لاءِ انهن شوال مهيني کان ذوالحج جي حج وارن ڏينهن تائين يعني تيرهين تائين ڏينهن کي حرام مهينا ۽ ڏينهن قرار ڏيئي ڇڏيو هو، اهو هن ڪري ته هو جڏهن پنهنجي پنهنجي علائقن کان حج تي شريڪ ٿيڻ اچن جنهن لاءِ انهن کي اٺن تي، پنهنجي لڏن سميت اچڻ ۾ وڏو وقت لڳندو هو، سفر ۾ رڍن جا ڌڻ ڌاڇين جا وڳ، جيڪي ڪجهه ايام حج تي قرباني لاءِ هوندا ته ڪجهه اچڻ وڃڻ ۾ سفر دوران کائڻ لاءِ هوندا ته اهو سفر گهٽ ۾ گهٽ شوال کان شروع ٿئي تڏهن وڃي هو نائين ذوالحج تي مڪي ۽ عرفات تي پڄي پنهنجا معاملا ايجنڊا ۾ شامل ڪرائن، هاڻ انهيءَ موقعي تي پڙهندڙن جي خدمت ۾ هي خاص ڳالهه عرض ڪرڻي آهي ته اشهر حرام يعني ايام حج جن ۾ جنگ ڪرڻ حرام قرار ڏنل هئي اها نائين ذوالحج کان اڳي ٻه مهينا ۽ اٺ ڏينهن مدو آهي پر ايام حج کان پوءِ هڪ ڏينهن به انهيءَ حرام ڏينهن ۾ شامل ڪونهي. يعني خود حج واري مهيني جا به ڪل تيرهن يا چوڏهن ڏينهن باقي پوءِ جو سارو ذوالحج مهينو حرام ڏينهن ۾ شمار ڪونهي، اها غور ڪرڻ جهڙي ڳالهه آهي، اها هي آهي ته حج تي عرب قوم جي مختلف قبيلن جا پاڻ ۾ اختلاف ۽ دشمنا نبيريا ويندا هئا، قبيلن جا سردار وڏو جرڳو قائم ڪري سڀن جا معاملا نبيري سڀن کي پاڻ ۾ کير کنڊ ڪري صلح ڪرائي ڇڏيندا هئا، ان ڪري حج جي مقرر ڏينهن کان پوءِ هڪ ڏينهن به اشهر حرام يعني حج جي ڏينهن ۾ شمار نه ڪيو ويو آهي يعني جنهن ۾ جنگ ڪرڻ وڙهڻ حرام قرار ڏنو ويو هجي. ان ڪري جو هاڻي پڪ ٿي ويئي ته فيصلي کان پوءِ صلح ۽ معاهدن کان پوءِ کير به پاڻ ۾ ڪونه وڙهندو، ان ڪري خود ذوالحج جي چوڏهين کان وٺي جنگ حرام جي حد ختم ۽ هوئن ته جيتري تائين صلح ۽ خير نه ٿيل هو ته حج جي ڪانفرنس کان ٻه مهينا اٺ ڏينهن اڳي پاڻ ۾ وڙهڻ تي سئو چوئيتاليهه يا ڪرفيو نافذ هوندو هو، ان لاءِ ته هرڪو فيصلي واري



هنڌ ۽ ماڳ تي امن سلامتي سان پهچي، پوءِ جڏهن ايام حج ۾ سڀ ڌريون کير کنڊ ٿي ويون ته سئو چوئيتاليهه به ختم، هاڻي پڪ ٿي ويئي ته اهي قبيلا هڪ ٻئي سان ڪونه وڙهندا، فيصلن جو احترام رکندا، ان ڪري بندش جي به ڪا ضرورت ڪانهي، انهي دوران جڏهن حضور ﷺ کي نبوت ۽ رسالت سان رب سائين سرفراز فرمائي پوري دنيا ۾ انقلاب آڻڻ چاهيو ته حج جي اداري کي اپ گريڊ ڪيو ويو، بين الاقوامي جرڳو بنايو ويو، ان نيشن مان انٽرنيشنل بنايو ويو، پر افسوس جو رهبانيت جي نمائندن ۽ جن لاءِ قرآن حڪيم فرمايو ته ولاتتبعوامن دونه اولياء (اعراف آيت ٣) يعني قرآن کان سواءِ ڪنهن جي تابعداري نه ڪريو ڪنهن کي سڄڻ نه سمجهو، مسلمان امت به يهودين ۽ نصارن کان وک اڳتي، پنهنجي ڪعبي قبلي ۽ حج جو اهڙو ته تعارف ڪرايو آهي، جو مفسر صاحبن جون تعبيرون ۽ تشريحون پڙهي عجب ٿو لڳي ته قرآن سان ايڏي دشمني ۽ اسان جي ايڏي وڏي انقلابي ۽ بين الاقوامي انقلابن آڻڻ واري رسول جي مشن کي ايترو محدود ۽ ڊائون سائيز ڪري ڇڏيو اٿن، جن تي ڪنهن اردو واري شاعر جو هي مصرعو فٽ ٿو اچي ته اري يه هين مسلمان جنهين ديکهه کي شرمائين يهود يعني لکيو اٿن ته حج دوران اصل مقصود آخرت جي ڇوٽڪاري کي سمجهه باقي هن دنيا جون فائدي واريون ڳالهيون ضمني آهن، جيڪي اصل ۽ مقصود قرار ڏيڻ کان سواءِ پاڻيهي ملي وڃن ٿيون. اهو ايترو به شايد ان ڪري ميڃيو اٿن جو قرآن پاڪ چٽي ۽ ڪليل نموني پرمنٽ ڏني ته ليس عليڪم جناح ان تبتغوا فضلامن ربڪم يعني ان موقعي تي پاڻ ۾ توهان جيڪو واپار ڪيو واپار جا معاهدا ڪيو سڀن جي اجازت آهي، ان تي ڪا به بندش وغيره ڪانهي، منهنجي هن گذارش جو هي مطلب آهي ته گهٽ مفسر صاحبن يا وڏي اڪثريت حج کي بين الاقوامي ۽ سڀن انساني دنياوي اختلافي مسئلن ۽ معاملن نبيرڻ جي سياسي ڪانفرنس طور تسليم نه ڪيو آهي، ۽ متعارف نه ڪرايو آهي، سو عام مفسرن جي راءِ سان جيڪي ماٺهو سهمت آهن آئون انهن کان هي سوال ڪندس ته جيڪڏهن حج جو ميڙاڪو انساني آبادي جا دنياوي اختلاف ۽ معاملا

حل ڪرڻ ۽ فيصلا ڪرڻ جي ڪانفرنس ناهي ته پوءِ حج ڪان اڳ ۾
ته ٻه مهينا اڻ ڏينهن جنگ ڪي حرام قرار ڏيئي تسليم ڪيو ويو آهي
۽ حج واري مهيني اندرئي تيرهين تاريخ ڪان پوءِ اها پابندي جو ختم
سمجهي ويئي. جڏهن ته ان موقعي ۾ شريڪ ٿيل ماڻهن کي وري موٽي
وڃڻ لاءِ ايترو وقت درڪار آهي جيترو اتي پهچڻ ۾ لڳو. يعني حج ۾
فيصلا ٿي ويا صلح ٿي ويا، امن ٿي ويو، جهڳڙا ختم، هاڻي پابندي
ازخود ختم. ته اها ڳالهه ثابت ڪري ٿي ته حج سياسي ڪانفرنس
آهي، سورت حج جي آيت نمبر ٢٦ ۾ رب سائين حضرت ابراهيم عليه
السلام کي جيڪو حڪم فرمائي ٿو ته طهر بيتي للطائفين والقائمين
والرکع السجود ته طواف هڪڙو ته اسلام ڪان اڳي ڪان وٺي ڪعبة الله
جي چوطرف ڦرڻ جي رسم کي به طواف ڪوٺيو ويندو هو ته جڏهن
حضور ﷺ جي انقلاب ڪان پوءِ، خلق خدا جي خدمت تي مقرر ڪيل
نگرانن کي طائف چئبو. انقلاب جي محافظن کي طائف چئبو. اهڙي
نموني قائمين جي معنيٰ به رعيت ۽ مخلوق جي خدمت لاءِ هر وقت تيار،
انقلاب جي حفاظت لاءِ هر وقت الرٽ. اهڙي نموني والرکع المسجود
يعني رڪوع ڪندڙ ۽ سجدو ڏيندڙن جي معنيٰ به آهي ته آرڊر تي عمل
ڪرڻ لاءِ هر وقت تيار ۽ فرمانبردار. انهيءَ ڪري قرآن مجيد سورت
حج جي آيت نمبر ٣٤ ۾ فرمايو ته بشرالمخبتين يعني قانون تي عمل
ڪرڻ وارن فرمانبردارن کي خوشخبري ڏيو. اها معنيٰ خوشخبري ۽ ايوارڊ
آهي جيڪو ثابت ڪري ٿو ته ڪعبة الله آهي ئي انقلاب جي محافظن
چوبدارن پاسدارن جو هيڊ ڪوارٽر. جيڪي هر وقت رعيت ۽ خلق خدا
جي مسئلن لاءِ الرٽ چاڪ چوبند رهن. اها معنيٰ آهي قائمين جي ۽ اهي
الله جي قانون تي هر وقت عمل ڪندڙ ۽ فرمانبردار هجن اها معنيٰ آهي
رڪوع سجدي ڪرڻ وارن جي ۽ حج جي موقعي تي جانورن جي نذراني
۽ هدين جو انتظام اهو انهيءَ لاءِ آهي ته وفدن ۽ نمائندن جي مهماني
جو بندوبست ايام حج ۾ ڪيو وڃي ۽ مٿي ڪوڙائڻ کي ڪانفرنس ۾
ڪيل فيصلن جي اطاعت لاءِ ظاهري علامت قرار ڏنو ويو آهي. سورت
حج جي آيت نمبر ٢٥ ۾ جيڪو حڪم آهي ان الذين ڪفروا و يصدون
عن سبيل الله والمسجد الحرام الذي جعلناه للناس سواء ن العاڪف فيه
والباد ومن يردفيه بالحاد بظلم نذقه من عذاب اليم ڄاڻڻ گهرجي ته امام



انقلاب مولانا عبيدالله سنڌي ڪافر ۽ مشرڪ جي معنيٰ ڪئي آهي انقلاب
دشمن ۽ انهي معنيٰ سان ئي ڪوڙ مونجهارا حل ٿين ٿا هاڻي هن آيت ۾
غور ڪيو وڃي ته مڪي جا ڪافر مشرڪ حضور ﷺ جي انقلاب جا
مخالف ۽ دشمن هئا مسجد الحرام کي رب سائين رسول ﷺ جي انقلاب
جو مرڪز ۽ هيڊ ڪوارٽر ڪري مقرر ڪيو ڪافر انهي لاءِ راضي نه هئا
۽ مرڪز تي قبضي ڪرڻ جو انهن کي پنهنجي لاءِ پيٽ ۾ سور هو ۽
انقلابين لاءِ رڪاوٽون وجهڻ ۽ ڪانفرنس کي ناڪام بنائڻ ۽ ٿٽائڻ جا
منصوبا جوڙيندا رهندا هئا. جن کي قرآن پاڪ وارننگ ڏني ته انقلاب
دشمن ڪافر جيڪي رڪاوٽون وجهن ٿا. انقلاب جي پروگرام ۽ رستي
ڪان، اهي ٻڌي ڇڏن ته مسجد الحرام الناس يعني عام ماڻهن لاءِ آهي
جنهن ۾ مڪي جو رهواسي ۽ ٻاهران ايندڙ سڀ برابر آهن. جيڪو هن
ڪانفرنس کي ٿٽائڻ لاءِ ڪا غلط پروپيگنڊه ڪندو يا نامناسب طريقي
سان مخالفت ڪندو ته نذقه من عذاب اليم يعني ان کي دردناڪ عذاب
چکائينداسون. قرآني تعبير ۽ تفسير ۾ اسان مسلمانن جيڪا تنگ نظري
اڄڪلهه اختيار ڪئي آهي انهي مان لڳي ٿو ته اسان دنيا جهان جي آفاقي
۽ ڪائناتي قيادت جي پاڻ مان اهليت وڃائي ويٺا آهيون. قرآن پاڪ جي
فڪري رينج ۽ ٽارگيٽ کي پڇي نٿا سگهون ان ڪري هاڻ خود قرآن
کي بدلائي ان جُون معنائون ڦيرائي اسلام ۽ مسلمانيءَ جون ڪوڙيون
دعوائون پيا ڪريون. مون هن مضمون تي ڪنهن عالم سڳوري کي
تبصري ۽ تنقيد ڪرڻ لاءِ عرض ڪيو ته انهي فرمايو ته سائين هي ته
دنياوي معاملن جون ڳالهيون اوهان لکيون آهن پوءِ اڃي همراهه دين ۽
دنيا کي ڪاٽن ۾ ورهائڻ لڳو. جنهن تي مون عرض ڪيو ته سائين قرآن
حڪيم جيڪا اسان کي سوچ ۽ دعا سيکاري ٿو ته توهان پنهنجي
پالڻهار کي سدائين هي اپيل ڪريو ته ربنا آتنا في الدنيا حسنة وفي
الآخرة حسنة يعني اي اسان جا پروردگار اسان جي دنيا به سهڻي ڪر
ته آخرت به. سو دين مليو ئي دنيا کي سڌارڻ لاءِ آهي جيڪڏهن دين
دنيا کي جدا ڪاٽن ۾ ورهائينداسون ته دنيا دوزخ بنجي ويندي. پوءِ
جيڪي ماڻهو دنيا جي حياتي دوزخ بنائي پيا ان تي گذارو ڪندا. ته
اهي آخرت واري دوزخ کي به جنت ۾ تبديل ڪرڻ جي صلاحيت
ڪونه رکندا. ●

## اقيموا الصلواة وآتوا الزڪواة

هن مضمون جي موضوع، صلوات ۽ زڪوات جي اصلي ۽ حقيقي معنيٰ سمجهڻ لاءِ پڙهندڙن کي ڪجهه ذهني پريشاني ضرور ٿيندي، جنهن جي ازالي لاءِ ضروري آهي ته پهريائين رسول موڪلڻ جو مقصد قرآن جو ۽ ان ۾ بيان ڪيل لفظ عبادت جي معنيٰ مفهوم کي سمجهجي، پوءِ صلوات ۽ زڪوات جي قرآن واري معنيٰ سمجهڻ ۾ سهولت ٿيندي. گهڻي عرصي کان قرآن حڪيم جي انهن ٻن اصطلاحن جي معنيٰ صلوات معنيٰ مروج نماز ۽ زڪوات جي معنيٰ ملڪيت جي مقرر نصاب کان وڌيڪ جي چاليهين پتي ادا ڪرڻ ڪي، سو به سال ۾ هڪ ڀيرو ۽ اهو به ان صورت ۾ جو اهو نصاب کان وڌيڪ پئسو سال جو وڏو حصو ان وٽ ملڪيت ۾ قبضي رهيو هجي، تڏهن ان تي چاليهين پتي رقم بطور زڪوات ڏيڻ ڪي، زڪوات جي معنيٰ ۾ بيان ڪيو وڃي ٿو، ۽ اهي ٻئي معنائون غير قرآني آهن ۽ قرآن حڪيم جي بيان ڪيل تشريح جي خلاف آهن. چاڻڻ گهرجي ته ڪتاب قرآن مجيد الله تعاليٰ پنهنجي آخري پيغمبر تي ان لاءِ نازل فرمايو ته ان سان پوري ڪائنات کي هدايت واري واٽ تي هلائي، پڙهي ڏسو سورت بقره آيت نمبر ١٨٥ شهر رمضان الذي انزل فيه القرآن هدي للناس وبينات من الهديٰ ٻي سورت نساء جي آيت نمبر ١٠٥ ۾ فرمان خداوندي آهي ته انا انزلنا اليڪ الڪتاب بالحق لتحڪم بين الناس بما اراڪ الله ولا تڪن للخائنين خصيماه يعني اي پيغمبر اسان تنهنجي طرف نازل ڪيوسون ڪتاب، هن لاءِ ته تون فيصلا ڪرين ماڻهن ۾، چاڻڻ گهرجي ته فيصلا حڪمران ڪندا آهن، خدا جي انهيءَ خطاب مان ثابت ٿئي ٿو ته الله جي نظر ۾ رسول جي حيثيت حڪمران جي آهي، ۽ ان لاءِ قرآن ڪيس قانون جي ڪتاب طور عطا ڪيل آهي هاڻي رسول جي ذميداريون سڀ جو سڀ



حاڪميت واريون ٿيون، جن جي خود قرآن حڪيم جابجا پڌرائي ڪئي آهي. سورت اعراف جي آيت نمبر ١٥٧ ۾ رب پاڪ پنهنجي پيغمبر جو تعارف هنن لفظن سان ڪرايو آهي ته يامرهم بالمعروف وينها هم عن المنڪر ويحل لهم الطيبات ويحرم عليهم الخبائث ويضع عنهم اصرهم والاغلال التي ڪانت عليهم يعني منهنجو رسول ماڻهن لاءِ نيڪي جي ڪمن جو آرڊر ڏئي ٿو ۽ برائين کان ڪين روڪي ٿو، پاڪ صاف شيون انهن کي حلال ڪري ڏئي ٿو ۽ خبيث شين کي مٿن حرام بنائي ٿو ۽ جن غلامي جي بارن هيٺ هو دٻيل آهن يا غلامي جي زنجيرن ۽ طوقن ۾ جڪڙيل آهن، منهنجو رسول انهن تان اهي بوجهه هٽائي ٿو. زنجيرون ۽ طوق ڪولي توڙي، انهن کي آزادي وٺي ڏيئي ٿو. غور ڪرڻ گهرجي ته امربالمعروف حڪومت جو هڪ مستقل ڊپارٽمينٽ آهي، نهي عن المنڪر به مستقل ڊپارٽمنٽ آهي، پاڪ صاف شين جي تيار ڪرڻ عوام ۾ ان جي سپلائي ڪرڻ ۽ پبلڪ کي حلال روزي ڪائڻ جي رهنمائي ڪرڻ، اهو سرڪار جو تمام اهم ڪاتو آهي. اهڙي نموني رعيت کي خبيث يعني پليت شين کان بچائڻ، محفوظ ڪرڻ ۽ خبيث ڳالهين ڪمن ۽ فڪرن کان ماڻهن کي پاسي رکڻ ۽ مٿن اهڙين شين کي حرام بنائي ڪين صاف سٿرو رکڻ، اهو ڪم ترقي يافته حڪومت جو مستقل فرض آهي، ذمو آهي ان لاءِ حڪومت کي مستقل وزارت قائم ڪرڻ ۽ هڪ محڪمو ۽ ڊپارٽمينٽ قائم ڪري، پنهنجي رعيت کي خرافات ۽ خبائث کان بچائڻ گهرجي ۽ ماڻهن کي فڪري ذهني نظرياتي ۽ عملي غلامي کان آزاد ڪرڻ به الله جي رسول جي ذميدارين ۾ شامل آهي، پڙهندڙ صاحبان غور فرمائين ته انهيءَ ڪم لاءِ صرف وزارت تعليم ڪافي ناهي پر قانون جي وزارت ۽ وزارت داخله گهٽ ۾ گهٽ اهي ٽيئي بلڪ اڃا وزارت خزانه به ان ڪم تي لڳائجي تڏهن وڃي ويضع عنهم اصرهم والاغلال التي ڪانت عليهم تي عمل ٿي سگهندو، قرآن حڪيم جون اهي ڳالهيون ماڻهن کي سمجهڻ ۾ هن ڪري به ڏکيائي ٿئي ٿي جو ڪوڙ ساريون صديون اڳي اسلامي حڪومتن مان شورائي نظام ۽ جمهوري نظام ختم ڪري، ان جي جاءِ تي شخصي خانداني ۽ قبائلي حڪومتون قائم ڪيون ويون ۽

انهن کي محفوظ ۽ مضبوط بنائڻ لاءِ بادشاهن کي ڪرابي جي عالمن ۽ دانشورن ڪان، هي مشهور ڪرائڻو پيو تہ سياست سان دين جو ڪوبہ واسطو ڪونهي ۽ قرآن صرف انفرادي ۽ شخصي اصلاح وارو ڪتاب آهي، پوءِ جڏهن قرآن کي حڪومت جي ايوانن ۾ قانون جي طور رهنما مڃڻ ڪان انڪار ڪيو ويو ۽ رعيت جي رهنمائي ۽ حاڪميت ڇڙواڳ ملوڪيت جي ور چڙهي ويئي، تہ ملوڪيت جي پاليل عالمن کي ڊيوٽيون لڳايون ويون تہ قرآن پاڪ مان حڪمراني جي سياسي احڪامن ۽ اصطلاحن جون تعبيرون بدلايون وڃن، معنائون بدلايون وڃن، تفسير مٽايا وڃن، اهو سڀ ان ڪري جو قرآن جاگيرداري سرمائيداري ۽ خانقاهيت جي سخت خلاف آهي. تيهہ پارا انهن سان جنگ ڪرڻ سان پريا پيا آهن. پوءِ حضور ﷺ جي ڪامياب انقلاب ڪان پوءِ انهن ٽنهي ادارن شروع ۾ ڳجهہ ڳوهہ ۾، پوءِ کلم کلا قرآن جي آندل انقلاب خلاف ڪم ڪرڻ شروع ڪيو، تاريخ جا ڄاڻو ڄاڻن ٿا تہ رسول انقلاب جي ٻئي جانشين ٽئين ۽ چوٿين جانشين کي بہ انقلاب دشمن قتل ڪيو، ۽ پوءِ جلد قرآن سان مقابلو شروع ڪري، قرآن جي اندر شڪ شبها وجهڻ جون حديثون ٺاهيون، تہ هي ڪتاب سلامت ڪونهي، نامڪمل آهي، ڪجي جي پڻ تي لکيل آيتون جيڪي بي بي عائشہ سيده وٽ رکيل هيون. اهي سندس پاليل ٻڪري کائي وئي ۽ حضرت عمر سائين جي نالي ڪوڙي حديث ٺاهي اٿن تہ ان فرمايو تہ اسان نبي سائين جي زماني ۾ رجم جي آيت پڙهندا هئاسين ۽ رجم نبي سائين ڪيو اسان بہ ڪيون ٿا هاڻي ڇا ٿي ويو آهي جو قرآن مان اها رجم جي آيت گم ڪئي وئي آهي، جي پلا آيت غائب آهي تہ رجم ڪندا رهجو. "انالله وانا اليہ راجعون" ڄاڻڻ گهرجي تہ قرآن حڪيم خلق خدا جي ڀلي لاءِ عدل انصاف واري جيڪا حڪومت قائم ڪرڻ گهري ٿو، ان لاءِ تمام مختصر لفظن ۾ هڪ وڏي تشريح ۽ سمجهاڻي قرآن حڪيم ٻن لفظن ذريعي ڏني آهي. جنهن کي اوهان حڪومتن جي منشور ۽ دستور جو عنوان ڏيئي سگهو ٿا اهو هن طرح تہ زڪوات جي تشريح تعبير ۾ منشور بيان ڪيل آهہ ۽ صلوات جي لفظ ۾ حڪومت جو دستور سمجهايو ويو



آهي. انهن ٻن اصطلاحن جي تعبير ۽ تشريح سمجهڻ ڪان اڳ غور ڪرڻ گهرجي تہ هڪ فلاحي ۽ ڪامياب حڪومت جون ذميداريون ڇا آهن ڪهڙيون آهن، اهو صاف ظاهر آهي تہ رعيت جي بقاءَ ۽ ترقي لاءِ امن سلامتي، ۽ کاڌي لاءِ خوراڪ، پهرڻ لاءِ لباس، رهڻ لاءِ گهر، انساني قدرن مطابق زندگي گذارڻ لاءِ تعليم، بيماريءَ ڪان علاج، اهي شيون ماڻهن جي بنيادي ضرورتن ۽ حقن مان آهن ۽ انهن جي انتظام جي ذميداري حڪومت تي آهي. حڪومت کي انهن مقصدن تي ڪاربند ۽ ڪامياب بنائڻ لاءِ قرآن حڪيم جي اصطلاح ڇئو يا ڪوڊ ورڊ ڇئو جيڪو بيوروڪريسي انتظامي مشنري حڪمران پارٽي ۽ انقلابي ورڪرن کي، هر وقت موقعي بموقعي ڇيو وڃي ٿو ۽ ذهن تي آندو وڃي ٿو، تہ اقيموا الصلواة وآتو الزکواة صلوات حڪومت هلائڻ جو ذريعو آهي، تہ زڪوات حڪومت جو مقصد آهي، هاڻ انهن ٻنهي اصطلاحي لفظن جي معنيٰ تشريح بيان ڪجي ٿي، الصلا لفظ جي هڪڙي معنيٰ اچي ٿي پٺيءَ جو وچ وارو حصو جنهن کي اسان ڪنڊو چوندا آهيون، جنهن سان حيوان يا جانور يا ماڻهوءَ جي باڊيءَ جو هڏائون پيرو ڳنڍيل ۽ جڙيل هوندو آهي. جيڪو ڪلهن وچان شروع ٿئي ٿو ۽ اخير ۾ جانورن جو پڇ انهيءَ ڪان شروع ٿئي ٿو تہ انهيءَ ڪنڊي جي مضبوطي ۽ سلامتي تي باڊي ۽ ڍانچي جو وڏو دارومدار آهي. ٻي معنيٰ لفظ الصلا يا صلو جي هي آهي تہ ڪنهن پهرين نمبر تي يا اڳ ۾ هلندڙ جي پٺيان اهڙي نموني هلڻ جو ان ڪان ٿورو پوئتي پر گڏوگڏ هلندو اچي: عرب گهوڙن ڊوڙائڻ مهل پهرين نمبر تي ڊوڙڻ واري گهوڙي جي پويان ٻئي نمبر تي ڊوڙندڙ گهوڙي کي سو بہ اهڙي نموني جو ٻئي نمبر گهوڙي جا ڪلها پهرين نمبر واري جي پوئين حصي يعني سرين سان ملندا هلن تہ ان کي فرس المصلي چوندا آهن. قرآن شريف ۾ استعمال ڪيل اصطلاح الصلواة انهي معنيٰ سان آهي تہ انسان قرآن جي تابعداري ۾ ائين هلي جو اڳيان اڳيان قرآن هجي ۽ ان سان گڏ بہ ۽ پويان بہ انسان هلي، انهيءَ ۾ اهو بہ ضروري آهي تہ پويان هلندڙ اڳتي نہ وڃي، ڪتابن ۾ حضرت علي سائين جو قول نقل ڪيل آهي تہ سبق رسول الله و صلي ابوبڪر، وثلث عمر

وخبطتنا فتنة يعني رسول الله اڳ ۾ ويا پويان پويان ابوبڪر ۽ ان جي پويان عمر ٻه هليو ويو ۽ اسان کي فتنن بدحواس ۽ واڙو ڪري ڇڏيو. انهيءَ عبارت ۾ حضور سائين جي پويان ٻئي نمبر تي حضرت ابوبڪر جي وفات ڪري وڃڻ کي حضرت علي سائين صلي جي لفظ سان بيان ڪيو آهي. جنهن سان قرآني اصطلاح الصلواة جي معنيٰ تابعداري ثابت ٿئي ٿي ۽ پويان هلڻ واري معنيٰ ثابت ٿئي ٿي، جيڪا معنيٰ اقيموا الصلوات مان هت عرض ڪجي ٿي ته تابعداري ۽ پيروي ڪيو قرآن جي، يعني قرآن واري نظام جي، امام راغب سورت مدثر جي آيت نمبر ۴۳ لم نڪ من المصلين جي هي معنيٰ ڪئي آهي ته اسان نبين جي پٺيان هلڻ وارن مان نه هئاسون. تفسير قرطبي واري ٻه هڪ هنڌ صلواة جي معنيٰ احڪام الاهي سان وابستگي، حدود الله جي اندر رهڻ ۽ الله جي ڪتاب سان ٻڌيو رهڻ، لکي آهي سورت نور جي آيت نمبر ۴۱ ۾ آهي ته الم تران الله يسبح له من في السماوات والارض والطير صافات ڪل قد علم صلاته و تسبيحه يعني ڇا تو هن ڳالهه تي غور نه ڪيو آهي ته الله اهو آهي، جو ان جي تسبيح ڪن ٿيون. زمين ۽ آسمانن ۾ جيڪي ٻه آهن ۽ اڏامندڙ پکي ٻه، سڀني پنهنجي پنهنجي صلواة ۽ تسبيح کي ڄاڻي ڇڏيو آهي، سمجهي ورتو آهي، يعني قدرت جي خلقيل هر شئي پنهنجي زندگي جي ذميدارين ۽ فرضن کي.سمجهي سڃاڻي ورتو آهي. تسبيح جي معنيٰ مٿڪن واري مالها ڪانهي، اها ته عربن جي تاريخ ۾ ڪانه هئي، اها عيسائين مجوسين ۽ هندن جي تاريخ ۾ ته ملي ٿي باقي عربن ۾ گهڻو پوءِ ۽ دير سان آئي آهي. خاص ڪري حديث جي علم ٺاهڻ وارن عددن ڳاڻاٽي کي اهميت ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. تسبيح جي معنيٰ ترڻ ۽ پنهنجي ذميوارن ڪمن کي جدوجهد سان سرانجام ڏيڻ آهي، سورت مزمل جي آيت نمبر ۷ ۾ آهي ته ان لڪ في النهار سبحا طويلا يعني اي نبي توکي ڏينهن ۾ ته تمام وڏو ڏگهو پروگرام ٿئي ٿو، ڪمن ڪرڻ جو، جن لاءِ توکي وڏي جدوجهد ڪرڻي پوندي آهي ۽ مشقت ڪرڻي پوي ٿي، البت عام حيوانن ۽ انسانن ۾ هڪ فرق آهي ته حيوانن کي پنهنجا منصبي فرض جن لاءِ قرآن چيو آهي ته ڪل قد علم صلاته و



تسبيحه طبعي ۽ جبلت ذريعي معلوم ٿي ويا آهن. جن کي هو سرانجام ڏين ٿا باقي انسان کي سندس فرائض منصبي جو علم حيوانن وانگر جبلت ذريعي ڏيڻ بدران، وحي جي ذريعي ڏنو ويو آهي. انساني فرائض جا ٻه ٻه قسم آهن هڪ ته طبعي آهن، اهي ته هو پنهنجي علم عقل تجربي سان ڄاڻي ٿو ۽ حيوان وانگر سمجهي ٿو، ٻيو قسم آهي انساني قدرن اجتماعن جي معاملن ۾ ترقي عدل انصاف خلافت ۽ حڪومت جي معاملن جو ڪم ڪار، انهي لاءِ اهڙن فرضن کي سرانجام ڏيڻ لاءِ انسان وحي جي رهنمائي جو تابع بڻايو ويو آهي. جنهن کي قرآن پاڪ اقامت الصلواة سان تعبير ڪيو آهي ته قرآن پاڪ ۾ مومن جي صفت ويقيمون الصلواة جي معنيٰ ٿيندي ته احڪام الاهي ۽ قوانين خداوندي تي عمل ڪرڻ وارا. ياد رکڻ گهرجي ته اهي ڳالهيون فرد واحد جون شخصي ۽ انفرادي ناهن، جو انهن ذريعي ڪوئي ائين سمجهي ته قرآن جي اهڙي ڏس پنڌ سان منهنجيون ان جون گنديون پرجي وينديون. آئون اڪيلو تونگر ۽ خوشحال ٿي ويندس، بلڪ قرآن جون انسانن جي فرائض منصبي جون رهنمايون، اجتماعن جي سڌاري لاءِ، نظام حڪومت سان تعلق رکن ٿيون. انهيءَ ڪري قرآن حڪيم انهن هدايتن ۾ جمع جا صيغا استعمال فرمايا آهن ته الذين ان مڪناهم في الارض اقاموا الصلوة وآتوا.الزڪوة وامروا بالمعروف ونهوعن المنڪر سورت حج آيت ۴۱ يعني. اهي ماڻهو جن کي جڏهن زمين تي اقتدار ۽ حڪمراني حاصل ٿيندي ته اهي اقامت صلوات ۽ ايتاء زڪوات جو نظام قائم ڪندا ۽ امربالمعروف ۽ ٻراين بدڪارين تي بندشن وجهڻ ۽ انهن کان روڪڻ جو نظام قائم ڪندا ته وحي جي اها رهنمائي حڪومت سان تعلق رکي ٿي، هي ڪو پيراڻي گاديءَ جو انفرادي ۽ شخصي وظيفو ڪونهي. سورت شوريٰ جي آيت نمبر ۳۸ ۾ رب سائين فرمائي ٿو ته والذين استجا بوا لربهم واقاموا الصلواة وامرهم شوريٰ بينهم وممارزقناهم ينفقون يعني منهنجا اهي ٻانها جيڪي منهنجي احڪامن کي قبول ڪرڻ وارا ۽ نظام صلوة قائم ڪرڻ وارا ۽ جن جو نظام حڪومت. شورائي ۽ جمهوري آهي ۽ اسان جي عطا ڪيل رزق کي خرچ ڪرڻ وارا آهن. غور ڪيو وڃي ته قرآن حڪيم

جي صلوات جي حوالي سان هي هدايت خالص ۽ پڌري نموني حڪومت ۽ حڪومتي نظام سان تعلق رکي ٿي ۽ جيڪا پنهنجي معنيٰ ۾ چٽي ۽ پڌري آهي. سورت قيامت جي آيت نمبر ٣١ ۽ ٣٢ ۾ آهي فلاصدق ولاصليO ولاڪن ڪذب وتولي يعني نہ تصديق ڪيائين نہ ئي خدائي قانونن جي تابعداري ڪيائين پر (ان جي ابتڙ) تڪذيب ڪيائين خدا جي قانونن جي، ۽ روگرداني ڪيائين، ابتي منهن هليو، پٺيرو ٿيو خدا جي حڪمن کان، تہ هنن آيتن ۾ صليٰ لفظ جي مقابلي ۾ توليٰ جو لفظ قرآن آندو آهي. انهيءَ مان چڱي نموني معلوم ٿئي ٿو تہ لفظ صلوت جي معنيٰ آهي خدائي حڪمن جي تابعداري ڪرڻ اها معنيٰ مقابل لفظ توليٰ جي ڪري بہ پڪي طرح ثابت ٿي وئي جو تہ تولي جي معنيٰ آهي، منهن موڙڻ، نافرماني ڪرڻ، تہ صلي جي معنيٰ فرمانبرداري ۽ تابعداري متحقق ٿي وئي، مفردات القرآن ۾ سورت علق ۾ آهي تہ ارايت الذي ينهي عبداً اذا صلي يعني جڏهن خدا جو ٻانهو احڪام الاهي يعني قرآني حڪومت ۽ قرآن واري ڏس تي عدل انصاف ۽ مساوات واري نظام ربوبيت تي هلي ٿو تہ مخالف انقلاب جنهن کي قرآن ڪٿي ملا (وڏيرن) ڪٿي مترفين (عياش ۽ سرمائيدار) جي نالن سان سڏيو آهي، اهو روڪي ٿو انهي انقلابي کي، مؤمن کي، قرآن تي عمل ڪرڻ کان، قرآن جي تابعداري ڪرڻ کان، پيروي ڪرڻ کان، هاڻ هن موقعي تي غور فرمايو وڃي، صلوت جي معنيٰ جيڪڏهن نماز ورتي وڃي تہ پوءِ ڪنهن جي نماز پڙهڻ مان ڪنهن جاگيردار کي ڪهڙو نقصان پهچندو؛ جو هو نمازي کي نماز کان روڪيندو، ڪنهن سرمائيدار کي ڪهڙو نقصان پهچندو، ڪنهن جي نماز پڙهڻ کان ڪير ڪٿي سئو هزار نمازون پڙهي ڪنهن ظالم ڪنهن رشوت خور کي ڪنهن جي نماز پڙهڻ مان ڪهڙي تڪليف ٿيندي، هائو البت ڪو مؤمن جيڪڏهن نعرو هڻندو تہ ان الارض ير ثها عبادي الصالحون يعني بيشڪ زمين جا وارث منهنجا اهي ٻانها ٿيندا جيڪي زمين جي اصلاح ڪندا، تہ انهيءَ ڳالهہ تي يقيناً جاگيردار ڪاوڙبو ۽ "ينهي عبدا اذا صلي" يعني ان قرآن تي هلڻ واري کي مخالف انقلاب، روڪيندو، منع ڪندو، ۽ جيڪو قرآني انقلاب جو ورڪر نعرو



هڻندو تہ ليس للانسان الاماسعيٰ يعني انسان جو ايترو حق آهي، ڪنهن جي آمدني اوتري ان جوحق بنجي ٿي، جيترو هو پورهيو ڪندو، تہ يقيناً سرمائيدار اهڙي نعري هڻڻ واري تي ڪاوڙبو، ان کي اهڙي نعري کان روڪيندو، نظريي کان روڪيندو ۽ جيڪو قرآني انقلاب جو ورڪر نعرو هڻندو تہ وادوا الامانات اليٰ اهلها تہ ظالم ۽ غاصب حڪمران ضرور ڪاوڙبو ۽ اهڙي نعري هڻڻ واري ۽ انهي نظريي ڦهلائڻ واري کي ضرور روڪيندو ۽ ينهيٰ عبدا اذاصليٰ وانگي قرآن جي تابعداري ۾ حڪومت ٿاهڻ وارن اڳيان بند ٻڌندو، باقي هيءَ نماز جيڪا اسان پڙهون پيا اها نہ سرمائيدار کي ذخيره اندوزي کان روڪي ٿي نہ ڪا موري کي رشوت کان روڪي ٿي، نہ جاگيردار کان پاڻ ڪاهڻ کان وڏيڪ زمين کسي ٿي، ياد رکڻ گهرجي رب سائين صلوات جي نشاني ۽ وصف جيڪا سورت عنڪبوت جي آيت نمبر ٤٥ ۾ بيان فرمائي آهي اها آهي تہ ان الصلواة تنهيٰ عن الفحشاء والمنڪر يعني بيشڪ صلوات روڪي ٿي فحاشين ۽ بدڪارين کان چاٽڻ گهرجي تہ معاشري جا ڏوهہ ۽ گناهہ معاشي ناهمواري سبب وجود ۾ ايندا آهن، انهن جو منڍ جاگيرداري سرمائيداري ۽ غير جمهوري شخصي حڪومتون هونديون آهن، پوءِ جڏهن ڪو انقلابي، قرآني قانون جي روح مطابق معاشي برابري لاءِ اعلان ڪندو تہ هاڻي حڪومت ويسئلونڪ ماذا ينفقون قل العفو (بقره آيت ٢١٩) جي قانون تي هلڻ گهرجي، يعني دولت جو ذخيرو ڪرڻ بند ۽ هر شخص پنهنجي ڪمائي مان پنهنجي ۽ عيال جي ڪفايت جيترو ڪڍي باقي سڀ بيت المال ذريعي ينفقون في سبيل الله جي کاتي ۾ جمع ڪرائي ڇڏي، تہ قرآن جي انهيءَ نظريي کي ڦهلائڻ سمجهائڻ نافذ ڪرائڻ اها صلوة آهي ۽ اها صلواة اڳتي هلي معاشري ۾ تنهيٰ عن الفحشاء والمنڪر جو رنگ ڏيکاريندي ۽ رزلٽ ظاهر ڪندي، باقي موجوده مروج نماز تنهيٰ عن الفحشاء والمنڪر تہ هڪ سيڪڙو بہ ڪا نہ ٿي ڪري، ڪنهن کي جيڪڏهن شوق هجي تہ اهو مون کان روبرو انهن ماڻهن جي ناليوار لسٽ ڀڃي سگهي ٿو، جيڪي پنج وقت نماز جا پابند آهن ۽ پهرين نمبر جا راشي آهن. انهن جو ڪائڻ پيئڻ چوڙڻ

حرام ۽ ظلم جي ڪمائي تي آهي انهيءَ لسٽ ۾ ڪامورا، جاگيردار، حڪمران، پير، سڀ جيڪي نه رڳو نمازن جا پابند آهن پر تسبيحون هٿ ۾ ۽ هر سال عمرو ادا ڪندڙ، ڪوڙ ڀيرا حج ڪندڙ، مطلب هنن جي هٿ گهڙيل مذهب جي فل يونيفارم ۾ هوندا آهن ۽ فحاشي جا به مڪمل نموني پابند هوندا آهن ته يقين ڪرڻ گهرجي ته لفظ صلواة جي معنيٰ قرآني قانون تي عمل ڪرڻ آهي، ۽ عمل ڪرائڻ آهي، انهي معنيٰ سان ئي صلوة جي معنيٰ تنهيٰ عن الفحشاء جي رزلٽ ڏيڪاري سگهي ٿي، مون شروع ۾ گذارش ڪئي آهي وري ان کي دهرايان ٿو ته قرآن حڪيم جي اصطلاحن کي سمجهڻ لاءِ، تعبير ۽ تفسير سمجهڻ لاءِ، هي ضروري آهي ته ماڻهو قرآن کي پوري انسان ذات لاءِ، ڪائنات لاءِ، حڪومتن لاءِ، ميڙن جو، اجتماعن جو، رهنما قانون تصور ڪري، تسليم ڪري، قبول ڪري ۽ هي به يقين ڪري ته هنن قانونن کي انفرادي ۽ شخصي خوشحالي ۽ آسودگي جو، ذاتي قسم جو ڏس پنڌ وارو ڪتاب به نه سمجهي ۽ قرآن ۾ ڏسيل هدف ۽ اجتماعي خوشحالي بااخلاق ۽ باڪردار معاشرو تڏهن قائم ڪري سگهبو، جڏهن قرآن کي حڪومت جي منشور ۽ دستور طور نافذ ڪبو ۽ ان مطابق عمل ڪبو، لفظ صلوة جي اها معنيٰ زماني قديم کان مقرر ۽ متعين هئي ان ۾ ڪوبه مونجهارو ڪونه هو ۽ حضور ﷺ جي زماني ۾ به مخاطبين انهيءَ معنيٰ سان صلوة کي سمجهندا هئا پر لڳي ٿو ته اهل فارس شڪست کان پوءِ اسلامي انقلاب کان انتقام وٺڻ جي خيال کان، جيڪو قرآن کي شڪست ڏيڻ جو منصوبو ٺاهيو ۽ علم حديث جي فن معرفت جيڪا حرفت ۽ ڪاريگري ڏيکاري انهن صلوة جي معنيٰ، قرآن جي اصل مقصود خلاف، پنهنجي من گهڙت انفرادي نماز واري قرار ڏني، جيڪا اسلام کان اڳي کان وٺي فارس وارا پڙهندا رهندا هئا، هونئن به غور ڪيو وڃي ته پنجن جي انگ ۽ فڪر کي اهميت ۽ تقدس اهل فارس وارن وٽ اڳي کان حاصل آهي مون کي چڱي طرح ياد نه ٿو اچي مون وٽان حوالي وارو ڪتاب مهربان چورائي ويا آهن شايد اهي انهن جا مقدس پنج هي هجن اهواز، هرمز، اهرمن، مزدڪ نوشيروان بهرحال ممڪن آهي ته هڪ اڌ



نالي ۾ منهنجي ياد صحيح نه هجي سڀ ڪو وڃي لائبريريون اٿلائي درستي ڪري، پر پنجن جي عدد جو تقدس غير قرآني آهي، انهيءَ فڪر جو شجرو حضور ﷺ سان ملائڻ، اهو حديثن ٺاهڻ وارن جو ڪرشمو آهي جيڪو في الواقع غير قرآني آهي پنج نمازون ۽ اسلام جا پنج بنياد ۽ پنج تن انهن پنجن جي تقدس جو اصل ايران سان تعلق رکي ٿو اسان وٽ ته چئن پيٽين کي بنياد بنائي ڇت وڌي ويندي آهي، علماء ديوبند جي حضرت نانوتوي کان وٺي اڄ تائين پر ائين به چو، آئون ته سمجهان ٿو ته حافظ ابن حجر کان وٺي علم حديث جي فن اسماء رجال ۾ به نالا تمام قدآور آهن هڪ حڪيم نياز احمد فاضل ديوبند جيڪو شايد جهلم جي طرف جو آهي ٻڌڻ ۾ آيو هو ته ان کي مخالفين قتل ڪري ڇڏيو هو، ٻيو علام تمنا عمادي، ٻهرين شخص جو ڪتاب ڪشف الغمہ عن عمر ام الامة ۽ روايت افڪ شاهڪار قسم جا ڪتاب آهن ۽ ٻي شخصيت علام تمنا عمادي جي آهي جنهن جون ڪوڙ ساريون تصنيفون آهن جن مان اعجاز القرآن اور اختلاف قرائت، امام زهري و امام طبري، انتظار مهدي و مسيح، جمع القرآن، چيپل مارڪيٽ ۾ موجود آهن. انهن جي ڪتابن جي مجموعي مطالعي مان لڳي ٿو ته انقلاب دشمن شروع اسلام کان مجوسيت يهوديت ۽ نصرانيت واري پنهنجي مذهب کان تقيي جي نموني ظاهري طور الڳ ٿي اسلام قبول ڪرڻ جو اعلان ڪري ۽ پنهنجي ذهانت ۽ هوشياري جي آڌار تي اچي قرآني فڪر ۽ فلسفي خلاف ڳالهيون ٺاهيون، جن کي حديثن جو نالو ڏيئي انهن جي نسبت نبي ﷺ ڏي ڪري ۽ وڏين اسلامي شخصيتن اصحاب ڪرام ۽ تابعين بزرگن جا نالا انهن سان بطور راوي جي ڳنڍي علم حديث ۾ ملاوٽ جو هڪ وڏو ذخيرو گڏ ڪيائون جيڪو اڳتي هلي هوريان هوريان موقعي مناسب ميدان تي آندائون جنهن سان اصل قرآن کي ڪناري لڳائيندي لڳائيندي، ماڻهن کان قرآن جا انقلابي رهنمائي وارا فڪر وسارائي ڇڏيائون ۽ انهيءَ گروهه جي شخصن جو پاڻ ۾ وڏو گٺ جوڙ هو اهي سڀ صلاحون ڪري رٿابندي سان قرآن واري فلسفي کي بليڪ آئوٽ ڪرڻ جي مهم ۾ لڳل هئا، اسان جي دوست

عزير احمد صديقي ڪتاب تحفہ بابل ونينوا ۽ ارمغان عجم، جي مصنف لکيو آهي تہ انهن مجوسيت نصرانيت ۽ يهوديت جي ادارن کان آيل اسلام ۾ داخل ٿي جيڪي پاڻ کي هڪٻئي کي امام جي لقب سان سڏيندا ۽ سڏائيندا هئا انهن پاڻ مان مري ويندڙ، وفات ڪري ويندڙ، ماڻهو لاءِ هڪ ڪوڊ ورڊ ناهيو هو، جنهن سان هو هڪ ٻئي کي اطلاع ڪندا هئا تہ اهو پنهنجي لڏي جو ماڻهو هو، يا آهي، اهو ڪوڊ ورڊ يا اصطلاح هئي قدس سره، جي جنهن جي معنيٰ مطلب آهي تہ ان جي اصلي روپ رنگت راز رهجي ويئي، بچي ويئي، ڪنهن کي بہ ڪل نہ پئجي سگهي، تہ هي پنهنجي اصل مذهب جي ناڪاميءَ جو بدلو وٺڻ لاءِ اسلام ۾ داخل ٿيو ۽ اسلامي علم ۽ فلسفي کي ڪوڙيون روايتون گهڙي مليا ميٽ ڪرڻ واري ٽيم جو ماڻهو هو، انهن سڀن ڪارگذارين کي سمجهڻ ۽ پڙهڻ لاءِ شوق رکندڙ ماڻهو ابن سباجي زندگي تي لکيل مضمون ۽ ڪتاب پڙهي ڏسن اردو ۾ تحريڪ سبائيت ڪتاب پراڻي وقت ۾ مون پڙهيو آهي، البت عربي ٻوليءَ ۾ انهي تي وڏو مواد لکيل آهي ڪيترا ماڻهو جن کي قدس سره جي اصطلاح جي صحيح پس منظر جي خبر ڪانهي تہ انهي جو اصل سبب ۽ مقصد ڇا هو اهي ويچارا پنهنجي اڻ ڄاڻائي سبب ڪيترن صحيح عالمن ۽ دين جي سچن خدمتگذارن کي بہ نالي پٺيان قدس سره لکي ڇڏيندا آهن.

هڪ تمام ضروري وضاحت:

هونئن تہ لفظ الصلواة تمام گهڻين معنائن ۽ وسيع مفهوم وارو لفظ آهي جنهن جي پوري جا پوري تشريح ۽ سڀ معنائون ڄاڻائڻ مون جهڙي انتهائي ڪم علم ۽ جاهل لاءِ تہ محال آهي، جو انهن جو احاطو ڪري سگهان ۽ جڏهن قرآن حڪيم جهڙي نابغہ روزگار عبقري ڪتاب، پنهنجي پيش ڪيل مثالي حڪومت ۽ مثالي معاشري ناهڻ لاءِ منشور ۽ دستور ۾ جيڪا رهنمائي ڪئي آهي ان جو عنوان اقيموا الصلوة وآتوا الزکوة کي قرار ڏنو آهي تہ انهن عنوانن جي سياسي تعبير ماضي جي انقلاب دشمنن بدلائي ڇڏي آهي، مسخ ڪري ڇڏي آهي. ان کي رهبانيت جو نشان بنائي ڇڏيو آهي. سو موجوده دور ۾ خاص ڪري



ڪارل مارڪس جي ڪتاب داس ڪيپيٽال جنهن جي تعريف ۾ علامہ اقبال چيو آهي تہ نيست پيغمبر وليڪن دربغل دارد ڪتاب، انهيءَ ڪتاب مٿان وري جڏهن لينن ١٩١٧ع ۾ انقلاب آندو تہ دنيا جي گهڻن دانشورن ۽ عام ماڻهن انهيءَ کي پسند ڪيو ۽ ساراهيو سو ان جي ڀيٽ ۾ بلڪ ان کان بہ گهڻو مٿي، دنيا جي معاملن کي سلجهائڻ وارو ڪتاب قرآن مجيد جنهن لاءِ بہ علامہ اقبال جي شاهدي پيش ڪريان ٿو. تہ چيو اٿس: جو راز قل العفو مين پوشيده هي ابتک- اس دور مين شايد وه حقيقت هو نمودار، پر افسوس جو اسان جي عالمن قرآني فڪر جي پرواز کي سمجهڻ جي ڪوشش نہ ڪئي، قرآن جي عالمي ڪائناتي هدايت ۽ قيادت جي رمزن کي سمجهڻ جي ڪوشش نہ ڪئي اها شڪايت بہ آئون علامہ اقبال جي زبان سان ڪريان تہ چگو ٿيندو چو تہ نظريي پاڪستان وارا تہ ائين ئي مون تي ڪاوڙيل هوندا آهن. علامہ صاحب مٿئين شعر سان گڏ اڳتي ٻئي شعر ۾ چيو آهي تہ: "اس راز کو کيا سمجهي دو رکعت کا امام" يعني جيڪو ٻہ رڪعتون نماز پڙهائي پاڻ کي امام پيو سڏائي انهيءَ کي ڪهڙي خبر تہ قرآن، قل العفو، چئي داس ڪيپيٽال کي ڪٿي تہ پري بيهاري ڇڏيو، لفظ صلوة جي سياسي ۽ فلاحي حڪومت جي بقا ۽ استحڪام واري معني جي بدلي ۾ جيڪي رواج مطابق هلندڙ معنيٰ نماز ڪئي ٿي وڃي، انهن سان اختلاف ڪرڻ جهيڙو جهڳڙو ڪرڻ منهنجو ڪو بہ مقصد ڪونهي، نہ ڪو مون ۾ ايتري طاقت ۽ دم آهي، جو اها جنگ وڙهي سگهان، مون هي محسوس ڪيو آهي تہ ديني مدرسن جي نوجوان طالب علمن ۾ اسلامي انقلاب ذريعي ديني فلاحي حڪومت قائم ڪرڻ جو احساس شوق ۽ ولولو پيدا ٿي رهيو آهي. انهن لاءِ دعاگو آهيان تہ رب سائين انهن کي ڪامياب ڪري ۽ انهيءَ سان گڏوگڏ هي ضروري سمجهان ٿو تہ ماضي ۾ قرآن واري فلاحي حڪومت کي ڪيئن شورائيت کان شخصي خانداني آمريت ۾ تبديل ڪيو ويو ۽ قرآن جي اجتماعي فلاح واري نظريي ۽ فلسفي کي رهبانيت جا مراقبا ڪيئن پارايا ويا، جيئن چوندا آهن تہ چشم بد دور، سو اهڙي حڪومت قائم ڪرڻ ۽ ناهڻ کان اڳ ضروري آهي تہ گذريل

حادثن مان سبق پرائجي. هونئن اسان جي عالمن کي ته بخاري ۽ مسلم
جهڙن ڪتابن، حديثن ذريعي سيکاريو آهي ته نبي ﷺ معراج تي ويا هئا
اتي رب پاڪ کيس پنجاهه نمازن جو تحفو ڏنو هو ته وڃي امت کي
پڙهاءِ هڪڙي ڳالهه آئون ڪليل ڪريان ٿو ته آئون پنهنجي رسول ﷺ
کي ڪامل اڪمل باشعور هوشمند سمجهان ٿو توڙي ڪٿي حضرت
موسيٰ عليه السلام اولوالعزم رسول آهي. تاريخ انسانيت جو وڏو ماڻهو
آهي، پر منهنجي محمد عربي جو مقام ۽ مرتبو تمام نرالو آهي، سو
موسيٰ جيڪا ڳالهه سمجهي پيو ته ماڻهو پنجاهه نمازون ڪونه پڙهي
سگهندا. اها حقيقت خود حضور ﷺ ان کان به وڌيڪ ڄاڻن پيا پر
موسيٰ عليه السلام ۽ حضور ﷺ ٻنهي کان وڌيڪ ته رب سائين به ڄاڻي
پيو ته ماڻهن ۾ پنجاهه پيرا رات ڏينهن ۾ نمازون پڙهڻ جو دم
ڪونهي، پوءِ جڏهن رب سائين به ڄاڻي پيو ته پوءِ اهو اهڙو حڪم
ڪيئن ڏيندو، جڏهن ته پاڻ پيو فرمائي ته لايكلف الله نفسا الاوسعها
يعني الله ڪنهن نفس کي سندس سگهه کان مٿي تڪليف ڪانه ڏيندو
آهي. مون کي سڀ ڄاڻ آهي ته مولوي صاحبان انهيءَ موقعي تي ڇا ڇا
جواب ڏيندا آهن انهيءَ سموري پتاڙ کي هت دهرائڻ جي ڪا ضرورت
ڪانهي. نه ئي اها پختگي جي لحاظ سان ان لائق آهي جو ان پتاڙ تي
بحث ڪجي.

پڙهندڙن کي صرف هي عرض آهي ته قرآن حڪيم ۾ مسجد
حرام کان مسجد اقصيٰ تائين سير ڪرائڻ جو ذڪر آهي، جنهن کي
مڪي کان مديني پاڪ طرف هجرت ڪرڻ جي معنيٰ ۾ سمجهڻ
گهرجي. معراج جو لفظ ۽ قصو حديثن مطابق پورن ٽيهن سيپارن ۾
ڪٿي به ڪونهي. غير قرآني قصن بابت رب سائين اسان کان ڪابه پڇا
ڳاڇا ڪونه ڪندو، هن ڏکي جملي معترضي ۽ ضروري وضاحت کي
ختم ڪري وري اصل موضوع کي شروع ڪجي ٿو. مٿي آئون عرض
ڪندو پيو اچان ته لفظ صلوة جي معنيٰ فرائض منصبي مان انتظامي
ذميداريون، جيڪي ڪنهن انقلاب آڻڻ واري ۽ رياست جي عهديدار مٿان
هونديون آهن. اهي مقصود آهن. پڙهي ڏسو سورت هود آيت نمبر ٨٧



اصلواتك تامرك ان نترك مايعبد آباؤنااو ان نفعل في اموالنامانشاء
يعني اي شعيب عليه السلام ڇا تنهنجيون صلاتون توکي هي حڪم ڏين
ٿيون ته اسان پنهنجي ابن ڏاڏن واري عبادت ڇڏي ڏيون ۽ پنهنجي مال
دولت به پنهنجي مرضي مطابق خرچ نه ڪيون ته يعني حضرت شعيب
عليه السلام جي امت وارا به صلوة جي اها معنيٰ پيا سمجهن ته سندن
ڪمايل دولت به سندن مرضي تي، انهن کي خرچ ڪرڻ جي اجازت نه
هئي، جنهن کان صلوة جي حڪم ذريعي انهن کي روڪيو ويو پئي، جو
هو شڪايت پيا ڪن ته اي شعيب عليه السلام تنهنجيون صلاتون ايترو
ته اسان تي سوڙهه نه ڪن جو اسان پنهنجو ڪمايل پئسو به پنهنجي
مرضي سان خرچ ڪري نه سگهون هتي سمجهڻ گهرجي ته زندگي جي
هر شعبي ۾ خدا جي حڪمن مطابق عمل ڪرڻ جو نالو صلوة آهي، هتي
جيڪڏهن صرف ايترو غور ڪجي ته ڳالهه آسانيءَ سان سمجهه ۾ اچي
ويندي ته زندگي جي سڀني معاملن ۾ وحي جي رهنمائي مطابق عمل
ڪرڻ جو نالو ئي اقامت الصلوة آهي، انهيءَ حقيقت کي سمجهڻ لاءِ
سورت مريم جي آيت نمبر ٥٩ ۾ آندل لفظ صلوة تي غور ڪيو وڃي
ته مقابل لفظ جي تقابل سان معنيٰ وڌيڪ سولائيءَ سان سمجهه ۾ اچي
ويندي. ارشاد باري تعاليٰ آهي ته فخلف من بعد هم خلف اضاعوا الصلوة
واتبعوا الشهوات يعني انبياءِ ڪرام جي وڃڻ کان پوءِ اهڙا ناخلف پيدا
ٿيا، جن صلاتون زيان ڪري ڇڏيون ۽ پنهنجي نفساني خواهشن وارن
جذبن تي هلڻ لڳا، هتي صاف نموني هي حقيقت پڌري ٿئي ٿي ته الله
جي حڪمن تي انبيائن جي رهنمائي ۾ هلڻ اقامت الصلوة آهي ۽ پنهنجي
نفساني خواهشن جي تابعداري هيٺ هلڻ، اهو اضاعت الصلوه يعني
صلواتن جو زيان آهي. هي مٿي بيان ڪيل اهي مثال هئا جن مان صلوة
جي معنيٰ احڪام خداوندي جي تابعداري ۽ پيروي هئي. هي حقيقت آهي
ته لفظ صلوة تمام گهڻين معنائن ۽ وسيع مفهوم وارو لفظ آهي ان ڪري
حڪومت جي انتظامي ڪمن ۽ رعيت جي معاملن کي سلجهائڻ لاءِ
منتظمين آفيسرن ڪارڪنن انقلابي ورڪرن جون گڏجاڻيون به لازمي
آهن. ميڙاڪا ڪرڻ ضروري آهي انهن جي اڄ جي اصطلاحن ۾ ميٽنگ

ڪانفرنس سيمينار وغيره سڏيو وڃي ٿو، هر گڏجاڻي لاءِ هر موضوع
جا ٽيڪنوڪريٽ، دانشور ماهر ڳالهائيندا، ليڪچر ڏيندا، سمجهائيندا،
سوال جواب جي نوبت به ايندي، ان ڪري هڪ طرف اهڙن ميڙاڪن کي
به قرآن پاڪ صلوة سان تعبير ڪيو آهي ۽ انهن ۾ شرڪت ڪرڻ کان
اڳ ۾ هي هدايت ڏيئي ٿو يا ايهالذين آمنوا لاتقربوا الصلوة وانتم
سڪاريٰ حتي تعلموا ماتقولون سورت نساء آيت نمبر ۴۳ ته اهڙن
ميڙاڪن ۾ ايجنڊا مطابق مسئلن تي ڳالهائڻو پوندو، ان ڪري نشي جي
حالت ۾ نه وڃجو ايئن نه ٿئي جو هڪ جي بدران ٻيو پيا ڳالهايو ۽
اهڙي وقت ميٽنگ ۾ يا ميڙاڪي ۾ وڃو، جڏهن اوهان کي هي ساڃاهه
هجي ته ڇا ڳالهائڻو آهي ۽ ڇا چئي رهيو آهيان آيت ڪريمه جي الفاظن
تي غور ڪيو ته جنهن اجتماع صلوة ۾ شريڪ ٿيڻ ۽ نه ٿيڻ جو
حڪم ڪري ٿو، اتي سمجهڻو ۽ سمجهائڻو آهي، هن مروج نماز ۾
نمازيءَ کي ڳالهائڻو ته ڪونه ٿو پوي، هتي ته پڙهيو ٿو وڃي، جيڪو
نماز ۾ ڪجهه پڙهڻ جو رواج هلي پيو، جي اهو درست هجي ها ۽
صلوة مان انهي آيت ۾ مراد موجوده نماز هجي ها ته حتي تعلموا ماتقو
لون جي بدلي هي لفظ هجن ها ته حتيٰ تعلموا ماتقرئون، لفظ تقولون
گفتگو ۽ مقالن جي معنيٰ ۾ اچي ٿو. ان ڪري مٿي ڄاڻايل آيت ۾ صلوة
جي معنيٰ ميٽنگ سيمينار يا ڪانفرنس ئي ٿي سگهي ٿي. وري اڳتي
سورت مائده جي آيت نمبر ٦ ۾ حڪم ٿئي ٿو يا ايها الذين آمنوا
اذاقمتم الي الصلوة فاغسلوا وجو هڪم وايديڪم الي المرافق وامسحوا
برئوسڪم وارجلڪم الي الڪعبين وان ڪنتم جنبا فاطهروا هن آيت ۾
حڪم ٿئي ٿو ته جڏهن توهان اجتماع صلوة ۾ وڃو ته منهن ۽ هٿ
ڌوئي وڃو هٿ ٺونين تائين ۽ پير پيڊين تائين مٿي کي به مک ڪيو ۽
جي تڙپيل هجي ته ان کان به پاڪائي ڪري پوءِ وڃو اڳتي به آيت ۾
وڌيڪ مسئلا بيان ڪيا ويا آهن هت صرف هي عرض ڪرڻ مقصد آهي
ته هن آيت ۾ رب پاڪ چئي ماڻهن جي ميڙاڪي ۾ وڃي ويهڻ ۽
شريڪ ٿيڻ جا آداب سيکاري ٿو ته صفائي، سنائيءَ سان ميڙاڪن ۾
شريڪ ٿيو. گندگي ۽ گدلائي کان پاڪ صاف ٿي معتبر ۽ مهاندا ٿي



ماڻهن سامهون ويهو. سورت اعراف جي آيت نمبر ۳۱ ۾ رب پاڪ
فرمائي ٿو ته يا بني آدم خذ وا زينتڪم عند ڪل مسجد اي اولاد آدم!
اي انسانو جڏهن مسجدن ۾ وڃو يعني انقلاب جي مرڪزن ۾ هيڊ
ڪوارٽرن ۾ وڃو ته سونهن سينگار ڪري وڃو، هن آيت سان صلوة جي
ميڙاڪن ۾ صفائي سٺائي سان وڃڻ واري حڪم جي وڌيڪ تائيد ۽
تشريح ثابت ٿئي ٿي، باقي اهو جيڪو چيو وڃي ٿو ته اذاقمتم الي
الصلوة فاغسلوا وجوهڪم واري آيت سان جيڪو وضو ڪجي ٿو اهو
ماڻهوءَ جي پليتي کي ختم ڪري پاڪ بنائي ٿو، عجب ڳالهه آهي جو
ماڻهوءَ کان ٽٽ ڦوس نڪري هڪڙي هنڌ کان ۽ ڌوئي پاڪ ڪجي
منهن ٻانهون ۽ پير ۽ مٿي کي مک، اهو ٿيو ڪنڌو لڳي ٻير ۾ ڪوتجي
گوڏو ۽ وضو لاءِ هي به چيو وڃي ٿو ته ٻانهو نماز ۾ خدا جي اڳيان
بيهي ٿو، ان ڪري وضو ذريعي پاڪ ٿي وڃي، هي ته عجيب ڳالهه ٿي
جو ماڻهو جيڪڏهن نماز ۾ آهي ته خدا جي سامهون آهي هونئن ڇڻ
خدا کان پري آهي ڇا. سورت ق جي آيت نمبر ۱۴ ۾ آهي ولقد خلقنا
الانسان ونعلم ما تو سوس به نفسه و نحن اقرب اليه من جبل الوريد
يعني بيشڪ اسان انسان کي پيدا ڪيو ۽ هو جيڪو پنهنجي دل ۾
سوچي ٿو يا وسوسا ڪري ٿو اسان انهن جي به ڄاڻ رکون ٿا ۽ اسان
ان جي ساهه ڪٽڻ واري رڳ کان به ان کي ويجها آهيون، پوءِ جڏهن رب
سائين ٻانهي کي ايترو ويجهو ۽ گڏ آهي ته اهو تصور خيال ۽ عقيدو
ڪهڙي معنيٰ رکي ٿو ته ماڻهو الله جي عبادت ڪرڻ لاءِ مسجد ڏي وڃي
ٿو اتي رب جي سامهون باوضو ٿي بيهي ته اتي الله ملندو ۽ ٻئي هنڌ
مسجد ۽ نماز کان سواءِ ڇڻ الله کان پري آهي، سورت نساء جي آيت
نمبر ۱۰۱ ۾ خوف ۽ دشمن سان مقابل هجڻ جي صورت ۾ قرآن پاڪ
صلوة جي اجتماع ۾ معمول واري وقت کان گهٽ وقت ۾ اجتماع ۽
گڏجاڻي ڪرڻ جي رعايت ۽ هدايت ڏئي ٿو، ۽ آيت نمبر ۱۰۲ ۾
حضور ﷺ کي خاص خطاب ڪندي فرمائي ٿو ته واذاڪنت فيهم فاقمت
لهم الصلوة يعني اي نبي جڏهن تون ميدان جنگ ۾ يا جنگي ماحول ۾
هجين ۽ قائم ڪرين صلوة، ته انهيءَ جي صورت هي آهي ته لشڪر ۽

فوج جو هڪ حصو پهريائين اچي، اوهان سان اجتماع صلوة ۾ ضروري
هدايتون ٻڌي ۽ سمجهي ۽ هليو وڃي پنهنجي مورچن ۽ جنگي پوزيشن
سنڀالي، ۽ ٻيو حصو فوج جو جيڪو اڳ ۾ دشمن سان مقابل مورچن تي
۽ پوزيشن تي ٻيهاريل هو، هاڻ اهو اچي ۽ حضور ﷺ جي خدمت ۾
اجتماع صلوة يعني ميٽنگ ۾ شريڪ ٿئي، اها هدايت ان لاءِ آهي جو
دشمن هر وقت تاڙ ۾ هجي ٿو ته اوهان کي غفلت ۾ ڏسي ۽ حملو
ڪري ڏئي، ۽ اڳتي آيت نمبر ۱۰۳ ۾ آهي ته جڏهن اوهان صلوة پوري
ڪري چڪو ته فاذکرو الله قيا ماوقعودا وعلي جنوبکم فاذا اطمانتم
فاقيموا الصلواة ان الصلوة کانت علي المومنين کتابا موقوتا يعني جڏهن
گڏجاڻي پوري ٿي وڃي ته ان ۾ سمجهايل ۽ پاس ڪيل هدايتون ۽
قانون اٿندي وهندي ليٽندي الله جي حڪمن ۽ قانونن کي ياد ڪيو، ۽
جنگي صورتحال کان جڏهن فارغ ٿي وڃو ته پوءِ معمول مطابق يعني
ايمرجنسي کان سواءِ جيئن پرسڪون ماحول ۾گڏجاڻيون ڪندڙ هيو،
وري اهڙي نموني قائم ڪيو نظام صلوة کي، جو ته اهو نظام ته
باقائدي مقرر وقت تي پابندي سان ادا ڪرڻو آهي. آيت نمبر ۱۰۲ ۾
جيڪو حضور ﷺ کي خطاب آهي ته فوج جي قيادت ۾ جيڪڏهن اوهان
پاڻ شريڪ هجو ۽ صورتحال جي تقاضا اهڙي هجي جو اوهان کي
پنهنجي لشڪر کي ڪا جنگي حڪمت عملي متعلق، نئين هدايت ڏيڻي
هجي ته متين طريقي مطابق ميٽنگ ڪريو. قرآن پاڪ جا الفاظ آهن
فاذاکنت فيهم فاقمت لهم الصلوه يعني اي نبي توڻ قائم ڪرين، فوج
سان گڏجاڻي، ته ان جي صورت اها ٿيندي. هن موقعي تي هي صورتحال
ڏيان تي رهي ته حضور ﷺ فوجن جا ڪمانڊر آهن ۽ سربراه مملڪت
آهن، ته اهي اهڙي جنگي ماحول ۾ ڪنهن نئين حڪمت عملي بابت
پنهنجي فوج کي ڪي هدايتون ڏيڻ گهرن ته ان جو طريقه ڪار قرآن
پاڪ اهو سمجهايو. آئون مٿي عرض ڪري آيو آهيان ته لفظ صلوة،
قرآن حڪيم انقلاب ۽ هڪ فلاحي حڪومت ۽ ڪامياب ايڊمنسٽريشن
لاءِ اهڙي اصطلاح طور مقرر ڪري ڏنو آهي جنهن جون معنائون ۽ مطلب
تمام گهڻن ڪمن ۽ موقعن تي فٽ اچن ٿيون، جنهن سان سڄي رياستي



مشنري ۽ رعيت جي نظام پرورش، امن عام پرسڪون فضا، ڪاميابي
سان حاصل ٿئي، انهي حقيقت کي وڏيڪ ذهن نشين ڪرڻ لاءِ عرض
آهي ته قرآن حڪيم کي دعا تعويذ ۽ ڦيڻ جو ڪتاب نه سمجهڻ
گهرجي، نه ئي حضور ﷺ جن کي ڪنهن درگاهه يا خانقاهه جي پير ۽
گادي نشين سجاده نشين وانگر سمجهڻ گهرجي، پاڻ ڪريمن جي
شخصيت ۽ حيثيت سندن زندگي ۾ هڪ انقلابي جي هئي، هڪ سربراهه
مملڪت واري هئي، ڪمانڊر انچيف واري هئي، ڪين مليل ڪتاب قرآن
مجيد به پوري انسان ذات جو رهنما ۽ ڪائناتي منشور ڪتاب آهي، سو
اهڙي ڪتاب جي ٻڌايل اصطلاح "صلوة" جي گهڻن پهلوئن ۽ معنائن
جو احاطو، هن مختصر مضمون ۾ مشڪل تي سگهي ٿو، البت ڪي
مختصر معنائون عرض رکجن ٿيون. سمجهڻ گهرجي ته قرآن حڪيم ۾
جتي جتي به اقيموا الصلوة جو حڪم ڪيو ويو آهي، ان جو مقصد نظام
ڪائنات ۽ نظام سلطنت يعني رياست جا سڀ انتظامي معاملا سرانجام
ڏيڻ آهن، پوري رعيت جي حفاظت، امن، علاج، تعليم، کاڌ خوراڪ،
رهائشي ضرورتن پورو ڪري ڏيڻ جو سڀ ڪم. ان ۾ شامل آهي ان
لحاظ سان مصلين جي معنيٰ انقلاب ۽ حڪومت جي وڏين ذميدارين ۽
عهدن وارا سياسي ۽ انتظامي افسر، پوءِ انهن مان جيڪي پنهنجيون
ذميداريون صحيح نموني نڀائيندا، ۽ رعيت جي صحيح پرگهور ڪندا ته
قرآن پاڪ سورت معارج جي آيت نمبر ۲۲ ۾ انهن جي تعريف ڪئي
آهي، ۽ جيڪي حڪمران ۽ آفيسر بي سهارا مسڪين ۽ بي پهچ ماڻهن
مٿان جبر ۽ ڏاڍ ڪندا ۽ انهن جي کاڌ خوراڪ جو انتظام نه ڪندا ته
قرآن پاڪ انهن لاءِ سورت ماعون ۾ فرمايو آهي ته اهڙن حاڪمن لاءِ
ويل ۽ تباهي آهي، ۽ جنهن جاءِ تي لفظ صليٰ جي پويان صلي ۾ عليٰ جو
لفظ ايندو ته اتي صليٰ جي معنيٰ تعظيم ڪرڻ، دعا ڏيڻ، حوصلي افزائي
ڪرڻ، ترقي ڪرائڻ، تنزل کان روڪڻ، واڌ ۽ ويجهه ۾ مدد ڪرڻ
وغيره ٿيندي، جيئن سورت احزاب جي آيت نمبر ۳۴ ۾ اچي ٿو هو
الذي يصلي عليکم و ملائکته ته انهيءَ جي معنيٰ ٿيندي ته الله ۽ ان جا
فرشتا اوهان جي حوصلي افزائي ڪن ٿا، توهان جي محنتن کي ترقي

ونائن ٿا. ساڳي سورت احزاب جي آيت نمبر ٥٦ ۾ آهي ته ان الله
وملائكته يصلون علي النبي يا ايها الذين آمنوا صلو عليہ وسلموا تسليما
بيشڪ الله ۽ ان جا ملائڪ نبي جي پروگرام ۾ ان جي حوصلي افزائي
ڪن ٿا. اي ايمان وارو اوهان بہ رسول جو ساٿ ڏيو. ان جي مدد
ڪريو. يعني سهڻي نموني سان فرمانبرداري ڪريو. سورت توبہ جي
آيت نمبر ١٠٣ ۾ آهي وصل عليهم ان صلواتڪ سَڪن لهم يعني اي نبي
تون انهن جي حوصلي افزائي ڪر. تنهنجي انهن کي شاباس چوڻ انهن
کي راحت ۽ سڪون پهچائيندي. سورت نور جي آيت نمبر ٤١ ۾ آهي
ته ڪل قد علم صلاته و تسبيحه يعني مخلوق جي سڀن قسمن پنهنجي
ذميدارين کي ڄاڻي ۽ سمجهي ورتو آهي. انهيءَ جاءِ تي هيءَ ڳالهہ ثابت
ٿئي ٿي ته صلوة صرف انسانن ۽ مؤمنن مٿان فرض ڪانهي بلڪ مخلوق
جي سڀن قسمن جي. پنهنجي پنهنجي جدا صلواة آهي. دين جي دشمن.
حضور ﷺ جي انقلاب جي دشمن لاءِ. قرآن پاڪ فرمائي ٿو ته وماكان
صلواتهم عندالبيت الامكاء وتصديہ سورت انفال آيت ٣٥ يعني انهن جي
صلوات بيت الله وٽ سيٽيون وڄائڻ ۽ بي مقصد نہ سمجهہ ۾ اچڻ وارو
هل هنگامو ڪرڻ. جنهن جو ڪوبہ معنيٰ مفهوم ۽ ڪڙ تيل نہ هجي.
آئون ڪافرن جي صلوة يا نماز جي مٿين آيت واري تشريح پڙهي ڏڄي
وڃان ٿو ۽ رب سائين کان دعا گهران ٿو ته اسان مسلمانن کي انهي
ڳالهہ کان بچائي. انهي نوبت کان بچائي جو اسان جون صلواتون ۽
نمازون اهڙيون نہ ٿي وڃن. جن کي اسان جنهن وقت ادا ڪريون ته
اهي اهڙا آواز هجن. جن کي اسان سمجهي نہ سگهون ۽ اهي مڪاء و
تصديہ نہ بنجي وڃن اڄ هي سٽون ۽ مضمون جا ٻہ چار اکر جنهن وقت
لکي رهيو آهيان ان وقت هڪ مسجد جي حجري ۾ رهيل آهيان ۽ مون
کي ٻڌايو ويو آهي ته محلي وارن نمازين مان ڪن نوجوانن. جمعي
نماز بعد جلدي لائوڊ تي صلوة سلام پڙهڻ شروع ڪيا. پر پراڻن
قبضي وارن انهن کان لائوڊ جو مائيڪ ته ڪسي ورتو. پوءِ بہ انهن
صلواة سلام پڙهي پورا ڪيا ۽ ڌمڪيون ڏيندا نڪري ويا تہ اڳتي
ڏسون تہ ڪيئن ٿا اوهان اسان کي روڪيو (هي جملو معترضو هو)



سورت نور جي آيت ٥٨ ۾ آهي من قبل صلوة الفجروحين تضعون ثيابكم
من الظهيرة ومن بعد صلوة العشاء ثلث عورات لكم يعني قرآن پاڪ
تعليم ڏيئي ٿو ته اوهان تي آرام ڪرڻ ڪري ٽن پهرن ۾ ٽي وقت اهڙا
اچن ٿا جو اوهان لٽا لاهي آرام ڪريو ٿا ته اهڙي وقت اوهان جي
گهريلو ملازمن کي گهرجي ته بغير اجازت جي اندر ڪمري ۾ داخل نہ
ٿين. هڪ ظهر کان اڳي. ٻيو صلوة العشاء کان پوءِ. ٽيو صلوة الفجر
کان اڳي. هن آيت مان هي ثابت ٿئي ٿو ته نبي سائين جي زماني ۾
اجتماع صلواة جا ٻہ وقت مقرر هئا جن جو هتي قرآن پاڪ ذڪرفرمايو
آهي. توڙي ڪٿي هن آيت ۾ ظهر جي وقت جو بہ ذڪر آهي پر ان جو
تعارف عشاء ۽ فجر وانگر صلوة جي حوالي سان نہ ڪرايو ويو.آهي.
هتي بہ اجتماع صلواة جي ڪيفيت مان مقصد آهي تعليم تربيت ۽ انتظامي
ذميدارين بابت پنهنجي ڪارگذاري جي رپورٽ پيش ڪرڻ ۽ نيون
هدايتون وٺڻ ۽ ٻہ وقت صلوة جا هن ڪري بہ ته سورت هود ۾ حڪم
آهي ته اقم الصلوة طرفي النهار وزلفامن الليل آيت ١١٤ يعني قائم ڪر
صلوة ڏينهن جي ٻنهي طرفن ۾ ته اهي وڃي ٿيا. فجر ۽.مغرب ۽ غسق
الليل ۽ زلفامن الليل کي سورت نور ۾ بيان ڪيل. صلوة العشاء سان
تعبير ڪري سگهجي ٿو. تڏهن بہ اجتماع صلوہ لاءِ قرآن پاڪ سورت
اسراء جي آيت نمبر ٧٨ ۾ ڳالهہ کولي سمجهائي ڏني آهي ته اقم
الصلواة لدلوڪ الشمس الي غسق الليل و قرآن الفجران قرآن الفجر كان
مشهودا لفظ دلوڪ جي معنيٰ عام طور تي اڌ ڏينهن کان پوءِ زوال کان
وٺي لهڻ تائين جي هر وقت ۽ هر گهڙي کي دلوڪ ۾ شامل شمار
ڪري سگهجي ٿو. پر لغت جي ڪتابن جي گهري ڄاڻ سان پتو پوي
ٿو ته صبح جو سج اڀرڻ کان منجهند تائين جي شروع واري حصي کي
بہ دلوڪ جي معنيٰ ۾ شمار ڪري سگهجي ٿو. اهڙي نموني غسق جي
معنيٰ بہ رات جي پهرين حصي ۾ انڌيري جي گهرائي ۽ گهاٽاڻ کي
چئجي ٿو. انهي رهنمائي مان مقصد ۽ مطلب آهي ته سڄو ڏينهن سڄي
رات صلوة جو وقت آهي. جنهن وقت چاهيو جيترا ڀيرا چاهيو وقت ٿئي
وقت آهي سورت بقره جي آيت نمبر ٢٣٨ ۾ حڪم آهي ته حافظوا علي

الصلوات والصلوة الوسطي وقوموا لله قانتين○ يعني (اوهان جي نظام اجتماع لاءِ جيڪي) ڊيوٽيون ذميداريون ۽ عهدن جي لحاظ سان ڪم ڪاريون اوهان مٿان لاڳو ڪيون ويون آهن انهن جي حفاظت ڪريو (يعني سرانجام ڪيو ۽ نڀايو) جيڪي وچٿرائي انداز سان نڀائجن ۽ الله جي حڪمن تي عمل ڪرڻ لاءِ هر وقت تيار رهو. هن آيت لاءِ عام طور هي تفسير بيان ڪيو وڃي ٿو ته نمازون پنج آهن انهن مان وچين نماز جي حفاظت جو واڌاري تاڪيدي حڪم ڪيو ويو آهي. جڏهن ته حقيقت هي آهي ته هن آيت جي ماقبل ۽ مابعد ۾ نڪاح، طلاق، وصيت، رضاع، جلاوطني ۽ لڙائي جا احڪام آهن حضور ﷺ ۽ ان جي پارٽي انقلاب جي امين آهي، ذميدار آهي، انهن کي عدالت ۽ معاشري جي مسئلن بابت ڪورٽ هلائڻ جا قانون سيکاريا وڃن ٿا. امن ۽ خوف جي حالتن ۾ زندگي جي نظام بابت حڪومت جي ڪمن جي قرآن حڪيم سکيا پيو ڏئي، تربيت پيو ڏئي، اهڙي چاڙهه ۽ تربيت ڏيڻ مهل قرآن حڪيم فرمائي ٿو ته (صلوة جي هڪ معنيٰ فرائض منصبي به آهي) پنهنجي ڊيوٽين جي عهدن جي ذميدارين جي حفاظت ڪريو. يعني رياست ۽ پبلڪ جي ڪمن جي سرانجامي ڪريو (پر اوهان تي ان جو ايترو بار نه ٿئي جو پنهنجو پاڻ کي مشقت ۽ هلاڪت ۾ وجهي ڇڏيو) ڊيوٽيون ضرور ڪريو. پر وچٿري نموني، منهنجي ان معنيٰ ۽ تشريح جي تائيد سورت طه جي آيت نمبر ٢ مان ٿئي ٿي ما انزلنا عليڪ القرآن لتشقي○ يعني اي پيغمبر اسان توتي هي ڪتاب ان ڪري نازل نه ڪيو آهي ته تون مشقت ۽ تڪليف ۾ پئجي وڃين. پر اجا هن ئي سورت جي آيت نمبر ١١٧ ۾ ڏاڍي سائين حضرت آدم عليہ السلام کي به رب پاڪ فرمايو ته فقلنا يا آدم ان هاذا عدولڪ ولزوجڪ فلايخرجنڪما من الجنة فتشقي يعني اي آدم تحقيق هي شيطان تنهنجو ۽ تنهنجي زال جو دشمن آهي (ائين نه ٿئي جو ان جو توهان چوڻ مڃو) پوءِ تڙائي ڇڏي اوهان کي جنت مان ۽ پوءِ توهان هلاڪت ۽ مشقت ۾ پئجي وڃو هن آيت مان ثابت ٿئي ٿو ته رب سائين ٻانهن کي ڪنهن تڪليف ۾ وجهڻ نٿو گهري انهن حياتي ۽ زندگي جي مسئلن ۽ ضرورتن ۾ هڪ



قسم جو اعتدال وچٿرائي ۽ ڪفايت جي تعليم ڏيئي ٿو سورت بقره جي آيت نمبر ١٨٥ ۾ رب سائين فرمائي ٿو ته يريد الله بڪم اليسر ولايريد بڪم العسر يعني الله اوهان لاءِ سهولت چاهي ٿو پسند ڪري ٿو ۽ تڪليف ۽ دشواري جو توهان لاءِ ارادو نٿو ڪري. اهڙي نموني سورت بني اسرائيل جي آيت نمبر ١٠٠ ولا تجهر بصلاتڪ ولاتخافت بها وابتغ بين ذالڪ سبيلا يعني پنهنجي صلوة ۾ آواز نه ڏاڍيان ڪر نه هوريان ڪر، بلڪ ٻنهي جي وچٿرائي جيترو. عام تفسير ڪرڻ وارا انهيءَ مان مراد ۽ مطلب هلندڙ رواج مطابق نماز ۾ جيڪا قرائت قرآن پاڪ پڙهي وڃي ٿي ان بابت اها هدايت قرار ڏين ٿا ۽ منهنجي نظر ۾ ۽ سوچ مطابق ان جي هي معنيٰ مطلب وڌيڪ مناسب لڳي ٿو ته جيئن اجتماع صلوة يا صلوة جي ميڙ ڪي مٿي آئون ميٽنگ، سيمينار، ڪانفرنس جي معنيٰ ۾ به لکي آيو آهيان، هاڻ ان ۾ جيڪو بحث يا ليڪچر ۽ گفتگو ڪرڻي آهي، هي ان بابت هدايت آهي ته ان ۾ آواز نه ڏاڍيان هجي نه هوريان هجي، بلڪ وچٿرو هجڻ گهرجي ۽ انهيءَ معنيٰ مفهوم جي تصديق سورت شوريٰ جي آيت ٣٨-٤٢ مان به ٿئي ٿي، اها هي آهي ته والذين استجابوا لربهم واقاموا الصلوة وامرهم شوريٰ بينهم و ممارزقناهم ينفقون يعنيٰ جن ماڻهن پنهنجي پالڻهار جو حڪم مڃيو (يعني رزق جي برابري واري بنياد تي ٿقسيم ڪرڻ) ۽ قائم ڪيائون نظام ربوبيت کي ته انهن ماڻهن جا فيصلا يا معاملا هڪ ٻئي جي مشورن سان ٿيندا ۽ اهي ماڻهو اسان جي ڏنل رزق مان حقدارن ۾ خرچ ڪندا. هت هڪ جملو معترضو عرض آهي ته هي معنائون تڏهن ذهن ۾ صحيح نموني پڙهندڙ کي اينديون جڏهن قرآن پاڪ کي حڪمران ڪتاب ۽ حڪمرانن کي هدايتون ڏيندڙ ڪتاب سمجهي پڙهيو ويندو ۽ نظام حڪومت هلائڻ جو منشور تصور ڪيو ويندو پر جي ان جي ابتڙ قرآن کي شخصي ۽ انفرادي نمازن ۽ وظيفن وارو ڪتاب سمجهيو ويو ته. پوءِ شايد قرآن جي صحيح ۽ اصلي معنيٰ پڙهندڙ جي ذهن ۾ نه اچي سگهندي. سورت شوريٰ ۾ اقاموا الصلوة جي حڪم سان مجلس مشاورت ۽ رزق خداوندي کي خرچ ڪرڻ ۽ ورهائڻ جي لفظن تي زياده

غور ڪرڻ سان منهنجي گذارش شايد سهولت سان ذهن ۾ اچي
سگهندي ۽ اجا لفظ اقاموا ۽ اقيموا بہ تمام غور طلب آهي پوري قرآن ۾
الصلوة سان گڏ اقيموا جو لفظ ڪتب آندو ويو آهي تہ قائم ڪرڻ جو
تعلق نظام ۽ سسٽم سان هوندو آهي، انفرادي عبادت ۽ وظيفي لاءِ
اقيموا جي معنيٰ جي ڪابہ مطابقت ڪانهي، اسان وٽ تہ نماز جي لاءِ
عام طور چيو ويندو آهي تہ نماز پڙهو تہ لفظ پڙهو اهو اقيموا جو
ترجمو نٿو ٿي سگهي ۽ پڙهڻ انفرادي عمل آهي ۽ اقيموا اجتماعي عمل
آهي، پڙهڻ جو عمل نظام ۽ سسٽم کي هلائڻ جي معنيٰ ۾ ڪتب نہ
ايندو آهي تہ هي ثابت ٿيو تہ اقيموا سان نظام هلائڻ ۽ قائم ڪرڻ جو
حڪم ڪيو وڃي ٿو. منهنجي هن موقف جي تصديق سورت بقره جي
آيت نمبر ١٤٣ مان بہ ٿئي ٿي وڪذالڪ جعلناڪم امة وسطا لتڪونوا
شهداء علي الناس ويڪون الرسول عليڪم شهيدا يعني اي امت محمد عليہ
السلام اسان توهان کي عادل ۽ منصف امت ڪري پيدا ڪيو آهي هن
لاءِ تہ توهان پوري ڪائنات جي انسان ذات جي نگراني ڪريو سنڀال
ڪريو ۽ منهنجو رسول توهان جو نگران آهي يعني رسول ﷺ جي قيادت
۾ ليڊرشپ ۾ امامت ۽ اڳواڻيءَ ۾ توهان پوري دنيا جي قومن کي
انسانن کي قرآن واري نظام ۽ انقلاب سان پنهنجي نگراني ۾ هلايو
جنهن انقلاب جو هيڊ ڪوارٽر ڪعبي مڪة المڪرم کي اسان توهان لاءِ
مقرر ڪيو آهي ۽ جيڪڏهن مٿي بيان ڪيل آيت مان هرويرو اهو مقصد
ورتو وڃي تہ اها هدايت نماز ۾ قرائت سان تعلق رکي ٿي تہ نہ ڏاڍيان
نہ هوريان پر وچٿري آواز سان قرائت ڪئي وڃي تہ پوءِ ظهر ۽ عصر
جي نماز لاءِ ڪهڙو جواب ڏيندا جو اهي نمازون سري يعني هوريان ۽
مخفي بغير ڏاڍيان آواز جي پڙهيون وڃن ٿيون، جيڪي آيت جي حڪم
ولاتخافت بها يعني ايترو هوريان نہ هجي جو ٻڌندڙن کي ٻڌڻ ۾ ئي نہ
اچي ۽ اهي بہ نمازون وابتغ بين ذالڪ سبيلا يعني وچ ٿري آواز واري
قرآني حڪمن خلاف پڙهيون پيون وڃن. سو جيڪڏهن پڙهندڙ منهنجي
استدلال کي قبول نہ ڪن تہ گهٽ ۾ گهٽ ظهر ۽ عصر جي نماز جي
قرائت تہ ٻين نمازن وانگر پڙهي پنهنجي پر ۾ قرآن تي عمل ڪري



ڏيڪارين. دل تہ گهري پئي تہ سموري قرآن پاڪ ۾ جتي جتي لفظ
صلواة آندو ويو آهي، انهن سڀن آيتن جو مذڪور هتي آندو وڃي، معنيٰ
مطلب لکيو وڃي، پر مضمون تمام گهڻو ڊگهو ٿي ويندو، هاڻ اسين
زڪواة جي معنيٰ مطلب بابت بہ اکر لکون ٿا صلواة ۽ زڪوات اهي ٻيئي
قرآني نظام جا بہ اهم ٿنڀ آهن انهن جو ذڪر قرآن پاڪ ڪيئي ڀيرا
گڏ هڪ جاءِ تي آندو آهي، انهن ٻنهي اصطلاحي لفظن کي گڏ آڻڻ مان
مقصود، تمام وڏي سمجهاڻي آهي، اها هيءَ تہ صلوة قائم ڪيو تہ
زڪواة حاصل ٿئي، زڪواة معنيٰ، اهي اسباب جن سان ترقي، خوشحالي،
آسودگي حاصل ٿئي، افرادن ۽ معاشرن ميڙاڪن جي وڌڻ ويجهڻ ۽
سگهارو بنجڻ ۾ ٽيڪ ملي، مدد ملي، اجا هنن لفظن سان بہ اقيموا
الصلوة وآتوا الزڪواة جي معنيٰ ڪري سگهجي ٿي تہ صلواة قائم ڪرڻ
جو رزلٽ، ثمره ۽ حاصلات، زڪوات کي قرآن قرار ڏنو، يعني علت ۽
معلول جي معنيٰ ۾ هئي لفظ ڪتب آيا ۽ دعويٰ ۽ دليل جي طور بيان ڪيا
ويا، يعني جي ڪير سوال ڪري تہ اقيموا الصلواة جي حڪم تي عمل
ڪرڻ سان ڇا ٿيندو، ڪهڙو فائدو ٿيندو، يا اقيمو الصلواة يعني نظام
صلواة مان اسان کي ڇا ڪرڻو آهي، تہ انهيءَ جو جواب آتوا الزڪوة ۾
اتي جو اتي موجود آهي تہ ماڻهن کي خوشحالي ڏيو، آسودگي ڏيو،
ترقي ڪرڻ ۾ مدد ڪريو، سڌرڻ ۾ سهارو ڏيو، يعني اوهان جو
رياستي نظام اهڙو هجڻ گهرجي جنهن سان معاشرو ترقي ڪري، انهيءَ
تعبير ۽ تشريح ۾ هي خيال رهي تہ اهي احڪام رياست سان تعلق رکن
ٿا، اجتماعن سان تعلق رکن ٿا، شخصي ۽ انفرادي ناهن. گهڻي عرصي
کان اسلامي فقهہ جي ڪتابن ۾ زڪوة جي معنيٰ هڪ مقرر نصاب کان
وڌيڪ مال دولت تي چاليهين پتي کي سڏيو وڃي ٿو ۽ مراد ورتي وڃي
ٿي، اهو سراسر غلط آهي ۽ غير قرآني تشريح ۽ تعبير آهي، زڪوات جو
لفظ قرآن ۾ معاشري ۽ افرادن جي سڌارن جي معنيٰ ۾ آيو آهي، جيئن
سورت حج جي آيت نمبر ٤١ ۾ آيو آهي الذين ان مڪنا هم في الارض
اقاموا الصلوة وآتوا الزڪوة وامروا بالمعروف ونهواعن المنڪر يعني جن کي
اسان جيڪڏهن اقتدار ڏياريون زمين ۾ تہ هو نظام صلواة قائم ڪندا ۽

ماڻهن کي ترقي ڪرڻ ۾ مدد ڪندا ۽ نيڪي جي ڪمن جو حڪم
ڏيندا ۽ برائين کان روڪيندا وغيره ته هي زڪوات جي معنيٰ ماڻهن جي
اصلاح ۽ سڌاري واري آهي پئسن ۽ مال مان حصو ڏيڻ اهو زڪوات جي
معنيٰ ڪانهي، اجا پڙهي ڏسو سورت بقره آيت ۱۲۹ ربنا وابعث فيهم
رسولامنهم يتلوا اعليهم آياتڪ ويعلمهم الڪتاب والحڪمة ويزڪيهم
يعني اي اسان جا پالڻهار موڪل تون انهن (مڪي وارن ۾) رسول کي،
جيڪو انهن مان هجي، انهن کي تنهنجون آيتون پڙهي ٻڌائي ۽ ڪتاب ۽
حڪمت جون ڳالهيون سيکارين ۽ انهن ۾ سڌارو آڻي. سورت بقره جي
آيت نمبر ۲۳۲ ۾ ذالڪم ازڪيٰ لڪم واطهر هتي ازڪي ۽ اطهر گڏ آئي
انهن جون جدا جدا معنائون سمجهايون ويون آهن. جن مان ازڪيٰ معنيٰ
نشو نما ۽ واڌارو ۽ اطهر معنيٰ پاڪ. اهي ٻيئي صفاتي لفظ آهي اطهر
سلبي صفت آهي يعني نجاست ۽ خباثت کان پاڪ صاف ۽ محفوظ. پر
زڪواة ايجابي قسم جي صفت آهي، جنهن جي معنيٰ آهي وڌڻ ۽ طاقت
حاصل ڪرڻ ۽ سورت ڪهف جي آيت نمبر ۷۴ ۾ آهي نفسا زڪيه ۽
آيت نمبر ۸۱ ۾ آهي خيرا منه زڪواة اتي ٻنهي جاين تي معنيٰ آهي سٺو
پاليل ۽ تيار ڪيل پرورش ۾. مطلب ڳالهه جو ته زڪواة جي معنيٰ مال
ڏيڻ ۽ ملڪيت جو ڪو حصو ڏيڻ ناهي، سورت شمس جي آيت نمبر
۹ ۽ ۱۰ ۾ آهي قد افلح من زڪاها وقد خاب من دساها هتي دساها جي
معنيٰ آهي، ڪنهن کي مٽيءَ ۾ پورڻ. يعني انهي کي وڌڻ ۽ ڦٽڻ کان
روڪڻ لاءِ دفن ڪري ڇڏڻ آهي ۽ اهو لفظ قرآن پاڪ مقابلي ۾ آندو
آهي زڪاها جي ته زڪاجي معنيٰ صاف پڌري ٿي ويئي ته ڪنهن شئي
کي صاف سٺو بڻائي ان جي واڌاري ۽ ڦوٽهڙي جون رڪاوٽون هٽائي ان
جي وڌڻ جو انتظام ڪرڻ، وڌڻ ۾ مدد ڪرڻ. پر اسان وٽ زڪواة ۽
صدقي جي معنيٰ هڪڙي ورتي وڃي ٿي اهو غلط آهي. هوئن صدقي ۽
خيرات جي مد ۾ بيت المال مان حڪومت ضرورت مطابق رقمون ڪٽي
رعيت جي ڀلي ۽ نشونما لاءِ انتظام ڪندي، اهو رياست جو فرض آهي،
صدقي جي مال خرچ ڪرڻ جون جايون به قرآن ڳڻي مقرر ڪري ڏنيون
آهن پر اهو قرآن شريف صدقي طور مقرر حصو يا پٽي ڏيڻ جي ڪابه



حد ڪانه ڏسي آهي، اجا هن طرح سورت بقره جي آيت نمبر ۲۱۹ ۾
ڏسيو اٿس ته پنهنجي ڪمايل دولت مان پنهنجيون ضرورتون پوريون
ڪري، هر بچت شيءِ الله جي راهه ۾ خرچ ڪري ڇڏيو. پر الائي
ڪهڙن مهربانن الائي ڪيئن، چاليهين پتي جي خرچ ڪرڻ جو حڪم
قرآن مٿان به لاڳو ڪري ڇڏيو آهي ۽ هي حقيقت به سمجهي ڇڏڻ
گهرجي ته هر قسم جا صدقا به غريبن ۽ حقدارن لاءِ آهن ته ٽئڪس
جيڪي سرڪار وصول ڪندي آهي اهي به حقدار رعيت لاءِ هوندا آهن.
انهن ٻنهي ۾ فرق نه سمجهڻ گهرجي. ●

## قرآن واري نماز

نماز جو لفظ ۽ اصطلاح عربي ٻولي منجهان ناهي، نہ ئي قرآني لفظ آهي. قرآن پاڪ جي لفظ صلوة جي معنيٰ طور، هي لفظ فارسي ٻولي وارن ترجمي طور ڪتب آندو آهي، جيڪا نماز هو پنهنجي اڳوڻي ڌرم مجوسيت ۾ پڙهندا ۽ ادا ڪندا هئا. انهي لفظ کي انهن اسلام ۾ منتقل ڪري ڇڏيو آهي. هونئن الله جي عبادت ڇا آهي. ڪيئن آهي اهو پڙهندڙ هن ڪتاب جي مضمون جيڪو عبادت نالي سان مستقل طور جدا لکيو آهي اهو پڙهن. جنهن جي معنيٰ ۽ مفهوم نماز جي مروج طريقہ ڪار سان موافق نٿو لڳي. باقي قرآن پاڪ جي لفظ صلوة جي تشريح ۽ تعبير تمام وڏي آهي. معنائون تمام گهڻيون آهن جن جو ڪجهہ حصو هن ڪتاب جي مضمون "اقيموا الصلواة وآتو الزڪواة" ۾ پڙهندا نماز جي موجوده شڪل ۽ طريقہ ڪار تي غور ڪجي تہ اها انفرادي ۽ شخصي اثر ڇڏيندڙ عبادت مان شمار ٿئي ٿي، ان کي اجتماعي عبادت نٿو چئي سگهجي. جڏهن تہ قرآن حڪيم گهڻو ڪري عبادت ۽ صلوة کي اجتماعي ۽ حڪومتي نظام کي هلائڻ ۽ قائم ڪرڻ لاءِ ڪتب آندو آهي. موجوده نماز کي صلواة جي معنيٰ ۾ ۽ ٻانهي جي پنهنجي پالڻهار سامهون التجا ۽ راز نياز عاجزي ۽ نيازمندي طور سڏيو وڃي ٿو، پر انهيءَ لاءِ بہ طريقہ ڪار جيڪو قرآن حڪيم ڏسيو آهي اهو ٻيو آهي، جيڪو هن مضمون ۾ ٻڌائڻ مقصد آهي، پر ان کان اڳ هي معذرت تہ ڇا ان کي بہ نماز جي عنوان هيٺ آڻڻ ۽ نماز سڏڻ ڪيتري قدر آهي. ان لاءِ عرض آهي تہ ذڪر جو هڪ قسم ۽ دعا هڪ اهڙي عبادت آهي جيڪا شخصي ۽ انفرادي ٿي سگهندي آهي ۽ ان جي قرآن پاڪ تعليم ۽ تربيت ڏني آهي، سو موجوده نماز کي بہ جڏهن آئون شخصي ۽ انفرادي عبادت تصور ڪيان ٿو، ان ڪري قرآن حڪيم جي ان بابت جيڪا



رهنمائي ڏسيل آهي ان کي پڙهندڙن جي خدمت ۾ ساڳئي نالي سان پيش ڪجي ٿو، گڏوگڏ هي درخواست پڻ مناسب سمجهان ٿو تہ اسان جون انفرادي ۽ اجتماعي هر قسم جون عبادتون قرآن حڪيم جي تعليم ۽ سمجهاڻيءَ جي روشني ۾ هجن تہ بهتر ٿيندو ۽ ان جا نتيجا بہ فائديمند نڪرندا، نہ تہ غير قرآني طريقا فسادن ۽ فرقيواريت کي جنم ڏيندا، جن جا مثال ڏيڻ بيان ڪرڻ سج سامهون ڏيئا ٻارڻ برابر ٿيندا. قرآن واري نماز بيان ڪرڻ کان اڳ ۾ اجا وڏيڪ هڪ عدد ٻي گذارش ڪجي ٿي تہ سورت نساء آيت نمبر ۱۷۴ ۾ بيان آهي تہ يا ايهاالناس قد جاءِ ڪم برهان من ربڪم وانزلنا اليڪم نورامبيناO اي انسانو بيشڪ آيو آهي توهان جي طرف توهان جي پالڻهار طرفان برهان ۽ دليل ۽ اسان توهان جي طرف نازل ڪيو آهي. پڌرو ۽ چٽو نور غور فرمايو تہ رب سائين قرآن جو تعارف ڪهڙن تہ لفظن سان فرمائي ٿو. سورت شوريٰ جي آيت نمبر ۵۲ ۾ رب سائين قرآن بابت فرمائي ٿو تہ ولڪن جعلناه نورا نهدي به من نشاء يعني پر اسان انهي ڪتاب کي اهڙو نور (روشن) بنايو جو جنهن کي وٺي ان کي هدايت تي آڻيون مطلب تہ قرآن پاڪ ۾ ڪيترين ئي جاين تي قرآن کي نور ضياء يعني روشني ڏيندڙ سڏيو ويو آهي ان کان سواءِ ڪتاب مبين ۽ بينات من الهدي ۽ تبيان لڪل شيءِ عربي مبين، بيان للناس جا بجا بار بار سڏيو آهي. انهن قرآن جي لقبن ڏي ڏيان ڇڪائڻ جو مقصد هي آهي تہ قرآن حڪيم جڏهن پاڻ نور آهي، روشن آهي چٽو پڌرو آهي، تہ ان جي احڪامن جي تشريح ۽ تفسير ٻين علمن ۽ ڪتابن جي محتاج ڇو جيڪڏهن قرآن کان ڪي اهڙيون وضاحتون ۽ پڌرايون رهجي ويون ۽ مسئلن کي کولي بيان ڪرڻ ۾ ڪي ڪوتاهيون ٿي ويون آهن تہ پوءِ اهڙو ڪتاب تبيانالڪل شي (يعني هر شئي کي کولي بيان ڪندڙ) ڪيئن ٿيو. سو سمجهي ڇڏڻ گهرجي تہ جنهن شخصي ۽ انفرادي عبادت يا نماز جي قرآن پاڪ تعليم ڏني آهي ۽ حڪم ڏنو آهي ۽ کولي کولي پڌري نموني سمجهايو آهي اها آهي سورت اعراف جي آيت ۲۰۵ يعني واذڪر ربڪ في نفسلڪ تضر عا وخيفة دون الجهرمن القول بالغدو والآصال وَلاتڪن من الغافلين يعني ياد ڪر ذڪر

ڪر تون پنهنجي پالڻهار جو پنهنجي دل ۾ پنهنجي عاجزيءَ سان ۽ ڊڄندي، سواءِ واڪي ڪرڻ ۽ ڏاڍيان آواز جي، صبح ۽ شام ۽ غفلت وارن مان نہ ٿي، هن آيت ۾ رب سائين گهٽ ۾ گهٽ پنهنجي ذڪر ۽ ياد لاءِ ٻہ وقت صبح ۽ شام جا بيان فرمايا ۽ وڌ ۾ وڌ لاءِ فرمايو تہ ولاتڪن من الغافلين يعني تنهنجي مٿان غفلت جو ڪو بہ وقت نہ اچي تہ ڀلو. جن ماڻهن کي علم تصوف جي ذڪرفڪر جي سبقن ۽ منزلن جي ڄاڻ ۽ معلومات هوندي، اهي هن آيت جي جملي ولاتڪن من الغافلين کي چڱي طرح سمجهي سگهندا تہ هي جملو پاس انفاس جي رهنمائي ڪري رهيو آهي. آئون ان جي وڌيڪ وضاحت ڪريان ٿو تہ علم تصوف ۾ سالڪ تي هڪ منزل ۽ مرحلو هي ايندو آهي. جو هو پنهنجو ساهہ، اندر پيٽ ڏي ڇڪڻ ۽ ٻاهر ڪڍڻ مهل يعني هر پيري الله جي نالي سان ساهہ کڻندو آهي پر قرآن حڪيم جو مقصد ذڪر لفظ مان هرويرو اهو ناهي جيڪو رواجي قسم جي تسبي باز صوفين ۽ گادي هلائيندڙ پيري فقيري جتلائيندڙن جو آهي. ولا تڪن من الغافلين مان مقصد الله جي سين نالن جي صفتن جي روشني ۾ ڪائنات مٿان ان جي اثرن ۽ رهنمائي طرف ڌيان ڪرڻ، غور فڪر ڪرڻ، ۽ استفادو ڪرڻ، مقصود آهي. اها آهي قرآن واري نماز. غور فرمايو وڃي تہ هن قرآن واري نماز ۾ حڪم آهي تہ اي ٻانها تون جڏهن پنهنجي پالڻهار سان هم ڪلام ٿين، درخواست ڪرين دعا گهرين، راز ۽ نياز ڪرين، تہ اهو سڀ دل ئي دل ۾ ڪر. دون الجهرمن القول يعني ٻڙڪ بہ ٻاهر نہ نڪري، ۽ ڪنهن کي خبر بہ نہ پوي تہ تون ڪهڙي شغل ۾ آهين ۽ جڏهن چاهين بلڪ هر وقت ۽ هر گهڙي مالڪ سائينءَ سان پيو اورون اور، جي صفا مصروف يا ٿڪل ۽ سست آهين تہ صبح ۽ شام جو گهٽ ۾ گهٽ ٻہ پيرا ضرور ياد ڪر. هن هدايتن مان ثابت ٿئي ٿو تہ جيڪا عبادت ۽ نماز، ظاهر ڪري ڪئي ويندي، جو ڪنهن ڏسندڙ کي ڏسڻ ۾ اچي ۽ معلوم ٿئي تہ هي شخص عبادت ڪري رهيو آهي. نماز پڙهي رهيو، آهي خدا کي ياد ڪري رهيو آهي، تہ اها شئي رياء ۽ نمائش ۾ شامل ٿي ويندي ۽ اها ڳالهہ مٿين آيت جي روشني ۾ تہ منع ڪيل آهي، پر سورت ماعون



جي آيت نمبر ٦ الذين هم يراؤن يعني جيڪي ماڻهن کي ڏيکارڻ لاءِ عبادت ڪن ٿا، تہ اهڙي صورتحال شرڪ ۾ وڃي داخل ٿيندي. هاڻ سورت اعراف ۽ سورت ماعون جي مٿين آيتن مان ثابت ٿيو تہ نماز يا ڪابہ شخصي ۽ انفرادي عبادت، لوڪ کان لڪائي ڪبي تہ اها قرآن جي حڪم مطابق چئبي ۽ اها عبادت جيڪا ڏسندڙن کي نظر ايندي تہ اها رياءَ نمائش ۽ شرڪ مان شمار ڪئي ويندي. نماز جي انهيءَ تشريح تي ماڻهو سوال ڪن ٿا تہ انهيءَ ۾ رڪوع سجدو قيام ۽ قعود تہ ڪونہ ٿيو، انهيءَ اعتراض جي جواب ۾ عرض آهي تہ عبادت فرض ڪرڻ واري الله، جيڪو ڪجهہ فرض ڪري ڏنو آهي ان ۾ اسان کي وڌائڻ گهٽائڻ جو ڪوبہ حق ڪونهي، نہ ئي وري سوال جواب جو بہ ڪو حق اسان کي پهچي ٿو، جو تہ حڪيم پنهنجي مريض بابت سڀ ڪجهہ ڄاڻي ٿو، ان جيڪا شيءِ ڏني آهي اها مريض لاءِ ڪافي ۽ شافي سمجهي پاس ڪئي آهي. جيڪڏهن مريض، ڊاڪٽر يا حڪيم جي رهنمائي ڪندو تہ مون کي فلاڻي دوا بہ ڏي فلاڻي بہ ڏي. تو هي شئي جو ڏني آهي، هوءَ شئي جو ڪانہ ڏني آهي، تہ ان جي معنيٰ تہ هو طبيب ۽ حڪيم جي علم ۽ ڄاڻ تي اعتراض ڪري ٿو ۽ اعتماد نٿو ڪري سورت مائده جي آيت نمبر ١٠١ ۾ آهي تہ ياايها الذين آمنوا لاتسئلوا عن اشياء ان تبدلکم تسؤکم وان تسئلو اعنها حين ينزل القرآن تبدلکم يعني اي ايمان وارو! ڪوڙ ساريون اهڙيون ڳالهيون آهن، معاملا آهن، احڪام آهن، جو انهن جي باري ۾ اوهان ڪوجنا لاءِ سوال نہ پڇو، جو تہ جيڪڏهن اوهان پڇا ڳاڇا ڪري پتاڙ ڪندا ۽ اسان بہ توهان جي سوالن جي جواب ۾ ڳالهين کي کوليندا سون (وڌائيندا سون) تہ پوءِ اهي اوهان کي بريون لڳنديون، يعني ڏکيون لڳنديون ۽ خاص ڪري اهي ڳالهيون قرآن مجيد جي نازل ٿيڻ واري عرصي ۾ تہ نہ پڇو، جو تہ قرآن ذريعي جواب تہ ملندو پر پوءِ ان جي فرض بنجي وڃڻ ڪان پوءِ اوهان کي نڀائڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي پوندو. هن آيت مان هي بہ ثابت ٿيو تہ قرآني احڪام سڀ وجوب ۽ فرض جي حيثيت رکن ٿا سواءِ انهن جي جن جي ڪرڻ نہ ڪرڻ جي اختياري پاڻ قرآن ڏئي، پر ڇا چئجي انهن

سرمائيدارن جاگيردارن جي خاص خرچين تي پلجندڙ عالمن سڳورن لاءِ
جيڪي قرآن جي حڪمن کي تہ مستحب ۽ نفل بنايو ڇڏين، باقي اهل
فارس جي گهڙيل قرآني حڪمن خلاف، حديثن جي احڪامن کي فرض
۽ واجب جو درجو ڏيئي ڇڏين. ان جو مثال منهنجي مضمون معاشي
نظام ۾ پڙهي ڏسندا، پر ساڳيو سورت مائده جي اڳين آيت يعني ١٠٢
۾ رب سائين فرمائي ٿو تہ قد سالها قوم من قبلكم ثم اصبحوا بها
كافرين. يعني اوهان کان اڳين قوم بہ پنهنجي پيغمبرن کان سوال
جواب آڏيون پڇائون ڪيون، پوءِ انهن کي جواب ۾ بہ ڳالهيون وڏائي
ٻڌايون ويون، پر پوءِ اهي همراهہ واڌارن کي پڄي تہ نہ سگهيا، انهن
تي عمل نہ ڪري سگهيا، الٽو ڪافر بنجي ويا، يعني انهن واڌارن کي
جڏهن عمل ۾ آڻي نہ سگهيا تہ انهن جو انڪار ڪرڻ ويهي رهيا،
جنهن جي ڪري هو ڪفر جا مرتڪب ٿي پيا. انهيءَ ساڳي حقيقت کي
قرآن پاڪ سورت بقره ۾ بہ سمجهايو آهي آيت نمبر ١٠٨ ۾ فرمان
آهي تہ ام تريدون ان تسئلوا رسولكم كماسئل موسىٰ من قبل ومن
يتبدل الكفر بالايمان فقدضل سواء السبيلO يعني ڇا اوهان جو ارادو
آهي تہ يهودين جيئن موسى عليہ السلام کان سوال جواب ۽ آڏيون
اٽيون ڳالهيون پڇيون هيون تہ اوهان بہ انهن وانگر پنهنجي رسول کان
خواهہ مخواهہ قسم جا سوال پڇو، ياد رکو! ۽ سمجهي ڇڏيو تہ
جيڪو بہ ايمان جي بدلي ۾ ڪفر کي وٺندو اهو گمراهہ ٿي ويندو ۽
ٻيڙي پنڌ وڃي پهچندو، يعني انجام ان جو ڪافري وڃي ٿيندي. هن
آيت مان ثابت ٿئي ٿو تہ رب سائين پنهنجي ڪلام پاڪ ذريعي تہ هڪ
حاذق حڪيم وانگر اسان کي اسان جي حيثيت ۽ حال مطابق احڪام
ڏسي ٿو، جن تي ويساهہ ڪري هلڻ سان ايمان وڌندو ۽ حاصل ٿيندو،
پر جي اسان انهن احڪامن ۾ پنهنجي نموني پٽاڙون شامل ڪنداسون
ڪرائينداسون تہ اها عملي شڪل اهڙي مشڪل ٿي ويندي جو ان جو
انجام وڃي ڪفر تي پهچندو. هوئن هن انفرادي ۽ شخصي نماز ۽
عبادت لاءِ سورت نساء جي آيت نمبر ١٠٣ ۾ ادائگي جي طريقہ ڪار
بابت قرآن پاڪ رهنمائي فرمائي آهي (هن آيت بابت هن ڪتاب جي



مضمون اقيموا الصلواة وآتوا الزكواة ۾ تفصيل پڙهندا) فاذا قضيتم
الصلواه فاذكرو الله قياما وقعوداوعلى جنوبكم يعني مٿين آيت ۾ ڄاڻايل
حضور ﷺ سان گڏ ميٽنگ پوري ڪرڻ کان پوءِ، الله جو ذڪر ڪيو،
بيٺي ويٺي ستي هر حال ۾ ۽ سورت اعراف جي مٿي بيان ڪيل آيت ۾
وقتن جو ذڪر بہ اچي ويو تہ گهٽ ۾ گهٽ بہ وقت صبح ۽ شام ۽ نہ
تہ ولاتكن من الغافلين يعني تنهنجي مٿان غفلت جي ڪا گهڙي نہ اچي،
هر وقت تن ۾ تات انهي جي، پر پڙڪ نہ ٻاهر ڪڄ. ڄاڻ گهرجي تہ
صلواة ۽ ذڪر جي لفظن کي ڪنهن ڪنهن وقت هڪ معنيٰ ۾ ساڳئي
مفهوم ۽ مطلب وارو بہ سڏي سگهجي ٿو، سمجهي سگهجي ٿو، جيئن
سورة جمعہ جي آيت نمبر ٩ ۾ آهي تہ اذا نودي للصلواة من يوم الجمعہ
فاسعوا الي ذكر الله يعني جڏهن سڏيو وڃي جمعي ڏينهن صلوة جي
اجتماع ۽ ميڙاڪي طرف تہ تڪڙا وڃو الله جي ذڪر طرف، هن آيت ۾
صلوة ۽ ذڪر هڪ معنيٰ ۽ موقعي محل لاءِ استعمال ٿيل آهن. پڙهندڙن
جي اطمينان قلب لاءِ تہ قرآن ۾ بيان ڪيل احڪام ڪافي ۽ شافي آهن.
انهن جي تفصيل لاءِ ڪنهن ٻئي علم جي محتاجيءَ جي ضرورت ڪانهي.
مثال طور قران پاڪ روزي جي عبادت لاڳو فرمائي، ڪهڙا تہ ان جا ڇتا
۽ پڌرا الفاظ آهن سورة بقرہ جي آيت نمبر ١٨٣ کان ١٨٨ تائين سڀ
جو سڀ مسئلا بيان فرمائي ڇڏيا آهن ايترو جو ان جو تفصيل جن بہ
علمن ۽ ٻين ڪتابن ۾ آهي اهو انهن ڇهن آيتن کان ٻاهر يا وڌيڪ
ڪونهي يعني ضروري ڄاڻ روزن بابت سموري قرآن پاڪ ڏيئي ڇڏي.
وري اهڙي نموني حج بابت بہ سورت بقره ۽ سورت حج جي آيتن ۾
حج جي احڪامن کي ملائي پڙهي ڏسبو تہ سڀ جو سڀ مسئلا معلوم
ٿي ويندا ايترو جو ڪنهن بہ ٻي رهنمائيءَ جي ضرورت نہ پوندي وري
اهڙي نموني صدقات بابت بہ سچي جا سچي فلاسافي، تہ مصرف ڪهڙا
آهن ڪير صدقو ڏيئي، ڪيترو ڏيئي، سڀ جو سڀ تفصيل قرآن حڪيم
سمجهائي ڏنو آهي. ان جو تفصيل هن ڪتاب جي مضمون معاشي نظام
۾ پڙهي ڏسندا، انهن مثالن عرض ڪرڻ مان منهنجو مقصد هي آهي تہ
شخصي عبادت لاءِ جنهن کي اسان نماز سڏيون ٿا، ان جي رهنمائي لاءِ
جملي تفصيلن لاءِ مٿي ڄاڻايل سورت اعراف جي آيت نمبر ٢٠٥ ڪافي
۽ شافي آهي ڪامل ۽ مڪمل آهي. ●

## حيات عيسيٰ ۽ مهدي بابت
## عقيدو غير قرآني آهي

لڳ ڀڳ هر مذهبي فرقي وارن، پنهنجي بي عملي کي لڪائڻ لاءِ هي عقيدو گهڙيو آهي ته دنيا ۾ هڪ وقت اهڙو ايندو، جو اسان جو مذهب ٻين سڀن مذهبن مٿان ڇانئجي ويندو. يهودي انهيءَ لاءِ چون ٿا ته بيت المقدس وٽ جڏهن اسان هيڪل سليماني اڏائينداسون، ته سڄي دنيا مٿان اسان جي حڪمراني قائم ٿي ويندي. مسلمانن جي به مڪ فرقن جو اهڙوئي عقيدو آهي ته قيامت جي ويجهو امام مهدي پيدا ٿيندو. پوءِ دجال پيدا ٿيندو، وري ان کي مارڻ لاءِ حضرت عيسيٰ جيڪو چوٿين آسمان تي اڃا جيئرو ويٺو آهي، اهو لهي ايندو ۽ اچي دجال کي ماريندو ۽ پنهنجي امت عيسائين کي به سيکت ڏيندو ۽ اهڙي نموني سڄي دنيا مٿان مسلمانن جي حڪومت قائم ٿي ويندي. اهڙا عقيدا اصل ۾ دنيا جي استحصالي گروهن، پنهنجيءَ ڦرلٽ کي ڪامياب ۽ محفوظ بڻائڻ لاءِ مذهبي اصطلاحن ۽ غلافن ۾ ڪرائي جي عالمن ۽ دانشورن کان ٺهرائي، اصل دين جي وحي واري تعليم بدران جڙتو ڪورس ۽ علمي نصاب، مذهبن جي عنوان ۽ نالي سان، ماڻهن ۾ ڦهلائي عام ڪري ڇڏيا آهن، جن جي ڪرشمن سان غير عقلي ۽ غير منطقي عقيدا ۽ نظريا ماڻهن کي دماغ ۾ ويهاريا ويا آهن. جڏهن ته قرآن حڪيم ڪرامتن ۽ معجزن بدران حڪومت حاصل ڪرڻ لاءِ، صلاحيت ۽ ميرٽ کي شرط قرار ڏنو آهي. پڙهي ڏسو سورت انبياء آيت نمبر ۱۰۵ ته اسان زبور ۾ هي لکت ۾ فيصلو ڏيئي ڇڏيو هو ته زمين جا وارث (يعني حاڪم) منهنجي ٻانهن مان اهي ٿيندا جيڪي صلاحيت وارا هوندا، ۽ پڙهي ڏسو سورت بقره جي آيت ۲۴۷ جنهن ۾ رب سائين فرمائي ٿو ته حڪومت حاصل ڪرڻ لاءِ شرط، حڪمراني جو علم ۽ جسماني صحت آهي، نه خانداني شجرا،



انهن ٻن شرطن تي ماڻهو گهرائي سان غور ڪندو ته علم ۽ صحت انهيءَ قوم ۽ معاشري جي درست ۽ بهتر هوندي. جنهن ۾ معاشي عدل ۽ برابري هوندي اهڙي نموني سماجي عدل به، چاهڻ گهرجي ته جيڪي حڪمران قومون، پارٽيون ۽ اٿارٽيون، پنهنجي راڄڌاني ۾ عدل ۽ برابري قائم نه ڪنديون آهن، انهن کان اقتدار ۽ حاڪميت ڪسجي ڪنهن ٻي قوم جي هٿ اچي ويندي آهي. پڙهي ڏسو سورت هود آيت نمبر ۵۷ ۽ سورت محمد آيت نمبر ۳۸ وان تتولوا يستبدل قوماً غير ڪم يعني جيڪڏهن اوهان خدا جي قانونن کان منهن موڙيندو ته اوهان جي بدلي ۾ ڪنهن ٻي قوم کي اوهان جي ملڪ ۾ اقتدار ڏنو ويندو (۽ اهي اوهان جهڙا نياڳا ۽ هڏ حرام نه هوندا) هي مضمون اڄ ان ڪري پيو لکان جو اڄ جي اخبار ۾ آيو آهي ته سکر شهر ۾ لاهوري دانشور ڊاڪٽر اسرار صاحب جيڪو اڳي جماعت اسلامي پارٽي جي ذيلي شاگرد تنظيم اسلامي جمعيته طلبه جو صدر به رهي چڪو آهي انهيءَ پنهنجي ليڪچر ۾ فرمايو آهي ته هلنڊڙ اسلامي ڪئلينڊر واري صدي ۾ امام مهدي ظاهر ٿيندو، سو اڄ ڪلهه ته ۱۴۲۰ سال پيو هلي صديءَ پوري ٿيڻ ۾ اڃا اسي سال پيا آهن سو تڪڙ ۾ ڪير ڊاڪٽر اسرار صاحب کان پڇي ڪونه سگهندو ته توهان جي پيشنگوئي پوري ڪانه ٿي وغيره. باقي جيستائين حديثن ۾ انهيءَ عقيدي جون جيڪي ڳالهيون لکيون ويون آهن، اهي ته ائين به ٺيڪ آهي ته حديثن جو علم جيڪو نبي سائين جي وفات کان پوءِ ٽين صديءَ ۾ ڪتابي شڪل ۾ مدون ۽ مرتب ٿيو آهي، ان جي تحقيق ۽ ثبوت ۾ وڏا جهول آهن. جنهن سبب محقق عالمن حديثن جي علم کي روايت ۽ درايت جي لحاظ سان ظني ۽ غير يقيني قرار ڏنو آهي. يعني ان ۾ هر موقعي تي شڪ ۽ وهم جو احتمال آهي، ان ڪري نظريا ۽ عقيدا ظني علم بدران يقيني ۽ قطعي الثبوت علم مان ٺهي جوڙي سگهبا آهن. جيڪو علم صرف قرآن مجيد جو علم آهي پر ماڻهو ڏاڍا زوراور ۽ بادشاهه آهن. جو قرآن شريف جهڙي ڪتاب کي رڳو پنهنجي مئل ابن ڏاڏن کي ختما پڙهي ڏوهه بخشرائڻ جو ڪتاب بڻائي ڇڏيو اٿن.

هڪڙي ڏينهن مون مفتي محمود صاحب کان سوال ڪيو تہ مسلمانن ۾ امام مهدي جي پيدا ٿيڻ واري عقيدي بابت اوهان جو ڇا خيال آهي؟ مفتي صاحب جواب ۾ مون کي ٻڌايو تہ منهنجو مسلمان امت جي عالمن کي مشورو آهي تہ مهرباني ڪري مهدي بابت جيڪي بہ حديثن جي ڪتابن ۾ روايتون آيل آهن انهن تان هو دست بردار ٿي وڃن تہ ڏاڍو ڀلو يعني انهن روايتن جي صحت مفتي صاحب جي چاڻ مطابق پروسي جهڙي نہ هئي.

امام انقلاب عبيدالله سنڌي جو مؤقف امام مهدي جي باري ۾ تمام سخت منفي قسم جو هو. سندن هي نظريو هو تہ امام مهدي جي پيدا ٿيڻ واري تصور کي قبول ڪرڻ سان قرآن حڪيم جي جامعيت ۽ رهنمائي جي ڪورس تي زد ايندي ۽ ناقص هجڻ جو الزام ايندو، جڏهن تہ قرآن حڪيم پنهنجي رهنمائي جي اصولن سان ايترو تہ جامع آهي، جو قيامت تائين انسان ذات کي پيش ايندڙ هر مشڪل حل ڪرڻ لاءِ روشني ڏني اٿس. امام سنڌيءَ انهي مسئلي تي مستقل ڪتابچو لکيو آهي. جيڪو قلمي نسخو اسان جي دوستن وٽ محفوظ موجود آهي. مون کي ياد پوي ٿو تہ اهو ڪتابڙو ماهوار رسالي مهاڏو حيدرآباد جي ايڊيٽر صاحب رسالي جي ڪن شمارن ۾ ڇاپيو هو. جنهن کي ڏسي يا پڙهي سنڌ جي هڪ روشن دماغ ترقي يافتہ سوچ رکندڙ محترم ڊاڪٽر محمد صالح ميمڻ صاحب رسالي جي انتظاميہ تي ڏاڍي ڪاوڙ ڏيکاري ۽ غصي ۾ فرمايو تہ اوهان هنن اختلافي مسئلن کي ڇاپي ڏڦيڙ وجهڻ گهرو ٿا ڇا؟ هن ڳالهہ لکڻ مان منهنجو صرف هي مقصد آهي تہ اڄڪلهہ قرآن حڪيم جي رهنمائيءَ کي بہ ٻين علمن جو محتاج سمجهيو پيو وڃي ۽ ناڪافي سمجهيو پيو وڃي ۽ دنيا ۾ ڦهلايل وهمي ۽ خيالي ڳالهين کي قرآن حڪيم جي تحقيقي ۽ يقيني علم جي ڪسوٽي تي پرکي، ان کي کوٽو ثابت ڪجي ٿو تہ ماڻهن کي اها بہ ڳالهہ نٿي وڻي، اهڙي ڪوشش کي ڏڦيڙ قرار ڏين ٿا. مهدي بابت روايتن ۽ حديثن جو پوسٽ مارٽم مولانا عبيدالله سنڌي جي ڪتاب ۾ نهايت محدثانہ شان سان علم روايت ۽ درايت جي اصولن مطابق ڪيل آهي. اهڙي ذوق وارا رسالي



مهاڏي جا مضمون وارا پرچا هٿ ڪري وڃي پڙهن. آئون هت مهدي جي مسئلي تي صرف قرآن مجيد جي روشني ۾ بہ اکر لکندس تہ مهدي بابت تصور ڪهڙي نموني قرآن جي خلاف آهي. چاڻ گهرجي تہ مهدي بابت اڳڪٿين وارين گهڙيل حديثن ۾ ان جو نالو محمد ٻڌايو ويو آهي ۽ مهدي ان جي لقب طور شناخت ٻڌائي اٿن. منهنجو انهيءَ سان ڪوبہ واسطو ڪونهي تہ هو، شيعو هوندو، يا سني هوندو، يا شيعن جو مهدي جدا هوندو ۽ سنين جو مهدي جدا هوندو. اها بہ خبر ڪانهي تہ ٻنهي جو دور ۽ زمانو هڪ هوندو، يا الڳ الڳ هوندو. شيعن ۾ تہ هڪڙن جو هي خيال آهي تہ مهدي تہ ڪڏهانڪر ڄاول آهي بس هو غارن ۾ لڪيو وينو آهي ۽ خدا جي حڪم جي انتظار ۾ ويٺو آهي حڪم ملڻ سان ئي نروار ٿيندو. سو اهل شيعت وارن تہ ڪوڙ ادارا المنتظر نالي سان ناهي ڇڏيا آهن جيڪي امام مهدي جو استقبال ڪندا. سنين کي بہ امام مهدي جو شدت سان انتظار آهي. ١٩٦٩ع جي ڳالهہ آهي هڪڙي ڏينهن مولانا عبدالڪريم قريشي پير وارا (مرحوم مغفور) ۽ آئون ڪنهن سفر کان واپسيءَ تي پير شريف واپس موٽي رهيا هئاسين تہ قمبر شهر ۾ سج لٿي مهل پهتاسين. اتي پير شريف وڃڻ لاءِ سواري ڪانہ ملي، سائين جن فرمايو تہ ڳوٺ تہ هر حال هلڻو آهي، سو پنڌ ئي هلون ٿا ۽ روانا ٿي پياسون رستي ۾ ڪوڙ سارين علمي ڳالهين دوران هي بہ فرمايائون تہ آئون سمجهان ٿو تہ ايندڙن ٽيهن سالن تائين، امام مهدي جو ظهور لازمي طور ٿي ويندو، ان عرصي ۾ منهنجو ذهن بہ تقليدي هو ۽ امام مهدي بابت روايتن مطابق ئي سوچ هئي، سو مون بزرگن جي خيالن سان ڪوبہ اختلاف ڪونہ ڪيو. سو چاڻ گهرجي تہ مهدي جي تصور ناهيندڙن ان جو لقب مهدي ان ڪري رکيو آهي تہ عوام جي ذهن ۾ اهو خيال ويهاريو وڃي تہ هدايت جو سرچشمو ۽ منبع اهو امام مهدي بہ آهي ۽ هدايت جون ڪي نيون ڳالهيون، ان وٽ بہ هونديون ۽ قرآن شايد مهدي جي جدتن ۽ دور جي نين هدايتن لاءِ ايڊوانس نہ هجي، ان ڪري اسٽوري ناهيندڙن ان موهوم ۽ متوقع ٺاهيل شخصيت کي مهدي جو لقب ڏيئي قرآن سان ڇڻ تہ هدايت جي معاملي

۾ شرڪ ڪري ڇڏيو. هونئن به سني سڌائيندڙ حضرات جي مدرسن ۾
جتي مون به پڙهيو آهي، جيڪو نصاب علم حديث جي نالي پڙهايو وڃي
ٿو ۽ دوره حديث ۾ صحاح سته نالي ڪتاب پڙهايا وڃن ٿا. يعني ڇهه
عدد صحيح ڪتاب انهن مان صحيح بخاري ۽ صحيح مسلم ۾ حضرت
عمر سائين جي نالي هيءَ ڪوڙي حديث ناهي لکي اٿن. حديث تمام
ڊگهي آهي سموري روايت نقل ڪرڻ بدران ڪم جا جملا عرض ڪجن
ٿا دلچسپي رکندڙ اها پوري روايت بخاري جي ڪتاب المحاربين من اهل
الڪفر والردة جي باب رجم الحبلیٰ من الزنا اذاحصنت ۾ پڙهي سگهن ٿا.
اما بعد فاني قائل لكم مقالة قد قدرلي ان اقولها لا ادري لعلهابين يدي
اجلي فمن عقلها ووعاها فليحدث بهاحيث انتهت به راحلته ومن خشي ان
لايعقلها فلا احل لاحد ان يكذب علي ان بعث محمد صلي الله عليہ
وسلم بالحق وانزل عليہ الكتاب فكان مما انزل الله آيہ الرجم فقرئناها و
عقلنا هاووعينا هارجم رسول الله صلي الله علي وسلم ورجمنا بعده فاخشي
ان طال بالناس زمان ان يقول قائل و الله مانجد آيتہ الرجم في كتاب الله
فيضلو ابترك فريضتہ انزلها الله والرجم في كتاب الله حق علي من زني اذا
احصن من الرجال والنساء يعني آئون توهان کي اهڙي ڳالهه چوڻ وارو
آهيان جنهن جو چوڻ منهنجي مقدر ۾ ڪيو ويو آهي. نٿو ڄاڻان ته اهو
منهنجي مرڻ ڪان اڳي منهنجي هوندي ٿئي، جنهن ان ڳالهه کي سمجهيو
۽ ياد ڪيو ته اهو جتي به پهچي ۽ دنگ ڪري ان جي ڏاچي، ته اهو اتي
ٻين سان اها ڳالهه بيان ڪري ۽ جنهن شخص کي خطرو هجي ته هو
منهنجي ڳالهه نه سمجهي سگهندو، ته مان ڪنهن لاءِ به حلال نٿو
سمجهان ته اهو منهنجي باري ۾ ڪوڙ ڳالهائي. بيشڪ الله تعالیٰ محمد
ﷺ کي حق سان موڪليو آهي ۽ ان تي پنهنجو ڪتاب نازل ڪيو آهي
پوءِ هي آيت رجم جي انهي ڪلام مان جيڪو نازل ڪيو هو الله. اسان
ان کي پڙهيو ۽ سمجهيو ۽ محفوظ به ڪيو. حضور ﷺ (ان تي عمل
ڪندي) سنگسار ڪيو ۽ اسان به سنگسار ڪيو. مون کي ڊپ آهي ته
ماڻهن تي ڊگهي عرصي گذارڻ ڪان پوءِ هڪڙو اهڙو زمانو به ايندو جو
ڪوئي چوڻ وارو چوندو ته خدا جو قسم رجم جي آيت قرآن ۾ آهي



ئي ڪانه، اهي ماڻهو فرض کي ڇڏڻ سان گمراهه ٿي ويندا. جنهن کي
خدا نازل ڪيو آهي ۽ زنا ڪرڻ واري مرد ۽ عورت تي جڏهن هو شادي
شده هجن، واجب آهي. هي روايت تمام ڊگهي آهي هت نقل ڪرڻ مان
مقصد صرف عرض ڪرڻو آهي ته بخاري ۽ مسلم جهڙن ماڻهن به جڻ
قرآن پاڪ متعلق اهڙين جڙتو روايتن سان ناقص هجڻ جي ڳالهه ڪئي ۽
حضرت عمر سائين جهڙي شخصيت جي زبان سان هي الزام لڳرايو ته
رجم جي آيت نازل ٿي هئي نبي سائين به ان تي عمل ڪيو ۽ اسان به
پنهنجي دور خلافت ۾ ان تي عمل ڪيو. اڳتي هلي ڪيرائين نه چوي ته
قرآن ۾ رجم جي آيت آهي ئي ڪانه. ان ڪري رجم ٿي نه ڪبو وغيره
اهڙين ڪوڙين ڳالهين مان حديثون ٺاهيندڙن جو مقصد صرف هي آهي
ته هو قرآن پاڪ متعلق ماڻهن جي ذهنن ۾ شڪ شبها وجهن ته اهو
ڪتاب محفوظ يا ڪامل مڪمل ناهي، جيئن مٿي بيان ڪيل روايت ۾
حضرت عمر جي زباني الزام هڻي ڇڏيائون ته قرآن ڪٽل آهي ان ۾ رجم
واري آيت ڪانهي، ان ۾ ڪي ڳالهيون رهجي ويون هونديون ته انهن
ڳالهين ڪان پوءِ رهيل کهيل هدايت امام مهدي اچي پاڻ ڏيندو. هونئن
به شيعن بابت افواهه آهن يا حقيقت آهي ته هو اهو عقيدو رکن ٿا ته
قرآن ترتيب نزولي وارو ۽ چاليهن سيپارن وارو امام مهدي پاڻ سان کڻي
ايندو. هڪ ڀيري هُڪ هنڌ شيعن امام مهدي جو جشن سالگره پئي
ملهايو اتي مون کي ليڪچر ڏيڻ لاءِ دعوت ڏنائون ۽ مجلس ۾ امام
مهدي بابت سؤال پڇيائون، مون جواب ۾ عرض ڪيو ته امام مهدي نه
ڄائو آهي نه ڄمندو، نه آيو آهي ۽ نه ايندو، ان تي انهن کي شاباس جو
مون سان ڪوبه جهڳڙو ڪونه ڪيائون، نه ئي ڪا اٽوٽندڙ صورتحال
ٿي، سني مسلڪ جي ديني مدرسن جي نصاب تعليم ۾ هنن جي بقول
حديث جي ڇهن صحيح ڪتابن جي تعليم ڏني ويندي آهي، انهن مان
مٿي ٻن ڪتابن جي روايت قرآن کي ناقص ۽ اڻپور قرار ڏيڻ واري ته
اوهان پڙهي، هونئن هن مضمون جو موضوع ته اهو ڪونهي پر مهدي
بابت روايتن جي اصل پسمنظر سمجهائڻ لاءِ حديثن گهڙڻ وارن جي
ذهنيت ۽ قرآن حڪيم خلاف پروپيگنڊه ڪرڻ، ان کي ناقص ۽ ڪٽل

قرار ڏيڻ جا مثال عرض ڪجن ٿا. اهڙين روايتن جو ڪجهه وڌيڪ ذخيرو منهنجي اڻ ڇپيل ڪتاب "عجمي اسلام جا باني" ۾ پڙهي سگهجي ٿو، جيڪو ڪنهن مهربان کي لکڻ کان پوءِ ڏنر تہ هي پڙهي پہ اڪر تبصري ۽ تقريظ جا لکي ڏي، جنهن الٽو مسودو ئي ضبط ڪري ڇڏيو آهي، منهنجي محنت ئي رائگان جو هاڻ هيو پيرو اهڙي شيءِ مون کان بہ لکڻ کانہ ٿي پڇي البت انهيءَ موضوع تي ڄاڻ حاصل ڪري وارن کي مشورو ڏيندس تہ علامہ تمنا عمادي ۽ علامہ اسلم جيراجپوري جا ڪتاب مارڪيٽ ۾ ڇپيل موجود آهن، اهي پڙهي ڏسن، صحاح ستہ جي ڪتاب ابن ماجہ واري باب رضاع الڪبير ۾ حضرت عائشہ صديقہ رضي الله عنها ڏي هي ڪوڙ ٺاهي حديث جي نالي سان منسوب ڪيو آهي. تہ رجم بابت قرآن جي آيت ۽ رضاعت ڪبير جي ڏهن ڍڪن سان ثابت ٿيڻ واري آيت منهنجي تخت هيٺان پيل هئي اسان حضور ﷺ جي وفات واري حادثي ۾ مشغول هئاسون تہ منهنجي پاليل ٻڪري اچي اهي ٻئي آيتون (شايد ڪجهي جي پن تي لکيل هجڻ جي ڳالهہ آهي) کائي وئي، ۽ پوءِ اهي آيتون قرآن ۾ شامل ڪرڻ کان رهجي ويون. انهيءَ تي اڳون تبصري ۽ تنقيد لاءِ ڪجهہ بہ نٿو لکان صرف هي عرض ڪريان ٿو تہ منهنجو قرآن پاڪ جي هن آيت تي پورو ايمان آهي تہ انانحن نزلنا الذڪر وانالہ لحافظون. هاڻ اڳتي لفظ "مهدي" يعني هدايت ڏيڻ وارو، بابت ڪجهہ دليل عرض ڪريان ٿو تہ اهو ڪير آهي سورت بقره جي آيت ۱۸۵ ۾ قرآن حڪيم جو تعارف هنن لفظن سان آيو آهي تہ هدي للناس وبينات من الهدي يعني قرآن ماڻهن لاءِ هدايت ٿي ڪري آيو آهي. جنهن ۾ هدايت جا چٽا ۽ پڌرا دليل آهن. سورت سبا جي آيت نمبر ۵۰ ۾ آهي وان اهتديت فبمايوحي الي ربي يعني جيڪڏهن مون کي هدايت نصيب ٿي، تہ ان جو سبب اهو ڪلام آهي، جيڪو منهنجي پالڻهار مون ڏي نازل فرمايو آهي سورت ليل جي آيت نمبر ۱۲ ۾ آهي تہ ان علينا للهديٰ يعني هدايت اسان جي ذمي آهي. سورت اعراف جي آيت ۱۷۸ ۾ آهي تہ من يهد الله فهو المهتدي يعني جنهن کي الله هدايت وارو ڪري اهوئي هدايت وارو هوندو سورت فرقان



جي آيت نمبر ۳۱ ۾ آهي وڪفيٰ بربڪ هاديا ونصيراه يعني تنهنجي هدايت ۽ نصرت لاءِ تنهنجو رب ڪافي آهي سورت قصص جي آيت نمبر ۵۶ ۾ آهي تہ انڪ لاتهدي من أحببت ولاڪن الله يهدي من يشاء يعني اي نبي تون جنهن کي چاهين ان کي هدايت نٿو ڏيئي سگهين، پر الله جنهن کي گهري ان کي هدايت ڏيئي سگهندو، هنن آيتن کي غور سان پڙهي ڏسو، سوچيو، ويچار ڪيو، رب سائين پاڻ کان سواءِ قرآن ڳان سواءِ، جيڪو اصل ۾ سندس ئي ڪلام آهي، ڪنهن کي بہ مهدي مڃڻ لاءِ تيار ڪونهي!! ايتري تائين جو رسول الله ﷺ کي بہ حڪم آهي تہ هدايت ڏيڻ تنهنجي وس جي ڳالهہ ناهي، تون بہ مهدي ناهين، مهدي صرف الله آهي ۽ ان جو قرآن آهي.

هن مضمون ۾ ٻن مسئلن بابت عنوان قائم ڪيل آهن. هيو مسئلو آهي حيات مسيح ۽ رفع، يعني آسمانن تي مٿي ڪڃي وڃڻ جي عقيدي بابت حقيقت ۾ قرآن حڪيم تہ هر مسئلي ۾ تمام واضح پڌرو ۽ چٽو کولي کولي سمجهائيون ڏنيون آهن پر ماڻهن جي ڏاڍ مڙسيءَ اڪ جي پڪائي جو ڇا ڇئجي، وفات عيسيٰ عليہ السلام لاءِ قران پاڪ ۾ چٽي طرح بيان آهي، پڙهي ڏسو سورت مائده جي آيت نمبر ۱۱۷ فلما توفيتني ڪنت انت الرقيب عليهمO يعني اي الله تو جڏهن وفات ڏني مون کي تہ تون ئي هئين نگهبان انهن تي، باقي ڏاڍن مڙسن، حضرت عيسيٰ کي هن آيت کان پوءِ بہ زنده ڇاڻائي مٿي آسمانن تي وڃي رهايو آهي، انهن سورت نساء جي آيت نمبر ۱۵۷ مان استدلال ڪيو آهي وماقتلوه يقيناO بل رفعه الله اليه يعني يهودي يقين سان حضرت عيسيٰ کي نہ ڦاسيءَ تي چاڙهي سگهيا، نہ قتل ڪري سگهيا، بلڪ بلند ڪيو مرتبو عيسيٰ عليہ السلام جو پاڻ وٽ، رب پاڪ، هاڻي لفظ رفع جي معنيٰ مغالطي وجهندڙن اها ٺاهي آهي تہ الله سائين حضرت عيسيٰ کي آسمانن تي پاڻ وٽ کڻي ورتو، انهيءَ معنيٰ سان تہ الله لاءِ مڪان ۽ جهت يعني طرف نہ ثابت ٿئي، جڏهن تہ الله انهن ڳالهين کان پاڪ آهي هو هر هنڌ هر وقت حاضر ناظر آهي. حقيقت ۾ قرآن پنهنجي الفاظن جي تصريف آيات ذريعي پاڻ معنيٰ ۽ تشريحون بيان ڪندو آهي ۽ قرآن

پاڪ جي اهڙي رهنمائي ٻين سڀني مفسرن ۽ ترجما ڪندڙن کان وڌيڪ صحيح ۽ وڌيڪ سچي هوندي ۽ مڃبي ته لفظ رفع جي معنيٰ قرآن کان معلوم ڪبي سورت الم نشرح جي آيت نمبر ۴ ۾ آهي ورفعنالڪ ذڪرڪ يعني اي پيغمبر اسان تنهنجي ذڪر ۽ پرچار کي تنهنجي عظمت کي بلند ڪري ڇڏيو سون، سورت مؤمن جي آيت نمبر ۱۵ ۾ آهي ته رفيع الدرجات ذوالعرش يلقي الروح من امره يعني درجن ۽ منزلن کان، ارتقا کان، الله جي ذات بالاتر آهي، يا هيءَ معنيٰ ته رب پاڪ بلند مرتبن وارو آهي يا هي معنيٰ به ٿي سگهي ٿي ته درجن کي بلند ڪرڻ ۽ وڌائڻ وارو آهي ۽ سورت واقعه جي آيت نمبر ۳ ۾ خافضة رافعه هڪٻئي جي مقابلي ۾ الفاظ آندا آهن اتي به رافعه جي معنيٰ مٿين درجن تي وٺي وڃڻ واري آهي، انهن مثالن مان ثابت ٿي ويو ته سورت نساء ۾ حضرت عيسيٰ عليه السلام لاءِ قرآن پاڪ جا فرمايل الفاظ بل رفعه الله اليه اتي رفع جي معنيٰ به اها آهي ته الله سائين حضرت عيسيٰ کي يهودين جي حملن کان بچائي ان جا درجا بلند ڪري ڇڏيا مرتبو بلند ڪري ڇڏيو ڇو جو لفظ رفع جي معنيٰ قرآن پاڻ بيان ڪري ڇڏي ته اهو لفظ عزت جي بلندي جي معنيٰ ۾ آهي ۽ انهيءَ معنيٰ ذريعي سورت مائده ۾ فرمايل الفاظ ته فلما توفيتني ڪنت انت الرقيب عليهم سان به موافقت ۽ تائيد ثابت ٿي وڃي ٿي، جي نه ته رفع جي معنيٰ جيئرو آسمان تي کڻڻ سان قرآن ۾ تضاد ۽ ٽڪراءُ ٿي پوي ها، جنهن کان قرآن، پاڪ آهي پڙهي ڏسو سورت نساء آيت نمبر ۸۲ افلايتد برون القرآن ولوڪان من عند غير الله لوجد و افيه اختلافا ڪثيراه يعني قرآن ۾ ڇو غور ۽ تدبر نٿا ڪريو، جيڪڏهن هجي ها الله کان سواءِ ڪنهن ٻئي جي طرفان ته ان ۾ ڪوڙ سارا اختلاف ڏسو ها. ●

## ساهه واري مخلوق جي تصوير ۽ فوٽوگرافي جائز آهي

اسان وٽ فقهه اسلامي جي حوالي سان هي مسئلو مشهور آهي ته تصوير ٺاهڻ ۽ ساهه واري مخلوق جي فوٽوگرافي اسلام ۾ ناجائز آهي. انهيءَ جو دليل ۽ ثبوت ڪن حديثن جي ذريعي ٻڌايو وڃي ٿو ته اهو خدا سان شرڪ ٿي پوندو، ۽ حديثن جي تفصيل ۾ اهو ٻڌائين ٿا ته قيامت ڏينهن تصوير ٺاهيندڙ مصور ۽ آرٽسٽ کي يا فوٽوگرافر کي الله سائين حڪم فرمائيندو ته تو جن جاندار شين جون تصويرون ٺاهيون آهن، انهن ۾ ساهه وجهي ڏيکار، پوءِ هو ساهه وجهي نه سگهندو پوءِ مالڪ سائين ان کي چوندو ته اهو تو مون سان شرڪ ڪيو آهي، ۽ مون سان برابر بڻجڻ جو ڏوهه ڪيو آهي. تخليق ۽ منهنجي صفت خالق ۾ تو مون سان ڄڻ ته شرڪ ڪيو آهي. ڄاڻڻ گهرجي ته فقهه اسلامي گهڻو ٽڪو حديثن جي بنياد ۽ آثار تي ٺاهيو ويو آهي. حديثون سڀئي جو سڀئي يا گهڻي ڀاڱي پنهنجي ثبوت جي لحاظ سان يقيني ناهن، ظني آهن. اهو جمهور عالمن جو فيصلو آهي انهيءَ فيصلي جو وڏو تفصيل آهي. راوين کان ٻڌڻ جي لحاظ سان، راوين جي تعداد جي لحاظ سان، روايت ۾ حضور ﷺ جي ڪلام ۽ فرمان جا بعينه ساڳيا الفاظ ساڳي ترتيب زير زبر شد مد سميت نقل ڪيا ويا آهن، يا معنيٰ مفهوم پاڻ ڪريمن وارو ۽ الفاظ راوين جا. بلڪه عالمن انهي کان به وڏيون باريڪ موشگافيون ڪيون آهن، ته روايت ڪندڙن راوين جي هڪ ٻئي سان عمر ملي ٿي يا نه. ملاقات ثابت آهي يا نه. شهر ۽ وطن، هڪ ٻئي کي وڃي ملڻ گڏ رهڻ انهي کان سواءِ انهن راوين جي ديانتداري، امانتداري، مطلب هر پهلو کي تنقيد ڪندڙ عالمن سامهون رکيو آهي ۽ پوءِ به هي فيصلو ڏنو اٿن ته قرآن حڪيم جيڪو پيغمبر ﷺ جن پاڻ پنهنجي هٿن

سان لکي، پوءِ ان ماستر ڪاپي ۾ ان تان ٻين کي لکرايو ۽ وڌيڪ
ڪاپيون تيار ڪرايون آهن ۽ سندن ئي زندگي ۾ مڪمل هڪ جاءِ تي
ڪتابي شڪل ۾ ترتيب جمع ۽ تدوين جي صورت ۾ امت کي ورثي
بورثي ملندو ۽ پهچندو آيو آهي. ته قرآن حڪيم جي ثبوت واري حيثيت
يقيني قطعي آهي. ان جي ڀيٽ ۾ حديث جي حيثيت ظني قرار ڏني اٿن،
يعني ان ۾ ڪنهن نه ڪنهن موقعي تي الفاظن نقل ڪرڻ ۾ يا راوين
جي سوانح حيات ۾، ڪٿي نه ڪٿي ڪنهن جهول جو امڪان ٿي سگهي
ٿو، ان ڪري عالمن اهو فيصلو ڪيو آهي ته پاڻ ڪريمن جي وفات کان
پوءِ ٽين صديءَ ۾ ڪتابي شڪل وٺندڙ علم کي قطعي ۽ يقيني قرار نٿو
ڏيئي سگهجي مناسب ٿيندو ته علماءِ ڪرام جي انهي فيصلي جي تائيد
۾ ۽ خاص ڪري قرآن مجيد بابت ماڻهن ۾ شڪ شبهاءِ وسوسا ڦهلائڻ
لاءِ ڪوڙيون حديثون ناهي عام ڪرڻ جو به مثال ڏيندو هلجي ته
پڙهندڙن کي وڌيڪ ڄاڻ حاصل ٿيندي. اسلامي فقهه ناهڻ ۽ انهيءَ
جون جزئيات ۽ بالاز جو استنباط ۽ استدلال حديثن مان ڪرڻ بدران
قرآن مان ڇو ڪونه ڪيو ويو پهريائين عرض ته حديثون ناهيندڙن قرآن
بابت اهڙيون به حديثون ناهيون آهن ته هي ڪلام پهريائين پٿرن،
کجين جي ڇڙهين يا پنن تي لکيو ويو ۽ اهو به ڪجهه، ڪنهن وٽ، ته
ڪجهه ڪنهن وٽ، ٽڙيل پکڙيل، ۽ مختلف ماڻهن وٽ رکيل هو. اهي
ڳالهيون ۽ اهڙيون ڪوڙ ساريون ٻيون ڳالهيون جيڪي قرآن حڪيم ۾
ماڻهن کي شڪ شبها وجهن، گهڙي انهن کي حديث جو نالو ڏيئي
ڦهلايون ويون آهن. جڏهن ته اهڙين سڀن حديثن جي رد ۾، قرآن
حڪيم بابت نبي سائين جي حياتي مبارڪ ۾ محفوظ ۽ جمع ٿي وڃڻ
لاءِ خود قرآن پاڪ ۾ چٽيون ۽ پڌريون دعوائون ڪيون ويون آهن.
توڙي ڪٿي هن مضمون جو موضوع ٻيو آهي پر انهي هوندي به مناسب
سمجهندي جمع قرآن جي موضوع تي ٻه اکر پڙهندڙن جي خدمت ۾
مناسب سمجهون ٿا. ٺڪرن پٿرن ڪاٺين تي قرآن لکڻ جون جيڪي
حديثون ناهيون ويون آهن، اهي هي تاثر ڏيڻ لاءِ به آهن ڄڻ فتني باز،
قرآن جا دشمن، ماڻهن کي ڄٽ سمجهي، هي تاثر ڏيڻ چاهين ٿا ته ان



زماني تائين اڃا ڪاغذ ايجاد نه ٿيو هو پر تاريخ انهي حقيقت کي چڱي
نموني ثابت ڪري ڇڏيو آهي ته ڪاغذ جي ايجاد نبي سائين جي زماني
کان گهڻو اڳي جي آهي خود قرآن ۾ ڪاغذ جو ذڪر آهي پڙهي ڏسو
سورة انعام آيت نمبر ۷ وَلو انزلنا عليڪ ڪتابا في قرطاس يعني اسان
جيڪڏهن تنهنجي مٿان ڪاغذ تي لکيل ڪتاب نازل ڪيون ها ته تنهن
جو اهو جادو جو عمل قرار ڏين ها ۽ ائين نه قبول ڪن ها ته واقعي
خدا جي طرفان نازل ٿيو آهي. حديثن ناهيندڙن هيءَ به ڳالهه ناهي
مشهور ڪئي آهي ته نبي سائين جن لکي پڙهي ڪونه ڄاڻندا هئا، پر
قرآن مجيد ۾ آهي ته پاڻ ڪريمن جي زماني ۾ مخالف دشمن، جن جو
گهر ۽ رهائش پاڙو ۽ شهر گڏ هو اهي حضور ﷺ لاءِ چوندا ته هي
شخص اڳئين زماني جي ماڻهن جون قصا ڪهاڻيون پهريائين پاڻ لکي ٿو.
پوءِ ٻاهر اڇي صبح مهل ۽ شام مهل، ٻين کي لکرائي ٿو پڙهي ڏسو
سورت فرقان آيت نمبر ۵ وقالو اساطير الاولين اڪتتبها فهي تملا عليه
بڪرتا و اصيلا. قرآن ۽ اسلام جي دشمن قرآن مجيد جي هڪ جاءِ تي
ڪتابي شڪل ۾ جمع ٿي وڃڻ خلاف به ڪوڙ ساريون حديثون ناهيون
ته هي ڪتاب نبي سائين جي وفات کان پوءِ مختلف ماڻهن وٽان ذرو ذرو
ڪري گڏ ڪيو ويو ۽ حديثن جي حوالي سان حضرت صديق اڪبر،
حضرت عمر فاروق کي جمع قرآن جي اسڪيم جو محرڪ ۽ تجويز
ڪندڙ سوچيندڙ قرار ڏيئي پوءِ حضرت عثمان سائين کي وجي، جامع
قرآن جو تاج پارائڻ، وري انهي ۾ به شڪ شبها وجهڻ لاءِ اهڙيون ڪوڙ
ساريون حديثون ناهيون اٿن ته قرآن ستن پڙهڻين تي مشتمل لاٿو ويو
هو. حضرت عثمان سائين انهن سڀن کي معطل ڪري لغت قريش مطابق
جمع ڪرايو هو، جڏهن ته قرآن حڪيم ۾ رب سائين پڌري پٽ اعلان
فرمائي ڇڏيو آهي ته اي پيغمبر قرآن جي حفاظتيه خلق تائين پهچائڻ
جو تون ڪوبه الڪو نه ڪر، اها جمع قرآن جي ذميداري به اسان جي
آهي، پڙهي ڏسو سورت قيامت آيت نمبر ۱۷، ان علينا جمعه و قرآنه
ڄاڻڻ گهرجي ته قرآن حڪيم ۾ قرآن پاڪ کي ٻه سئو کان وڌيڪ
ڀيرا ڪتاب جي نالي سان سڏيو ويو آهي. قرآن شريف جي شروعات ئي

ذالک الکتاب لاريب فيه سان ٿي آهي. نڪرن پٿرن وٽن جي پنن تي
لکيل شئي کي ڪتاب نه سڏيو ويندو آهي هتي قرآن حڪيم جي ماستر
ڪاپي جيڪا پهريائين پاڻ نبي سائين لکي تيار ڪئي اها ڪاغذ ڪان به
وڌيڪ مضبوط شيءِ يعني چمڙي جي سنهي کل تي لکرائي ويئي جنهن
تان باقي ٻيا صحابه ڪرام نقل ڪري وڌيڪ ڪاپيون تيار ڪندا هئا.
پڙهي ڏسو سورت طور جي آيت نمبر ٢ ۽ ٣ و ڪتاب مسطور في رق
منشورO حديثون ٺاهيندڙ پنهنجي فنڪاريءَ سان دنيا وارن سامهون
پنهنجي حديثن ذريعي نبي سائين جن کي لکڻ پڙهڻ کان اڻ ڄاڻ ڪري
پيش ڪيو آهي. قرآن انهن جي به ترديد ڪري ڇڏي آهي ۽ ٻڌائي
ڇڏيو اٿس ته هن کان اڳي يعني نبوت کان اڳ تون نه ڪتاب پڙهي
سگهندو هئين نه هٿ سان لکي ڄاڻندو هئين پر هاڻ اها صورتحال ناهي
رهي، جو ته جيڪڏهن تون لکڻ پڙهڻ نه سگهين ها ته اهل باطل، قرآن
تي به شڪ ڪن ها. پڙهي ڏسو سورت عنڪبوت آيت ۴٨ پوءِ به اسان
جا ڪيترا سادي عقل جا ماڻهو چوندا رهن ٿا ته امي لفظ جي معنيٰ
اڻپڙهيل آهي سو نبي سائين کي قرآن ۾ امي سڏيو ويو آهي، سو ضرور
اهي لکڻ پڙهڻ کونه ڄاڻندا هوندا. جڏهن ته حقيقت هي آهي ته لفظ
امي جي معنيٰ ام القريٰ وارو آهي ام القريٰ شهر مڪي جو ٻيو نالو آهي.
امي نبي سائين جي وطني نسبت وارو نالو ڇئبو ۽ امي لفظ جي جيڪا
معنيٰ آهي جيئن ماءُ جي پيٽان ڪو ڄمي ٿو سدائين اهڙو، لکڻ پڙهڻ
کان اڻڄاڻ سو حضور ﷺ لاءِ قرآن پاڪ مٿئين حوالي مطابق ٻڌرائي
ڪري ڇڏي ته تون اڳي ته لکڻ پڙهڻ کونه ڄاڻندو هئين، هاڻ اها
ڳالهه نه رهي آهي. تڏهن ته قرآن ۾ نبي سائين کي حڪم ڪيو ويو ته
اقراباسم ربک ظاهر آهي ته اڻپڙهيل ماڻهوءَ کي ڪير چوندو ته پڙهه.
معاف ڪندا قرآن پاڪ جي دشمن بابت ڳالهه ڊگهي ٿي ويئي هاڻ اسان
عنوان واري مسئلي ڏي اچون ٿا. فوٽو ۽ ساهه واري شيءِ جي تصوير
ٺاهڻ واري کي چون ٿا ته قيامت ۾ الله سائين چوندو ته تون هن ۾
ساهه وجهي ڏيکار ۽ هو ساهه وجهي نه سگهندو پوءِ ان کي خدا
پنهنجي صفت خالقيت ۾ شرڪ جي ڏوهه ۾ سزا ڏيندو اسان جواب ۾



عرض ڪيون ٿا ته جيئن خدا جي صفت خالق آهي، اهڙي نموني خدا
جي صفت سميع يعني ٻڌندڙ به آهي، پوءِ انسان ۽ ٻي جيڪا به مخلوق
ٻڌي سگهي ٿي، انهن جي ٻڌڻ واري عمل ڪي، اوهان جي استدلال
مطابق، خدا سان شرڪ قرار ڏبو؟ الله سائينءَ جي صفت جيئن خالق آهي
اهڙي نموني بصير يعني ڏسندڙ به آهي، پوءِ مخلوق مان جيڪي به قسم
اکين وارا آهن ۽ هو ڏسي سگهن ٿا ته ڇا انهن کي چئبو ته اکيون هوتي
هلو نه ته اوهان جي ڏسڻ واري عمل سان خدا سان شرڪ ٿي پوندو؟
رب سائين جي صفت خالق وانگر رحمان رحيم يعني رحم ڪندڙ به آهي
۽ انسانن مان حاڪم يا ڏاڍو ماڻهو پنهنجي ماتحت ۽ ڪمزور ماڻهو تي
رحم ڪندو آهي ماءُ پيءُ اولاد تي رحم ڪندا آهن ته ڇا ان کي اوهان
منع ڪندؤ ته ماڻهن تي رحم نه ڪريو. ائين ڪرڻ سان خدا سان
شرڪ ٿي پوندو؟ اهڙي نموني الله سائين جون ڪوڙ ساريون صفتون آهن
جيڪي انسان پنهنجي حيثيت وسعت ۽ حال مطابق پنهنجي وجود ۾ رکي
ٿو بلڪ الله سائين ان ۾ رکيون آهن جيئن عليم خبير المعز المذل الڪريم
الضار النافع الرافع الخافض عادل الحسيب الرقيب وغيره وغيره بلڪ رحم
ڪرڻ جي ته فضيلت بيان ڪئي وئي آهي، عدل ڪرڻ ته واجب قرار ڏنو
ويو آهي، علم پڙهڻ ته ضروري قرار ڏنو ويو آهي، اصل حقيقت هي آهي
ته رب سائين ۾ اهي صفتون لامحدود پئماني تي آهن. ٻانهي ۾ مخلوق ۾
محدود پئماني تي آهن، اهو شرڪ ته ڪونهي، پر حڪم آهي ته تخلقوا
باخلاق الله يعني الله جي ڪارنامن جي ڪاپي ڪيو. حديث شريف ۾
ٻڌايو ويو آهي ته ارحم من في الارض يرحم عليک من في السماء يعني
زمين وارن تي رحم ڪريو ته آسمان وارا توهان تي رحم ڪن، ڄاڻ
گهرجي ته خلقڻ ۽ ڪنهن شئي جي تخليق يعني پيدا ڪرڻ جي معنيٰ
آهي، موجود ۽ قدرت پاران خلقيل ۽ جوڙيل شين کي پاڻ ۾ ملائي
ترتيب ڏيئي ڪا نئين شئي تخليق ڪرڻ. اها ڳالهه گناهه ڪانهي اها
تخليق جائز آهي. سٺي ڳالهه آهي. تڏهن ته رب سائينءَ پاڻ کي احسن
الخالقين جو لقب ڏنو آهي. جنهن جي معنيٰ آهي پيدا ڪندڙن مان وڌيڪ
سٺو ۽ سهڻي شيءِ پيدا ڪرڻ وارو هاڻ جيڪڏهن ڪائنات ۾ ٻيا خالق ۽

تخليقڪار نہ هوندا تہ پوءِ رب سائين احسن الخالقين ڪيئن ٿي سگهندو، الله سائين جي صفتن ۾ جيڪي بديع ۽ فاطر جون صفتون آهن اهي صرف رب سائين لاءِ خاص آهن، انهيءَ ڪي سونهن ٿيون. انسان يا ڪا بہ مخلوق بديع ۽ فاطر نٿي ٿي سگهي، بديع ۽ فاطر جي معنيٰ آهي بنا ڪنهن عنصر جي بغير ڪنهن مادي جي، بغير موجودات جي، ڪنهن شئي کي نئين سر پيدا ڪرڻ. اها ڳالهہ صرف خدا جي ذات لاءِ مخصوص آهي، باقي تخليق ۽ خالق جي وصف انئين آهي جيئن رحيم سميع بصير عليم خبير وغيره، جيڪا انسان يا ٻي مخلوق ۾ حال سارو ۽ محدود نموني موجود آهي، جنهن جي ڪري خدا سائين سان شرڪ ڪونہ ٿيندو، الله سائين جي هڪ صفت المصور يعني تصوير ٺاهيندڙ بہ آهي تہ انسان بہ تصوير سازي ڪري تہ منع ڪانهي. اسان جا مذهبي اڳواڻ عقل ۽ سمجهہ جا تہ وڏا داناءُ هوندا، يا آهن، پر عقل کان ڪم وٺڻ جي شايد وٽن فرصت ناهي. الائي ڇو تہ انهن عالمن سڳورن وٽ نباتات يعني وڻن ۽ ٻوٽن جي تصوير ٺاهڻ ڦوٽو ڪڍڻ جائز آهي، سندن حڪم ۽ فيصلن مطابق انهن ۾ ساهہ ڪونهي. جڏهن تہ ايگريڪلچر سائنس هي ثابت ڪيو آهي تہ هر سائي سلي وڻ ٻوٽي ۾ ساهہ آهي، انهي ساهہ جي آڌار تي جيڪو آبهوا مان حاصل ٿئي ٿو هر علائقي جي آبهوا مختلف هجڻ ڪري، هر علائقي ۾ پيدا ٿيندڙ اناج ۽ ميوا، مٽ سٽ آهن. جهڙي نموني هر علائقي جي ماڻهن ۾ قد ڪاٺ رنگ ٻولين جو فرق آهي، اهڙي نموني نباتات ۾ بہ فرق آهي نباتات ۾ ساهہ هجڻ تہ وڏي ڳالهہ ڪانهي، وڻن ٻوٽن ۾ تہ شعور عقل فهم بہ ثابت ٿي ويو آهي، شرم ٻوٽي جنهن کي لاجونتي ۽ اردو ۾ ڇوئي موئي چيو ويندو آهي، سڀ ڪنهن کي خبر آهي تہ ان کي نر ۽ مادي جي خبر بہ پوندي آهي اهو هن طرح تہ جيڪڏهن ان کي مرد هٿ لائيندو تہ ڪومائجي ڪري پوندي آهي ۽ جيڪڏهن ڪا عورت هٿ لائيندي آهي تہ سلامت بيٺي هوندي آهي. افريڪا ۾ هڪڙو وڻ آهي جنهن کي آدمخور سڏيو ويندو آهي. ان جي ڪنهن بہ ٽاريءَ ويجهو ماڻهو بيهندو تہ يڪدم ان کي وڪوڙي ان جو ساهہ ٻي ڇڏيندو آهي. جڏهن ان جو ساهہ ۽



رطوبت ختم ٿي ويندي آهي تڏهن ڇڏيندو اٿس. هونئن تہ جيالاجسٽ حضرات تہ جمادات ۾ بہ ساهہ ۽ روح ثابت ڪيو آهي. انهن جي علمي تحقيق بہ پڙهڻ وٽان آهي پر اڄ جا عالم سڳورا ڪٿي شاهہ ولي الله جو ڪتاب فيوضات الحرمين پڙهي ڏسن جنهن ۾ هو وٽي ٿو پٿرن ۽ ٻٽين سان سوال جواب ۽ ڪچهريون ڪندو. هونئن شاهہ ولي الله جو شمار تمام وڏن عالمن مان ٿئي ٿو، مون کي حوالي لاءِ باقاعدي تہ ياد ڪونهي البت ڊاڪٽر پروفيسر غلام حسين جلباڻي مرحوم شاهہ ولي الله تي پي ايچ ڊي ڪئي آهي جنهن جي ٿيسز ۾ شاهہ صاحب جي حوالي سان جيڪا روح جي تشريح ڪئي اٿس انهيءَ جو خلاصو ٿئي ٿو الوهياتي توانائي، سو تصوير کي، نباتات ۽ جمادات کي، غير جاندار ۽ بنا ساهہ جي چوڻ وارا علماء ڪرام هن ڳالهہ تي روشني وجهن تہ نباتات ۽ جمادات الوهياتي توانائي کان سواءِ قائم ٿي سگهن ٿا؟ وجود ۾ اچي سگهن ٿا؟ ۽ ڪهڙي شئي آهي جيڪا الوهياتي توانائي کان سواءِ قائم آهي ۽ وجود ۾ آئي آهي ۽ سورت سبا جي آيت نمبر ١٣ ۾ آهي تہ حضرت سليمان عليہ السلام لاءِ جن مان جيڪي وڏا وڏا ڪاريگر هئا اهي تصويرون ۽ مورتيون ٺاهيندا هئا. رب سائين پنهنجي شان ۾ فرمايو آهي تہ يزيد في الخلق مايشاء يعني الله سائين پنهنجي تخليقي ڪارنامن ۾ واڌارو ڪندو رهي ٿو ۽ انسان بہ اهي ڀلا آهن، جيڪي پنهنجي عملن ۾ الله جي تابعداري ڪندا رهن. قرآن مجيد ۾ سورت تڪوير ۾ آهي تہ واذالنفوس زوجت يعني اهو وقت بہ ايندو جو ماڻهو پاڻ ۾ ملي جلي ڳتجي ويندا، جنهن کي اڄڪلهہ گلوبل وليج ۽ گلوبل هوم، سڏيو وڃي ٿو ۽ اهو سمورو ڪئميرا جي طفيلي ٿيو آهي. واذا النفوس زوجت جي عملي تشريح يعني پري پري جي ماڻهن کي ويجهو ڪري ملائڻ ۾ ٽيليويزن جو وڏو حصو آهي. اِي ميل جو وڏو حصو آهي. فيڪس جو وڏو حصو آهي. مونڊوم جو وڏو حصو آهي. انٽرنيٽ جو وڏو حصو آهي. سٽلائيٽ جو رڏو حصو آهي. ڪمپيوٽر جو وڏو حصو آهي. اهي سڀ ڪئميرائون آهن، اڄ سيٽلائيٽ اوهان جي ملڪي سرحدن تي ٿيندڙ هر قسم جي چرپر کان اوهان کي آگاهہ ڪري ٿي، دشمن جي فوجن جي

هر قسم جي نقل حرڪت جون فلمون ٺاهي ٿي. عالمن سڳورن کي
جيڪي تصوير ڪيڻ ۽ ساهہ وارين شين جي فوٽو ٺاهڻ کي ناجائز
سڏين ٿا اميد آهي تہ انهن کي اها بہ خبر هوندي تہ دشمن جون فوجون
ساهہ واريون ۽ جاندار هونديون. جن لاءِ رب سائين قرآن پاڪ ۾ فرمايو
آهي تہ واعدوالهم ما استطعتم من قوة ومن رباط الخيل ترهبون به عدوالله
وعدو ڪم يعني دشمن جي مقابلي ۾ پنهنجي سگهہ آهر جيترا گهوڙا ۽
دشمن کي ڊيڄاريندڙ شيون تيار ڪري سگهو، اهي ڪيو. سو ڄاڻڻ
گهرجي تہ دشمن کي اڄ توهان جي سرحدن تي جيڪي ريڊار واريون
ڪئميرائون فٽ ٿيل آهن انهن کان وڏو خطرو هوندو آهي. سپاهي ننڊ
ڪري سگهي ٿو غفلت ڪري سگهي ٿو. آٽوميٽڪ ڪئميرائون ننڊ
ڪونہ ڪنديون آهن. قرآن حڪيم تہ اسان کي گلوبل وليج کان اڳيرو
رب سائين جي شاهڪار قسم جي رهنمائي، ڪل يوم هوفي شان جي
نرالي ۽ تيز رفتار ترقي جي پوئواري لاءِ پيو رهنمائي ڪري، افسوس آهي
جو فارس جي شڪست جي حسرت سبب، حسد ۾ ٻڏل ازبڪستان
بخارا ۽ نيشاپورين، قرآن جي پرواز کان، اسان کي محروم ڪرڻ لاءِ
حضور ﷺ ڏي ڪوڙيون ڳالهيون، حديث نالي منسوب ڪري پنهنجي
شڪست جو بدلو وٺڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ اسان قرآن حڪيم
کي ڇڏي فقهي جزئيات جو بنياد انهن کي بنايو آهي، جڏهن تہ قرآن
حڪيم اسان جي بلڪہ پوري ڪائنات جي رهنمائي لاءِ ڪامل ۽ مڪمل
ڪتاب آهي. واضح چٽو ۽ پڌرو ڪتاب آهي، پنهنجي تعبير ۽ تشريح
لاءِ تفسير لاءِ ڪنهن ٻئي جو محتاج ناهي. انهيءَ حقيقت کي سمجهائڻ
لاءِ وڌيڪ دليل قرآن پاڪ مان مون پنهنجي مضمون جمع قرآن ۽
جامعيت قرآن ۾ لکيا آهن. جنهن کي دلچسپي هجي اهي پڙهي، آخر ۾
وري بہ ڪئميرائن جي ايجاد ۽ تصوير سازي جي فائدن جي بابت مختصر
گذارش خدمت ۾ ڪري ڇڏيان تہ اڄ دنيا جون ترقي يافتہ قومون
شهري امن قائم ڪرڻ لاءِ اهميت وارين جاين تي خودڪار ڪئميرائون
فٽ ڪري ڇڏين ٿا. جنهن سان ڪو ڌوهاري جيڪڏهن ڌاڙو يا ڦر
ڪري [illegible] قتل ڪ[illegible] ٿو، تہ ان جي مڪمل فلم ٺهي وڃي ٿي، يعني



ملڪ جي، قوم جي داخلي ۽ خارجي دشمن جي نشاندهي ڪرڻ،
سڃاڻپ ڪرائڻ پڪڙڻ ۾ اهي ڪئميرائون وڏيون مددگار آهن. اسان
جي سنڌ جي هڪ وڏي آرٽسٽ ۽ ڊرائنگ جي ماهر کان رستي ويندي
ڦورن، ڦر ڪئي ان اچي ٿاڻي تي فرياد لکرايو، صوبيدار ڌوهارين جي
سڃاڻپ بابت پڇيس تہ جواب ۾ چيائينس تہ هونئن تہ انهن کي آئون
ڪونہ سڃاڻان، البت هتي جو هتي پينسل سان انهن جون تصويرون
اوهان کي ٺاهي ڏئي سگهان ٿو. مون کي انهن جا چهرا مهانڊا ياد آهن
۽ تصويرون ٺاهي پوليس جي حوالي ڪيائين ۽ انهن جي آڌار تي بلڪل
اهي ساڳيا ڌوهاري هٿ ڪيا ويا جن ڏوهہ بہ باسيو. اڄڪلهہ ڪعبتہ الله
شريف ۾ هر نماز جي آٽوميٽڪ ڪئميرائن سان مووي ڀري وڃي ٿي ۽
نمازي ساهہ وارا آهن. ●

مافر طنافي الكتاب من شي ثم الي ربهم يحشرون
(انعام-٣٨)

اسان ڪتاب ۾ ڪابہ شيءِ ڪانہ رهائي آهي، پوءِ اهي
پنهنجي پالڻهار طرف اٿاريا ويندا:

●●●●

ان هذا القرآن يهدي للتي هي اقوم (سورت اسرا آيت ٩)
تحقيق هي قرآن انهن اصولن ۽ ڳالهين سان رهنمائي ڪندو
آهي جيڪي تمام مضبوط هونديون آهن.

# سيڪيولرازم

هن موضوع تي هي گذارش مستقل طور ذهن ۾ رکڻ گهرجي ته برصغير ۾ پاڪستان ناهڻ ۽ مذهب جي بنياد تي هتي جي آبادين کي پاڻ ۾ ٽڪرائي ۽ ويڙهائي رکڻ لاءِ، علمي حقيقتن کي ڏاڍو غلط استعمال ڪيو ويندو رهيو آهي. جنهن جو تمام وڏو تفصيل آهي انهن مان هڪ اصطلاحي لفظ سيڪيولرازم به آهي. جنهن جي معنيٰ لامذهبيت ۽ لادينيت ۽ بي ديني وغيره مشهور ڪئي وئي آهي ۽ اجا به ڪئي وڃي پئي. اها نه صرف غلط معنيٰ آهي پر هڪ وڏي سازش طور ڳهڙي ڦهلائي وڃي پئي جنهن جو اصل پسمنظر هڪڙو ته مٿي عرض ڪيو سون پيو هي ته حاڪم ٽولا جيڪا ڦرمار ۽ استحصال مختلف قومن ۽ علائقن جو ڪندا، انهي تي اهڙيون غلط علمي معنائون ۽ تشريحون انهن کي غلاف ۽ ڍڪ جو ڪم ڏينديون. ۽ وڌيڪ هي حقيقت به ڌيان ۾ رهڻ گهرجي ته سيڪيولر لفظ جي ايجاد، استعمال ۽ ضرورت پهريائين يورپ جي سائنسدانن جي نين ايجادن ۽ انڪشافن مهل پئي، جن کي سندن عيسائي دقيانوسي ملن ۽ چرچ جي چوڌرين، پنهنجي هٿن مان گگدام عوام ۽ چٽ ماڻهن کي سڌرڻ ۽ ترقي ڪرڻ سبب نڪرندي ۽ آزاد ٿيندي ڏٺو ته انهن سائنسي نين ايجادن کي ڪفر سڏڻ شروع ڪيو ۽ سائنسدانن کي الله جي ڳجهه ۾دخل ڪاري جو الزام ڏيئي، انهن کي ڪافر قرار ڏنو ۽ انهيءَ پاداش ۾ ڪيترائي سائنسدان ۽ موجد، بادشاهه ۽ ملي جي ناني ويڙهي سبب سزائون ڪائي ويا، انهن کي قتل ڪيو ويو ۽ باهين ۾ ساڙيو به ويو. هلندي هلندي جڏهن يورپ وارن کي پاڳن ۾ هڪ ترقي پسند بادشاهه مليو جنهن جي سهڪار ۽ سرپرستي ۾ سائنسدانن کي تحفظ به مليو ۽ ترقيون به وڌيون. تڏهن پادرين ۽ رجعت پرست چرچ جي خانقاهي ناڪيلي مان جند ڇڏائڻ لاءِ جيڪي



قانون ناهيائون انهن ۾ سيڪيولرازم جو سهارو ورتائون. جنهن جو مطلب صرف هي هو ته مذهب جي ٺيڪيدار جاهل پادرين مان جند ڇڏائڻ انهن قانون ۾ هي لکيو ته حڪومت جي معاملن ۾ مذهب جو عمل دخل نه رهندو ته هاڻي انهيءَ تناظر ۾ غور ڪيو وڃي ته اهڙي قانون ڪي جو انهن سيڪيولر نالو ڏنو آهي. مذهب جي اندروني تفصيل سان انهيءَ جو ڪوبه واسطو بحث ۽ جهڳڙو مقصود ناهي. البت مذهب جي علمبردارن جي جاهليت ۽ چٽڪي حاڪميت کان بچڻ لاءِ يورپي ترقي پسندن وٽ پيو ڪو چاروئي ڪونه هو. مناسب ٿيندو ته مذهب جي وڏي ڪان وڏي انڪاري ڪارل مارڪس بابت ان جي انهي سوچ جي پس منظر کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪجي. تاريخ جي چاٽو ماڻهن کي چڱي طرح ڄاڻ آهي ته يهودين دنيا جي قومن ۽ فرقن جي لحاظ سان وڌيون مارون ڪاڌيون آهن. ڪوڙ ڀيرا سندن قتل عام ٿيا آهن. يهودين جي تاريخ جلاوطنين، ذلتن، خوارين، سان ڀري پئي آهي. ڪارل مارڪس نيٺ نسلي طور يهودي هو وڏو عالم هو هن جي سامهون پنهنجي قوم جي تباهين ۽ بربادين جا سڀ منظر هر وقت دماغ جي اسڪرين تي چٽيل هوندا ۽ اهيُ يهودين سان سڀ جٽيون هر دور ۾ هر موقعي تي مذهب جي نالي تي ٿيون آهن. پوءِ ڪارل مارڪس کي ڪهڙي ڪاري نانگ ڪاڌو آهي جو هو آدمخور مذهبن جي وجود کي تسليم ڪري ۽ قبول ڪري ته جن ملڪن ۽ حڪومتن پنهنجي قانونن ۽ آئين کي سيڪيولر قرار ڏيئي، مذهبي عمل دخل ۽ مداخلت جو رستو بند ڪيو آهي. انهيءَ جي جوابدار چرچ ۽ خانقاهي قيادت جي جهالت آهي ۽ انهن پروهتن ۽ پادرين جي مذهب جي آڙ ۾ اقتدار ماڻڻ جي هوس آهي. جنهن لاءِ مون کي پڪ آهي ته توريت گيتا انجيل ۽ قرآن به انهن کي سندن اهڙين هوس ڪارين جي اجازت نه تو ڏيئي. ان ڪري انهن ڪتابن وارن دين ڏرمن جا ڪارل مارڪس ۽ ٻيا سيڪيولر سوچ وارا ايترا دشمن ڪونه آهن جيترو انهن مذهبن جي نالن کي استعمال ڪري پنهنجيون خانقاهون ۽ جاگيرون ناهڻ وارن جا دشمن آهن.

لفظ سيڪيولرازم ۽ اصطلاح، جي درست ۽ صحيح معنيٰ آهي غير

جانبداري ۽ غير فرقيواريت هوئڻ سيڪيولر لفظ ۾ اجا وڏو مفهوم آهي. طبعي شيون طبعي نظام قدرتي طريقن سان وجود ۾ آيل تخليقون. اهي سڀ سيڪيولر جي تشريح ۾ شمار ٿين ٿيون. ته هر طبعي قدرتي فطري شئي سيڪيولر سڏي ويندي. انسائيڪلوپيڊيا برٽانيڪا جيڪا لفظ سيڪيولر جي تشريح ڪئي آهي ته سياست کي مذهب کان جدا ڪرڻ حقيقت ۾ اها معنيٰ ناهي بلڪ سيڪيولرازم اختيار ڪرڻ وارن جي پاپائيت وارن مان جان ڇڏائڻ جي ڪوشش ۽ حيلي جو نالو آهي، خود سائنس به ڪا اوپري شيءِ ڪانهي ڪنهن مرڪب کي جن جزن ملائڻ ۽ جوڙڻ سان تيار ڪيو ويندو آهي ته اهي جزا ۽ انهن جي ترڪيب ۽ جوڙجڪ، ان مرڪب جي سائنس سڏي ويندي. انهيءَ سڄي پٽاڙ جو خلاصو هي ٿيندو ته ڪنهن به اجتماع ميڙاڪي قوم ۽ ملڪ کي هلائڻ لاءِ جيڪو نظام ٺاهيو وڃي. قانون ۽ آئين ٺاهيو وڃي اهو قدرتي هجڻ گهرجي. طبعي ۽ سائنسي حقيقتن تي مبني هجڻ گهرجي. ان ۾ ڪابه غير فطري ۽ غير قدرتي ڳالهه ماڻهن مٿان مڙهي نه وئي هجي، ته اهڙي نظام کي سيڪيولر نظام چئبو آهي. الله تعاليٰ به پنهنجو خالقيت وارو طريقو، فطرت وارو طريقو ڏسيو آهي. سورت انعام آيت نمبر ۱۴ ۾ فرمائي ٿو ته آئون آسمانن ۽ زمين کي فطرت موافق پيدا ڪرڻ وارو آهيان. قل اغير الله اتخذ وليا فاطر السملوات والارض ۽ٻئي هنڌ سورت روم آيت نمبر ۳۰ ۾ فرمائي ٿو فطرت الله التي فطر الناس عليها لاتبديل لخلق الله يعني الله جي فطرت موافق، تخليق جو اهو طريقو آهي جنهن تي ماڻهن کي پيدا ڪيو اٿائين، الله جي انداز تخليق ۾ ڪابه تبديلي ڪانهي. غور ڪيو وڃي ته فطرت موافق جيڪا ڪائنات پيدا ڪئي وئي آهي ان جا قانون به فطري ئي هوندا، انهي ڪري ئي سيڪيولرازم چئبو آهي. ٻئي ڪنهن به جن يا ڀوت جو نالو سيڪيولرازم ڪونهي، ۽ هن حقيقت کي سمجهڻ ۽ ياد رکڻ گهرجي ته مذهب، ماڻهن ٺاهيا آهن پنهنجن مفادن لاءِ شخصي مفاد، خانداني مفاد، گروهي ۽ نسلي ۽ علائقائي مفاد، انهن کي ڊاهڻ لاءِ ختم ڪرڻ لاءِ الله تبارڪ و تعاليٰ دين ٺاهيو آهي. مذهب جو لفظ ۽ اصطلاح پوري قرآن ۾ ڪٿي به



ڪانهي الله سائين دين ٺاهيو ئي ماڻهن جي ڪوڙن مذهبن کي ختم ڪرڻ لاءِ آهي، جيڪي احبار رهبان چرچ ۽ خانقاهن طرفان ٺاهيا ويا آهن، لفظ مذهب جي معنيٰ ته رستو ۽ پيچرو آهي، باقي لفظ دين جي معنيٰ تمام وسيع آهي جيڪا ڪنهن هنڌ قانون جي معنيٰ سان آهي. ڪٿي رياست، اقتدار، غلبي ۽ ائين جي معنيٰ ۾ آهي، ڪٿي ڊسيپلين، نتيجن، جزا سزا، پڌرن نتيجن ۽ بدلي جي معنيٰ ۾ آهي ته ڪٿي اطاعت ۽ فرمانبرداري جي معنيٰ ۾ به استعمال ٿي آهي. انسانن کي رب سائين ۽ پنهنجي رسولن جي ذريعي وحي معرفت ڪتاب موڪلي دين ڏنو. هاڻ انهن جو فرض آهي ته انهي کي پنهنجي سماجن معاشرن ۽ حڪومتن اندر لاڳو ڪن، قائم ڪن، انسانن کان سواءِ باقي ٻي سموري ڪائنات خدا جي دين تي باقائد گيءَ سان مڪمل شيڊول مطابق هلي رهي آهي. خود قرآن حڪيم شاهدي ڏيئي ٿو ته افغير دين الله يبغون وله اسلم من في السماوات والارض، سورت آل عمران آيت نمبر ۸۳ يعني ڇا انسان الله جي دين کان سواءِ ڪنهن ٻي شئي جي ڳولا ۾ آهن. جڏهن ته زمين آسمان ۾ رهندڙ ٻي هر قسم جي مخلوق الله جي دين ۽ قانون کي قبول ڪري ڇڏيو آهي. تسليم ڪري ڇڏيو آهي. باقي ڳالهه صرف انسانن جي آهي ته جڏهن ٻڌي ڪري الله جي قانون کي قبول ڪن ۽ ان تي هلن، ڇو ته لفظ دين جي معنيٰ جيڪا مٿي بيان ڪئي وئي ته قانون ۽ آئين ته انهيءَ مان مقصد به اهوئي آهي ته سيڪيولر قانون، سيڪيولر آئين، جنهن کي توهان قانون قدرت به چئي سگهو ٿا ۽ فطري قانون به چئي سگهو ٿا، اجا مختصر لفظن ۾ سمجهڻ گهرجي ته سيڪيولر قانون ۽ قدرتي قانون پاڻ ۾ هم معنيٰ ۽ مترادف آهن. برصغير ۾ سامراجي سياست جي نمائندن ۽ حامي عالمن ۽ دانشورن هتي فرقيواريت کي باقي رکڻ لاءِ سيڪيولر اصطلاح کي مذهب دشمن ۽ ڪفر سڏيو ته جيئن هندستان کي سيڪيولر اسٽيٽ هجڻ جي بنياد تي پاڪستان ۾ سولائيءَ سان ان کي ڪافر سڏي، اسلام دشمن ۽ مذهب دشمن سڏي هتي نفرتون وڌائي جنگ جو ماحول پيدا ڪيو وڃي. ڄاڻڻ گهرجي ته الله جي ذات خالق به آهي فاطر به آهي. هوئڻ انهن ٻنهي لفظن جي معنيٰ آهي پيدا ڪرڻ وارو

پر فرق صرف هي آهي تہ خالق معنيٰ موجود اڳيئي خلقيل جزن کي ترتيب ڏيئي نئين شئي ٺاهڻ وارو ۽ فاطر جي معنيٰ آهي غير موجود ۽ ناپيد ۽ عدم مان ڪا شيءِ پيدا ڪرڻ وارو، تہ انهيءَ لحاظ سان انسان خالق تہ بنجي سگهي ٿو فاطر نٿو ٿي سگهي. خالق ٿي سگهڻ يعني موجود شين جي ترڪيب ۽ ترتيب سان ڪا نئين شئي ٺاهڻ تہ واقعي انسان هوائي جهاز، ريلون، ڪارون، ڪاغذ، ڪپڙو، لوهہ، پلاسٽڪ، ٽي وي، ڪئميرا ۽ ڪيئي اڪيچار شيون ٺاهيون آهن. قرآن ۾ جيڪو اچي ٿو تہ انسان ڪا شئي خلقي نٿو سگهي، پيدا نٿو ڪري سگهي. ان جي معنيٰ آهي تہ عدم مان ڪنهن شئي کي پيدا نٿو ڪري سگهي، فاطر ناهي پڙهندڙن کي اهو مونجهارو هن ڪري بہ ٿيندو آهي جو خالق ۽ فاطر ٻئي لفظ هڪ ٻئي جي بدلي ۽ معنيٰ ۾ استعمال ٿيندا رهن ٿا، انسان جي خالق هجڻ جو ثبوت ۽ تائيد قرآن جي الله پاڪ لاءِ چيل هن لفظن مان بہ ملي ٿي "الله احسن الخالقين آهي" يعني الله سائين ٻين سڀن خالقن مان زياده سهڻو ۽ بهتر خلقڻهار آهي تہ اها معنيٰ ثابت ڪري ٿي تہ الله کان سواءِ ٻيا بہ ڪي خالق آهن.

هاڻ اسان وري اصل مدعا طرف موٽون ٿا تہ رب سائين اسان انسانن کي متوجہ ڪري ٿو تہ افغيردين الله يبغون ولہ اسلم من في السماوات والارض يعني اوهان انسان اهڙا قانون پسند ڪريو ٿا جيڪي شخصي آهن. گروهي آهن. اوهان جا نسلي ۽ خانداني آهن. قدرتي ۽ طبعي قانون پسند نٿا ڪريو، يعني سيڪيولر قانون چو نٿا اختيار ڪريو. چاڻڻ گهرجي تہ مٿين آيت ۾ دين جي معنيٰ قانون آهي ۽ دين الله يعني الله جو دين معنيٰ عوامي قانون چاڻڻ گهرجي تہ جنهن شئي جي نسبت الله جي طرف ٿي ويندي آهي پوءِ اها شئي ذاتي ملڪيت گروهي ۽ علائقائي نسبتن کان متاهين ٿي، ڪائناتي ٿي ويندي آهي. جيئن قرآن حڪيم ۾ آهي والارض وضعها للانام (سورت الرحمان آيت ١٠) يا لله مافي السماوات والارض (بقره ٢٨٤) هن آيتن جو مطلب آهي تہ ڌرتي الله جي آهي ۽ سڀن ماڻهن لاءِ ڌرتي کي الله سائين جوڙيو آهي تہ هاڻي زمين قرآن جي حڪم مطابق ڪنهن بہ شخص کي، فرد کي، نجي ملڪيت



ڪري نہ ڏني ويندي، اها سڀني لاءِ مفاد عامہ جي قانون مطابق استعمال ڪئي ويندي، تہ اهڙي نموني جڏهن قرآن پاڪ، دين الله جو جملو بيان فرمايو تہ معنيٰ ٿيندي الله جو قانون، تہ انهيءَ سان ذاتي مفادن وارا سڀ قانون غلط قرار ڏنا ويندا. انهيءَ آيت جي اڳئين جملي ۾ هي الفاظ آهن تہ ولہ اسلم من في السماوات والارض انهي سان رب سائين اسان انسانن کي شرمائي ٿو تہ آسمانن ۽ زمين جي ٻئي قسم جي مخلوقات تہ الله جي قانون اڳيان ڪنڌ جهڪايو آهي. الله جي قانون کي قبول ڪري ورتو آهي مڃي ورتو آهي. رڳو اوهان انسان باغي ٿا ٻڻجو، اهو هن ڪري جو اوهان غير فطري قانون ٺاهيو ٿا، غير قدرتي قانون ٺاهيو ٿا، الله جي طبعي ۽ سيڪيولر قانون کي پسند نٿا ڪريو، توهان عمومي مفادن وارن قانونن ۾ دخل ڏيئي ملاوٽ ڪري پنهنجي لاءِ جاگيرداري ۽ سرمائيداري کي جائز بنائي، دين کي ڦيرائي اوهان مذهبن ۾ تبديل ڪري ڇڏيو ٿا. انهي ڪري تہ الله کي رسول ۽ ڪتاب موڪلڻا پيا، جن سان اوهان جي مذهبن کي ڊاهي وري دين ذريعي مساوات ۽ هڪجهڙائي وارو طبعي قانون ڏنو وڃي ٿو. رب سائينءَ جي قانون سازيءَ جي انداز ۽ رمزن کي سمجهڻ لاءِ قرآن حڪيم مان وڏي رهنمائي ملي ٿي، سورت فرقان جي آيت نمبر ۾ آهي خلق كل شئي فقدره تقدير. يعني هر شيءِ کي پيدا ڪري پوءِ ان جا ماپا ۽ پيمانہ (قانون) مقرر ڪري ڇڏيا. وري سورت قمر ۾ بيان فرمايو تہ انا كل شيءِ خلقناه بقدر آيت نمبر ۴۹ يعني اسان هر شئي کي هڪ مقرر انداز سان پيدا ڪيو آهي. چاڻڻ گهرجي تہ تخليق جي سائنس جا، قرآن پاڪ اهي تمام اهم قانون بيان ڪيا آهن. قرآن ۾ آهي تہ اسان هر شئي کي جوڙو جوڙو ڪري ٺاهيو، ٻئي هنڌ فرمايو آهي تہ اسان جانور پيدا ڪيا، اوهان انهن جو گوشت کائو ٿا. انهن جي وارن مان اوني لباس ٺاهيو ٿا، انهن جو کير پيئو ٿا، انهن تي سواري ڪيو ٿا، سمونڊ ۾ توهان ٻيڙا ٺاهي سفر ڪيو ٿا. بار برداريءَ لاءِ ٻيڙا ڪتب آڻيو ٿا. هيءَ ڳالهہ ڪرڻ جو مطلب آهي تہ رب پاڪ جو تخليقي عمل سمورو سائنس آهي. ۽ ڪامياب سائنسي تخليق، طبعي ۽ فطري قاعدن ۽ قانونن جي روشنيءَ ۾ ٿي سگهي ٿي. قانون ڪنهن جي

حسب نسب جي تابع بنائڻ نہ گهرجي. انساني سوسائٽيءَ ۾ جيڪڏهن
قانوني مساوات قائم نہ ڪئي ويندي تہ معاشرو طبقن ۽ ڪلاسن ۾
ورهائجي ويندو. جيڪو پوءِ سرمائيداري، جاگيرداري، پيري ۽ مريديءَ
جي دقيانوس ۽ فرسوده پنڌٽن، جي ور چڙهي ويندو. آخر ۾ سمجهڻ
گهرجي تہ سيڪيولرازم ۽ دين الله اهي ٻئي هم معنيٰ آهن جنهن کي
طبعي ۽ فطري قانون چوڻ گهرجي. ۽ مذهبي قانون جي معنيٰ شخصي ۽
گروهي قانون وچي ٻيهي ٿي. دين مذهب کان اتم آهي ۽ ڪائناتي آهي.
دين ۾ وڏي ۾ وڏي حيثيت ۽ مرتبو رسول جو ٿئي ٿو. تہ ان کي بہ رب
سائين حڪم ڏئي ٿو تہ تون ماڻهن کي ٻڌاءِ تہ آءٌ ڊڄان ٿو هن ڳالهہ
کان تہ جيڪڏهن مون پنهنجي پالڻهار جي نافرماني ڪئي تہ وڏي ڏينهن
جي عذاب ۾ مبتلا ٿيندس. (انعام آيت ۱۵) اهي ساڳيا لفظ وري سورت
يونس جي آيت نمبر ۱۵ بہ پيو پيرو چورايا ويا آهن. يا ٽيون پيرو
سورت زمر جي آيت نمبر ۱۳ ۾ بہ چورايا ويا آهن ۽ انهيءَ کان بہ
سخت سورت بني اسرائيل جي آيت نمبر ۳۹ ۾ پيغمبر کي حڪم ڪيو
وڃي ٿو تہ ولاتجعل مع الله الاهاً آخر فتلقيٰ في جهنم ملوماً مدحوراً. يعني
اي رسول نہ ڪر الله سان ڪنهن کي شريڪ جيڪڏهن ائين ڪندين تہ
توکي ملامت ڪيو، ڌڪاريو ۽ جهنم ۾ وڌو ويندو. قرآني قانون
جيڪو اصل دين آهي، غور ڪيو وڃي تہ ان ۾ ڪابہ طبقاتي نند وڏائي
باقي نہ ڇڏي وئي آهي. قانون سيني لاءِ هڪ آهي. جزا سزا برابر آهي.
رسالت جي زماني ۾ معاشري اندر وڌو مرتبو جڏهن رسول الله جو آهي.
تہ ان جي گهر وارين کي قرآن خطاب ڪندي فرمائي ٿو تہ جيڪڏهن
اوهان مان ڪابہ بدڪاري ڪندي تہ ان کي ٻين عورتن جي ڀيٽ ۾ ٻيڻو
عذاب ڪيو ويندو. (سورت احزاب آيت نمبر ۳۰) قرآن شريف برابريءَ
جي اهڙن مثالن سان ڀريو پيو آهي. دلچسپي رکندڙ ماڻهو ترجمي واري
قرآن تان اهڙا مثال پڙهي سگهن ٿا.

اڄڪلهہ سيڪيولرازم جي معنيٰ مفهوم ۾ فڪري آزادي ۽ مختلف
نظرين ۽ مذهبن وارن جي پاڻ ۾ هم آهنگي ۽ رواداري کي بہ ضروري
تصور ڪيو وڃي ٿو پر مذهبي ٺيڪيدارن قرآن حڪيم جي ضد ۾ ان



جي معنيٰ کي ابتڙ مشهور ڪيو آهي تہ جيڪو ماڻهو پنهنجو دين بدلائي
تہ ان کي قتل ڪيو وڃي ۽ اها ڳالهہ رسول ڪريم جي حديث ۽ فرمان
طور مشهور ڪئي اٿن. سو اسان جو تہ ايمان آهي تہ پيغمبر سائين قرآن
حڪيم جي خلاف ڪابہ ڳالهہ نہ ڪندا ۽ ڪوبہ حڪم نہ ڏيندا، چو
تہ اهڙي جبر خلاف، خود قرآن ۾ آهي تہ مڪي جا مشرڪ توهان سان
وڙهن تا تہ توهان ابن ڏاڏن جي دين کان ڇو ڦري ويا آهيو، سو اوهان
انهن سان بہ لڙائي ڪيو تہ جيئن دين ۽ ڪنهن نظريي اختيار ڪرڻ جي
آزادي بحال ٿئي ۽ انهن مشرڪن جي هڪ هٽي لڙي وڙهي ختم ڪيو،
تہ جيئن دين جي پسند ڪرڻ ۽ اختيار ڪرڻ جي آزادي بحال ٿئي ۽
قائم ٿئي. ڏسو سورت بقره آيت نمبر ۱۹۳ ۽ سورت اعراف آيت نمبر
۳۹، هي ڳالهہ تہ هئي جو مشرڪ ڏاڍ مڙسي جي دور ۾ مسلمانن سان
وڙهندا هئا تہ اسان جي مرضيءَ کان سواءِ ڪوبہ دين اختيار نہ ڪيو،
وري هي آيت پڙهي ڏسو جڏهن مسلمانن جو غلبو ۽ اقتدار هجي پوءِ
انهن وٽ ڪو ڪافر مشرڪ ور چڙهي وڃي تہ قرآن حڪيم ان لاءِ
رهنمائي ڏيندي فرمائي ٿو تہ وان احد من المشرڪين استجارڪ فاجره
حتي يسمع ڪلام الله ثم ابلغه مامنه سورت توبہ آيت نمبر ۴ يعني
مشرڪن مان توهان جي پناهہ هيٺ ڪوئي اچي وڃي تہ ان کي پناهہ
ڏي ايتري تائين جو ان کي توهان الله جو ڪلام يعني اوهان پنهنجو
نظريو ۽ موقف ٻڌايو ۽ سمجهايو پوءِ ان کي ان جي امن واري ماڳ تي
پهچايو. دين اختيار ڪرڻ جي باري ۾ ڪا زور زبردستي ڪانهي.
هدايت ۽ گمراهي جا رستا پڌرا ڪيا ويا آهن. پڙهي ڏسو سورت بقره
آيت نمبر ۲۵۶ پر سورت ڪهف جي آيت نمبر ۲۹ ۾ وڌيڪ ڪليل
الفاظن ۾ قرآن حڪيم فرمائي ٿو تہ وقل الحق من ربڪم فمن شاء
فليؤمن ومن شاء فليڪفر يعني اي نبي تون چئي ڏي تہ توهان جي پالڻهار
طرفان حق موڪليو ويو آهي جنهن کي وڻي ايمان آڻي جنهن کي وڻي
ڪفر اختيار ڪري پوءِ قرآن پاڪ فرمائي ٿو تہ اسان آخرت ۾ ڪافرن
لاءِ باهہ ۽ گرم پاڻي جو عذاب ۽ بچڙو ٽڪاڻو تيار ڪري رکيو آهي.
البت هن جهان ۾ هرڪو مرضي وارو آهي سورت تغابن جي آيت نمبر

١٢ ۾ قرآن پاڪ فرمائي ٿو تہ جيڪڏھن توھان الله ۽ انھيءَ جي رسول
جي اطاعت کان منھن موڙيندو (تہ ڪائي پرواھ ناھي) اسان جي رسول
جي ذميداري صرف بلاغ المبين آھي، يعني ڪليل ۽ چٽي ڳالھ پھچائڻ.
جيڪو مسلمان، دين اسلام کان ڦري مرتد ٿي ويندو تہ ان لاءِ قرآن
پاڪ فرمايو آھي تہ ان جا ڪيل نيڪ عمل دنيا ۽ آخرت ٻنھي ۾ ضائع
ڪيا ويندا پڙھي ڏسو سورت بقره آيت نمبر ٢١٧ ۽ اسلام کان منھن
موڙڻ کان پوءِ ڪفر جي حالت ۾ مري وڃڻ تي ان کي سخت عذاب ۾
ورتو ويندو پڙھي ڏسو سورت آل عمران آيت نمبر ٨٥ ۽ ٩٠ الله تعاليٰ
انسان ذات جي ڪاميابي ۽ ڇوٽڪارو، فرقن، نسلن ۽ قومن بدران
ايمان ۽ عمل صالح اختيار ڪرڻ ۾ ميرٽ تي رکيو آھي سورت بقره جي
آيت نمبر ٦٢ ۾ فرمائي ٿو تہ ان الذين آمنوا والذين ھادوا والنصاري
والصائبين من آمن بالله واليوم الآخروعمل صالحا فلھم اجرھم عند ربھم
ولاخوف عليھم ولاھم يحزنون يعني مسلمان يھودي نصاريٰ صابي مذھبن
وارن مان جو بہ شخص الله ۽ قيامت تي ايمان آڻي ۽ عمل صالح ڪندو
تہ انھن جو اجورو خدا جي ذمي آھي ۽ انھن کي ڪوبہ خوف ۽ غم نہ
ھوندو يعني مٿين آيت ۾ رب سائين صرف انھن مذھبي گروھن جا نالا
ڪنيا آھن جيڪي قرآن پاڪ جي نازل ٿيڻ واري عرصي ۾ عربن وٽ
مشھور ۽ معلوم ھئا. باقي آيت جي متن جو مقصد اھو آھي تہ پوري
انسان ذات مان جيڪو بہ الله تي ۽ مرڻ کان پوءِ جيئرو ٿي قيامت ۾
حساب ڪتاب ڏيڻ تي، ايمان آڻڻ ۽ عمل صالح ڪرڻ کي قرآن نجات
جو ذريعو قرار ڏنو آھي. انھيءَ کان وڌيڪ ڪوبہ غير فرقيوارانہ غير
جانبدارا ۽ سيڪيولر دين نٿو ٿي سگھي. قرآن پاڪ جي اھا رواداري اڄ
جي اصطلاح ۾ سيڪيولرازم جي تشريح جي عين مطابق آھي. سورت
يونس جي آيت نمبر ٩٩ قرآن حڪيم رسول ﷺ کي فرمائي ٿو تہ افانت
تڪره الناس حتي يڪو نو مؤمنين يعني ڇا تون ماڻھن تي زبردستي
ڪندين ڇا، ايتري تائين جو ھو ايمان آڻن؟ وري سورت غاشيہ جي آيت
نمبر ٢١-٢٢ ۾ قرآن فرمايو آھي تہ انما انت مذڪره لست عليھم
بمصيطر يعني اي نبي تون صرف نصيحت ڪرڻ وارو آھين تون انھن مٿان



ڪو داروغو بڻيل ناھين. يعني تو وعظ پھچايو نصيحت ڪئي ھاڻ اڳتي
ھو مرضيءَ وارا آھن.

سيڪيولرازم جي مفھوم ۽ تشريح ۾ اڄڪلھ ھي بہ ضروري
مطلب ورتو وڃي ٿو ۽ تصور ڪيو وڃي ٿو تہ معاملن جي، فيصلن ۽
شاھدين ۾ پنھنجن، پراون سان ھڪجھڙائيءَ وارو سلوڪ ۽ رويو اختيار
ڪرڻ گھرجي. ان ۾ مذھبي ۽ رشتيداري جي ناتن کي عدل ۽ انصاف جي
رستن ۾ رڪاوٽ نہ بنايو وڃي. مطلب تہ دشمن کي دشمن سمجھي ان
سان انصاف نہ ڪرڻ يا پنھنجي ڪنھن عزيز ۽ قرابتدار کي مائٽ ۽
دوست سمجھي ان کي حق سچ نہ ڇوڻ ۽ ان جي مخالف شاھدي وغيره
نہ ڏيڻ بہ سيڪيولر اصطلاح جي معنيٰ تشريح مان شمار ڪيو وڃي ٿو.
تہ ائين نہ ٿيڻ گھرجي. ان جي جاءِ تي پنھنجن پراون سين لاءِ ھڪڙو
قانون ھجڻ گھرجي تہ اسان قرآن حڪيم مان بہ اھڙي مفھوم واري
ساڳي ھدايت ۽ رھنمائي ڏسون ٿا. سورت مائده جي آيت نمبر ٨ ۾
بيان آھي تہ ياايھا الذين آمنوا ڪونوا قوامين لله شھداء بالقسط ولايجر
منڪم شنآن قوم عليٰ الاتعد لوا اعدلوا ھواقرب للتقويٰ يعني اي ايمان
وارو! مضبوط بنجو خدا ڪارڻ شاھدي ڏيڻ لاءِ. انصاف سان ۽ اوھان
کي ڪنھن قوم جي دشمني ھن ڳالھ تي آماده نہ ڪري ۽ نہ پڙڪائي
جو اوھان عدل نہ ڪيو ۽ بي انصافي ڪري ويھو، انصاف ۽ عدل ڪيو،
جو اھو عمل تقويٰ کي ويجھو آھي. ٻئي ھنڌ سورت انعام جي آيت
نمبر ١٥٢ ۾ قرآن حڪيم فرمائي ٿو تہ واذاقلتم فاعدلوا ولوڪان
ذاقربيٰ يعني جنھن وقت بہ اوھان کي ڪو بيان ڏيڻو پوي شاھدي ڏيڻي
پوي تہ ان وقت اوھان عدل ڪيو، انصاف واري ڳالھ ڪريو، توڻي ڪٿي
اھا اوھان جي ڪنھن قرابت ۽ مائٽي واري خلاف ڇو نہ ھجي. سورت
بقره جي آيت نمبر ١٩٠ ۽ ١٩١ بہ سيڪيولر مفھوم جو ھڪ شاھڪار
۽ شاندار مثال آھي. ٻھرين آيت ۾ آھي تہ لڙائي ۾ ويڙھ ۾ بہ دشمن
تي زيادتي نہ ڪيو، حڪم آھي وقاتلوا في سبيل الله الذين يقاتلونڪم
ولاتعتدوا والله لايحب المعتدين يعني لڙائي ڪيو الله جي راھ ۾ انھن
ماڻھن سان جيڪي اوھان سان وڙھن ٿا. پر زيادتي نہ ڪجو مٿائن

(يعني جيترو هو وڙهيا آهن اوترو وڙهجو) الله زيادتي ڪندڙن کي پسند
نٿو ڪري، اڳتي آيت نمبر ۱۹۴ ۾ بيان فرمائي ٿو ته فمن اعتدیٰ
عليڪم فاعتدوا عليہ بمثل ما اعتدیٰ عليڪم يعني جنهن توهان تي زيادتي
ڪئي آهي، پوءِ اوهان به ان تي ان جيتري زيادتي ڪريو، انهي جاءِ تي
قرآن حڪيم بمثل جو لفظ ڪتب آندو آهي يعنيٰ اوترو جيترو هو وڙهيا
آهن، وڌيڪ نه، اڳتي فرمايو آهي ته ڊڄو الله کان يعني زيادتي ڪرڻ
کان ڊڄو.

سيڪيولرازم جي يورپ وارن کي ته تڏهن ضرورت پئي جڏهن
انهن جي سائنسدانن جي ايجادن کي انهن جي پادرين ۽ مذهبي
ٺيڪيدارن انهي عمل کي پنهنجي مذهب خلاف قرار ڏنو ۽ جهڙو ڪر
خدائي ڳجهه ۾ هٿ وجهڻ ۽ خدا سان شرڪ ڪرڻ برابر قرار ڏنو ۽
جڏهن ته اسلام جي شروع دور ۾ سائنسي تاريخ جا منهڙيا سائنسدان
۽ ايجادون ڪندڙ مسلمان سائنسدان رهيا آهن قرآن ۽ مسلم عالمن انهن
جي مخالفت ڪرڻ بدران انهن جي حوصلي افزائي ڪئي آهي ۽ مسلم
حڪمرانن به انهن جي سرپرستي ڪئي آهي پر افسوس جو اهو صرف
اسلامي خلافت جي شروع دور تائين جي ڳالهه آهي. مسلمانن جي
سياسي دور انحطاط سان گڏ مسلمانن مان سائنسي ايجادن ۽ موجدن
جو زوال به ايندو ويو. هن مختصر گذارش جو مقصد هي آهي ته قرآن
حڪيم بنيادي طرح ته سائنسي ڪتاب ڪونهي ۽ قرآن جو موضوع ته
انسان کي قرار ڏنو ويو آهي پر سائنس جي ڪيترن ئي اصولن جي
رهنمائي قرآن پاڪ ڪئي آهي ۽ اهڙي قسم جو تفسيري لٽريچر وڏي
مقدار ۾ ڇپجي مارڪيٽ ۾ اچي ويو آهي. دلچسپي رکندڙ ماڻهو اهو
حاصل ڪري پڙهي سگهن ٿا. ●

## دين ۾ زور زبردستي ناهي

انسان ۽ عام حيوان ۾ اهو فرق آهي ته انسان پنهنجي اختيار ۽
ارادي جو مالڪ بنايو ويو آهي، انسان جي ترقي ۽ ڪاميابي انهن ڳالهين
سان ٿيندي جيڪي ان جي آزادي ۽ اقتدار وارين صلاحيتن ۾ ڪشادگي
پيدا ڪن، ڪنهن ماڻهوءَ جا هٿ پير ٻڌي ڇڏجن ته ان لاءِ هي تعريف
ڪرڻ غلط ٿيندي ته هو گناهه ڪرڻ وڃي ٿي ڪونه ٿو. اهڙي نموني
مجبور بنائي زور سان ڪنهن کان نيڪيءَ جو ڪم ورتو وڃي ته اهو به
ان جي ڪاتي ۾ ساراهه جوڳو ڪم نه وڃهبو، انهي موضوع تي مذهبي
آزادي کي به تمام وڏي اهميت حاصل آهي. جنهن لاءِ قرآن حڪيم
سورت بقره جي آيت نمبر ۲۵۶ ۾ ڪلئي نموني ٻڌايو آهي ته لا اڪراهه
في الدين يعني دين ۾ ڪابه زور زبردستي ڪانهي، انهيءَ ڳالهه جو دليل
به انهيءَ آيت ۾ بيان ڪيو ويو آهي. اهو هي ته قدتبين الرشدمن الغي
يعني هدايت کي گمراهي جي رستي کان نکيڙي کولي جدا ڪيو ويو
آهي، هاڻ جيڪو هدايت واري رستي تي هلي اهو پنهنجي عقل فهم شعور
سان سمجهي هلي ۽ جيڪو گمراهي واري رستي تي هلي انهيءَ لاءِ به
سوچي سمجهي هلي، پوءِ ائين نه چوي ته مون کي پتو نه پيو ته گمراهي
ڇا آهي ڪيئن آهي ۽ آئون گمراهي کي سمجهي ڪونه سگهيس، ۽
هدايت واري رستي کي سمجهي ڪونه سگهيس. سورت ڪهف جي آيت
۲۹ ۾ رب سائين فرمايو آهي ته وقل الحق من ربڪم فمن شاء فليؤمن
ومن شاء فليڪفر انا اعتدنا للظالمين نارا يعني اي پيغمبر تون ٻڌائي ڇڏ ته
توهان جي پالڻهار طرفان حق سچ اچي چڪو آهي. بيان ٿي چڪو آهي.
هاڻ جنهن کي وڻي ايمان آڻي جنهن کي وڻي ڪفر ڪري اسان ظالمن
لاءِ باهه تيار ڪري رکي آهي. اڄ ڪلهه مذهبي فرقيندي جي بنياد تي
هڪ ٻئي کي قتل ڪرڻ وارا، مارڻ وارا دليل ٿا ڏين ته هو مخالف اسان

ڪي اسان جي وڏن کي گهٽ وڌ ٿا ڳالهائين، تڏهن ٿا اسان انهن کي ماريون، جيڪڏهن هو ائين نہ ڪن تہ جيڪر اسان انهن کي نہ ماريون، پر قرآن پاڪ ۾ سورت ق اندر شروع ۾ انهن قومن جو رب سائين ذڪر آندو آهي، جن الله جي رسولن جو انڪار ڪيو، انهن کي ڪوڙو سڏيو، مخالفت ڪئي، جنگيون ڪيون، انهن سڀن جا مثال بيان ڪري پوءِ رسول اڪرم کي فرمايو تہ انهن مخالفن جي مخالفت جي پرواهہ نہ ڪر، اسان کي انهن جي خيالن ۽ گفتگو جي سڀ خبر آهي. تڏهن بہ اي رسول ما انت عليهم بجبار. تون انهن مٿان جبر ۽ ڏاڍ ذريعي مڃائڻ لاءِ ڪونہ موڪليو ويو آهين، فذڪر بالقرآن من يخاف وعيد ان ڪري تون صرف قرآن ٻڌائڻ ذريعي انهن کي نصيحت ڪر جيڪي خدا جي دڙڪي کان ڊڄن. سورت غاشيہ ۾ رب سائين پنهنجي رسول کي سمجهايو تہ انما انت مذڪر يعني اي پيغمبر تون صرف نصيحت ڪرڻ وارو آهين ۽ لست عليهم بمصيطر انهن جي مٿان تون ڪو داروغو مقرر ٿيل ڪونہ آهين جو هروڀرو زور سان انهن کي پنهنجي رستي تي آڻين سورت انعام جي آيت نمبر هڪ سوست ۾ رب سائين فرمائي ٿو تہ ولوشاء الله مااشرڪوا وماجعلناڪ عليهم حفيظا و مانت عليهم بوڪيل يعني جيڪڏهن الله گهري ها تہ اهي شرڪ نہ ڪن ها پر (اي نبي) اسان توکي ڪو انهن جي مٿان چوڪيدار ڪونہ بنايو آهي، نہ ڪي تون انهن تي وڪيل مقرر ڪيل آهين. سورت بقره جي آيت نمبر ٢٧٢ ۾ آهي تہ ليس عليڪ هداهم ولڪن الله يهدي من يشاء يعني اي رسول تنهنجي اها ذميواري ڪانهي تہ تون انهن کي هدايت تي آڻ، پر اها الله جي مرضي ۽ چاهت آهي جو جنهن کي لائق سمجهي ان کي هدايت بخشي بندوق ۽ رائفل سان قتل ۽ دهشتگردي جي خوف کان جيڪڏهن ڪير ايمان آڻيندو تہ الله کي اهو ايمان قبول ناهي، ايمان اهو قبول آهي جيڪو عقل فهم ۽ دل جي رضا سان آندو وڃي ڇو تہ جڏهن فرعون درياءَ ۾ ٻڏڻ لڳو تہ ان مهل چيائين تہ مون ايمان آندو انهي الله تي جنهن تي نبي اسرائيل ايمان آندو آهي تہ جواب ۾ الله سائين چيس تہ هينئر عذاب ڏسي پوءِ ٿو ايمان آڻين، اڳ ۾ تہ نافرماني پئي ڪيئي، پڙهي ڏسو



سورت يونس آيت ٩٠-٩١ مذهب لاءِ ماڻهن جي مرضي آهي تہ هو بنا دليل جي عقيدن جي بنياد تي قبول ڪن، الله تعاليٰ جو انهن سان ڪوبہ واسطو ڪونهي، ڇو تہ اهي مذهب ماڻهن پاڻ ٺاهيا آهن، انهن ۾ انهن پنهنجا مفاد لاڳون محفوظ ڪرڻ لاءِ هٺ جا دليل ۽ اصول ٺاهيا آهن، رب سائين پنهنجي ٻانهن لاءِ انسان ذات لاءِ فرمايو آهي تہ مون توهان لاءِ سلامتي وارو صاف ۽ سنئو دين تجويز ڪيو آهي. جنهن کي مڃيندڙ هر قسم جي خطرن، آفتن ۽ حادثن کان محفوظ رهندو ۽ ان تي عمل ڪندڙ هر قسم جي بيهودگين کان بچي ويندو ۽ انهي تي ڪنهن جي بہ هڪ هٺي نہ هوندي، خدا جي ٻڌايل انهن هدايتن تي جيڪڏهن ڪو مسلمان يا يهودي يا عيسائي يا صابي مذهب وارو بہ عمل ڪندو تہ اهو ڇوٽڪاري وارو ٿي ويندو. پڙهي ڏسو سورت بقره آيت نمبر ٢٦-٨١-٨٢ رب سائين اسان مسلمانن ۽ سڀن انسانن لاءِ ڏاڏي آدم کان قيامت تائين هڪ ئي دين موڪليو ۽ تجويز ڪيو آهي. هاڻي انهيءَ ۾ جيڪوبہ فرقيبندي ڪندو تہ اهو مشرڪ سڏيو ويندو پڙهي ڏسو سورت شوريٰ پارو ٢٥ آيت نمبر ١٣ دين ڪي، فڪر ۽ نظريي ڪي، ڪنهن جي دٻاءُ ڪانسواءِ جبر کان سواءِ ڏاڍ ۽ زبردستي کان سواءِ اختيار ڪرڻ گهرجي، جيڪي پراڻا مذهبي ٺيڪيدار فڪر جي آزادي جا منڪر هئا، حضور ﷺ جي انقلاب تي ايمان آڻڻ وارن تي بندش وجهن پيا تہ اوهان ابن ڏاڏن جي پراڻي مذهب کي ڇڏي انهي نئين ڳالهہ ۽ دين طرف نہ وڃو، تہ اهڙن دقيانوس ۽ رجعت پرست بنيادپرست ۽ عقيدي پرست فرسوده قسم جي ماڻهن لاءِ، قرآن حڪيم فرمايو تہ اهي انقلاب جي راهہ ۾ فتنا پيدا ڪري رهيا آهن، فڪر جي آزادي کي بحال ڪرڻ لاءِ نظرين کي آزادانہ طور اختيار ڪرڻ جي آزادي کي بحال رکڻ لاءِ انهن رڪاوٽ وجهڻ وارن سان ايتري تہ جنگ ڪيو، جو ڪنهن ڳالهہ کي، فڪر کي، دين ڌرم کي، قبول ڪرڻ ۽ قبول نہ ڪرڻ خالص خدا خاطر بنجي وڃي، الله ڪارڻ بنجي وڃي، جيڪو ٻئي هر قسم جي دنياوي حرص لالچ ڏاڍ ڏمر کان آجو ٿي وڃي. حوالي لاءِ پڙهي ڏسو سورت انفال پارو ٩ آيت ٣٩ قرآن حڪيم جي فڪري ۽ نظرياتي

رهنمائي هي آهي تہ هنن انقلابي منشور جاري ٿيڻ کان پوءِ هر شيءِ دليل سان ٿيندي، هلاڪ ٿيڻ وارن جي هلاڪت بہ دليل سان، تہ حياتي حاصل ڪرڻ وارن جي حياتي بہ دليل سان ٿيندي (هاڻي انڌن قانونن جو دور ختم ٿي ويو) سورت انفال آيت ۴۲ رب پاڪ پنهنجي دين سان دشمني ڪندڙ يهودين ۽ نصارن يا ٻين مخالفن لاءِ جهيڙي جهڳڙي بابت بہ هيءَ تعليم ڏني تہ ولاتجادلوا اهل الكتاب الا بالتي هي احسن يعني مخالفن سان جهڳڙي ڪرڻ ۾ بہ سهڻو طريقو اختيار ڪيو، ائين نہ ٿئي جو اختلافن جون حدون اورانگهي وڃو. پڙهي ڏسو سورت عنڪبوت آيت نمبر ۴۲ وري انهي آيت ۾ رب سائين جهڳڙي جو اهو سهڻو طريقو بہ سيکاريو اٿس تہ انهن کي چئو اسان پنهنجي ڪتاب قرآن آسان گڏ انهن ڪتابن تي بہ ايمان رکون ٿا جيڪي اوهان جي وڏن طرف نازل ڪيا ويا هئا، اوهان جو الله اسان جو الله بہ ساڳيو هڪڙو آهي. اسان بہ انهي ڪي ميجون ٿا، چاڻڻ گهرجي تہ هن سچي انقلابي دين ۾ اڪابر پرستي، بزرگ پرستي، شخصيت پرستي، جي ڪابہ گنجائش ڪانهي هت صرف ۽ صرف بصيرت شعور ۽ عقلمندي جي بنياد تي ڳالهہ ميجي ويندي ۽ ميجائي ويندي، ٻيو تہ ٺهيو پر الله جي قرآن جي آيتن ۽ حڪمن کي بہ اکيون ٻوٽي انڌو ٿي قبول نہ ڪبو، ان کي بہ بصيرت ۽ شعور جي ڪسوٽي تي پرکي، پاس ڪري پوءِ قبول ڪرڻ جو حڪم آهي. حوالي لاءِ پڙهي ڏسو والذين اذا ذكروا بآيات ربهم لم يخروا عليها صما وعميانا، سورت شعراءِ آيت نمبر ۷۳ ۽ رسول ڪريم کي رب سائين حڪم ڏئي ٿو تہ ماڻهن کي تون ان ڳالهہ جي تعليم ڏي تہ آئون ۽ منهنجا تابعداري ڪندڙ جنهن فڪر ۽ پروگرام جي دعوت ڏيون ٿا ۽ ڏينداسون، اها خالص بصيرت ۽ فهم تي مبني هوندي، بي دليل ڪا بہ ڳالهہ نہ ڪنداسون، فرمان آهي تہ قل هذه سبيلي ادعوا علي بصيرت انا و من اتبعني سورت يوسف آيت ۱۰۸ ياد رکڻ گهرجي تہ مٿي عرض ڪيل دلائل، صرف ۽ صرف قرآن حڪيم منجهان ڏنا ويا آهن. اهو صرف ان لاءِ تہ ڪيترا ماڻهو پنهنجي گروهي مذهبن ۾ پاڻ کي ائين سمجهندا آهن، جڻ انهن کي اهڙي تفرقي بازي ۾ الله وٽان سند مليل آهي ۽ هر



ڪو پاڻ کان سواءِ ٻئي کي ناحق تي سمجهندو آهي. باطل تي سمجهندو آهي. حق تي صرف پاڻ کي سمجهندو آهي ۽ صرف ايترو نہ پر ائين بہ اهي ماڻهو ڀائيندا آهن تہ جنت ۽ بهشت بہ صرف هنن لاءِ ٺهيو آهي. سندن فرقي ۽ گروهہ کان سواءِ ٻيا هڙئي دوزخي آهن، پوءِ انهي مڃي ۾ اچي پنهنجي مخالف کي مارڻ ۽ قتل ڪرڻ بہ ثواب سمجهندا آهن. اها ڳالهہ خاص ڪري هتي پاڪستان ۾ ٻين ملڪن کان وڌيڪ نظر اچي ٿي، انهي جا ٻہ سبب آهن هڪڙو غلط تعليم، ٻيو پاڪستان جي پنهنجي سياسي نظرياتي بيهڪ بہ اهڙي آهي. پاڪستان جي ٺهڻ مهل ان جي خمير ۾ فرقيبازي انگريزن شامل ڪري ڇڏي هئي. جيئن انهن جي وڃڻ کان پوءِ بہ ڪاري نسل وارا ۽ مسلمان هڪ ٻئي کي قتل ڪندا رهن ۽ پاڻ ۾ دشمنيون وڌائيندا رهن ۽ جيئن گوري نسل وارا هنن کي ختم ڪرڻ لاءِ جنگ تي خرچ نہ ڪن پنهنجي فوج نہ سيڙائن ۽ پنهنجي جاگرافي واري زمين کي ميدان جنگ بنجڻ کان بچائين ۽ هنن جي دشمنين مان هو عالمي جمدار بنجي وڃن، چوڌري بنجي وڃن، هي ملڪ پاڪستان انهن عالمي دهشتگردن جو نائب آهي. ڪمدار آهي، هن ملڪ ۾ مذهب جي انهيءَ غلط تشريح جو لٽريچر خود سامراج جا پگهاردار عالم دانشور لکي ڏاهي جوڙين پيا ۽ اها غلط تعبير جاهل ماڻهن ۾ اسلام جي نالي سان پيا ورهائين ۽ ماڻهن کي سيکارين، جن لاءِ قرآن پاڪ فرمايو آهي تہ كل حزب بمالد يهم فرحون يعني هرڪو پنهنجي وکر تي پيو پڏي. ●

## انساني بنيادي حقن ۾ بغير ڪنهن مذهبي فرق جي سڀ انسان برابر آهن

دنيا ۾ ٻه ملڪ اهڙا آهن جيڪي مذهب جي بنياد تي ٺهڻ ۽ قائم ٿيڻ جا دعويدارَ آهن، يعني پنهنجي وجود ۽ قيام جي نظريي ۾ ٻئي هڪجهڙا آهن ۽ گڏوگڏ قائم ٿيڻ واري عرصي جي لحاظ سان ٻه جهڙوڪر هم عمر آهن يعني ڪجهه مهينن جي فاصلي سان وجود ۾ آيا آهن. اهي آهن پاڪستان ۽ اسرائيل، اسرائيل سان ته پنهنجو ڪو واسطو ڪونهي، باقي پاڪستان لاءِ صرف مون اڪيلي جي اها راءِ ڪانهي ته هو پنهنجي نظرياتي دعوي کي سچو ثابت ڪري نه سگهيو آهي پر ملڪ جي لڳ ڀڳ سڀني مذهبي جماعتن جو ملڪ جي قانونن ۽ آئين لاءِ اهو رايو آهي ته اهي غير اسلامي آهن ۽ سڀني جماعتن جي اها دعوي آهي ته اسان جي پارٽي اقتدار ۾ اچي اسلامي قانون جاري ڪندي. آئون انهن بابت ٻه ڪا راءِ ڏيڻ ضروري نٿو سمجهان اهي پارٽيون وارا ڪهڙو قانون هلائيندا، صرف انهن جي پاڪستان ٺهڻ کان وٺي اج تائين جي حڪومتن لاءِ غير اسلامي هجڻ جي شاهدي ڳڻائڻ منهنجو مقصد آهي، انهن جي حڪومت متعلق اهڙن بيانن کي سامهون رکندي آئون عرض ڪريان ٿو ته سورت مائده جي آيت نمبر ۴۴-۴۵ ۽ ۴۷ کي پڙهي سوچيو وڃي جن ۾ حڪم آهي ته ومن لم يحكم بما انزل الله فاولائك هم الكافرون يعني جي ٻه شخص (يا گروهه) خدا جي نازل ڪيل (قانون) مطابق حڪومت نٿا هلائين ته اهي ڪافر آهن، آيت نمبر ۴۵ ۾ آهي ته اهي ظالم آهن ۽ آيت نمبر ۴۷ ۾ آهي ته اهي فاسق آهن هاڻ عوام فيصلو ڪن ته پاڪستان ناهيندڙ ۽ هلائيندڙ هنن آيتن جي روشني ۾ ڪهڙي لقب جا حقدار ٿين ٿا ۽ هرويرو مون کي ٻه ڪو شوق ڪونهي ته آئون مفتي بنجي پنهنجي طرفان ڪا ڳالهه چوان، آئون انهن



حڪمرانن جي جاهليت، تعصب، فرقي بازي واري سوچ کي هت پڌرو ڪري حڪومت بابت ۽ حڪمراني نظريي بابت قرآن حڪيم جي حوالن سان ڪجهه گذارشون ڪرڻ چاهيان ٿو، جنهن جو سبب ۽ ڪارڻ هي آهي ته اهي متعصب، ۽ اڻ ڄاڻ حڪمران، ملڪ جي رعيت کي جڏهن اقليت ۽ اڪثريت ۾ ورهائي حڪمراني ڪن ٿا ته اهي الله ۽ قرآن ۽ رسول جي حڪمن ۽ هدايتن جي ڄڻ ته نافرماني ڪن ٿا، مخالفت ڪن ٿا، ڇاڻ گهرجي ته الله، قرآن، رسول ۽ ڪعبة الله اهي ذات انسان لاءِ بنا ڪنهن فرقي جي سڄي ڪائنات لاءِ آهن، جن ماڻهن ٻه ايمان آندو آهي، اسلام قبول ڪيو آهي ۽ قرآن جي حڪمن موافق هو حڪمراني ڪن ٿا ته الله وٽ اهي انقلابي آهن، مومن آهن، اهي الله جي طرفان انسان ذات لاءِ خلافت ۽ نيابت جا قانون مساوات جي بنياد تي بلڪ خالص انسانيت جي بنياد تي هلائڻ ۽ لاڳو ڪرڻ جا ذميدار آهن. هاڻ ٻهريائين آئون مٿين دعوي ته الله، قرآن، رسول ۽ ڪعبة الله اڪيلي سر صرف مسلمانن جا ناهن بلڪ جملي انسانن جا آهن، ان بابت تمام مختصر دليل عرض ڪريان ٿو، ان ڪان پوءِ حڪومت جي سڀن انسانن لاءِ هڪجهڙي نموني هلائڻ لاءِ بغير ڪنهن مذهبي فرق جي، اصولن جا دليل عرض رکندس، قرآن شريف جي پهرين سورت فاتحه جي پهرين آيت ۾ الله جل جلاله جو تعارف آهي ته اهو رب العالمين آهي يعني جهانن جو پالڻ ۽ پرورش ڪرڻ وارو، ته غور ڪيو وڃي ته اتي رب سائين ذات انسان ۽ جهانن جي اندر هر ساهه بي ساهه واري شيءِ جي پرورش جي ذميداري پاڻ تي ڪنئي آهي، بغير ڪنهن مذهبي فرق جي، وري قرآن پاڪ جي آخري سورت ناس ۾ الله سائين پنهنجو تعارف رب الناس، ملڪ الناس ۽ اله الناس سان ڪرايو آهي يعني ماڻهن جو پالڻهار، ماڻهن جو بادشاهه ۽ ماڻهن جو معبود. وري قرآن پاڪ پنهنجو تعارف اهڙوئي ڪرايو آهي، سورت انعام جي آيت نمبر ۹۰ ۾ آهي ان هو الا ذڪر للعالمين يعني اهو قرآن جهانن وارن لاءِ نصيحت آهي، يعني الله جي ربوبيت ٻه عالمين لاءِ ته قرآن جي تعليم ٻه عالمين لاءِ آهي ۽ سورت بقره جي آيت نمبر ۱۸۵ ۾ آهي شهر رمضان الذي انزل فيه القرآن هدي للناس يعني

مهينو رمضان جو اهو آهي جنهن ۾ قرآن نازل ڪيو ويو جيڪو هدايت آهي سڀني انسانن لاءِ ۽ سورت آل عمران جي آيت نمبر ١٣٨ ۾ آهي ته هذا بيان للناس يعني هي ڪتاب ماڻهن کي کولي بيان ڪري ٻڌائڻ وارو آهي. اهڙي نموني ڪوڙ سارا احڪام ۽ قانون رب پاڪ قرآن ۾ يا ايها الناس يعني اي انسانو جي خطاب سان ڪيا آهن. ۽ اهڙي نموني حضور ﷺ جي رسالت به لامحدود آهي، يعني ذات انسان لاءِ آهي سورت نساء جي آيت نمبر ٧٩ ۾ آهي ته وارسلناڪ للناس رسولا يعني اسان توکي ماڻهن لاءِ رسول ڪري موڪليو آهي. اهڙي نموني ساڳي سورت جي آيت نمبر ١٧٠ ۾ آهي ته يا ايها الناس قد جاءَ ڪم الرسول بالحق من ربڪم يعني اي انسانو بيشڪ آيو آهي توهان جي طرف رسول حق سان، توهان جي پالڻهار جي طرفان. اهڙي نموني سورت اعراف جي آيت نمبر ١٥٨ ۾ آهي ته يا ايها الناس اني رسول الله اليڪم جميعا يعني اي انسانو تحقيق آئون اوهان سڀني انسانن طرف رسول ٿي ڪري آيو آهيان.

اهڙي نموني ڪعبة الله لاءِ به رب پاڪ اعلان فرمايو آهي ته ان اول بيت وضع للناس للذي ببڪة مبارڪا وهدي للعالمينO سورت آل عمران آيت نمبر ٩٦ يعني تحقيق پهريون گهر جيڪو ماڻهن لاءِ ناهيو ويو مڪي شهر ۾ برڪت وارو آهي ۽ هدايت وارو آهي جهانن لاءِ. اهڙي نموني سورت بقره جي آيت ١٢٥ ۾ آهي ته واذجعلنا البيت مثابة للناس وامنا يعني جڏهن اسان بيت الله کي ماڻهن لاءِ مرڪز ۽ امن جي جاءِ بڻايو. اهڙي نموني سورت حج جي آيت نمبر ٢٧ ۾ آهي ته واذن في الناس بالحج يعني ماڻهن ۾ حج ڪرڻ لاءِ پڙهو گهماءِ. پر چا چئجي جو مسلمانن انهن آفاقي ۽ ڪائناتي حقيقتن ۽ علامتن تي پنهنجي هڪ هٽي ڪري ڇڏي آهي، جيڪڏهن مسلمانن ۾ اها تنگ نظري ۽ فرقيبازي واري سوچ نه اچي ها ته اڄ سڄي دنيا جي ماڻهن جو دين اسلام هجي ها، پر مسلمانن جي روش به يهودين ۽ نصارن وانگر فرقن ۾ ورهائجڻ واري ٿي ويئي ۽ هن ملڪ پاڪستان جا حڪمران به انهيءَ فرسوده سوچ تي هلن ٿا ۽ دنيا وارن کي ڏاڙون هٽي ٻڌائيندا آهن ته اسان وٽ اقليتن جا حق محفوظ آهن. انهن کي اها به خبر ڪانه ٿي پوي ته رعيت



کي اقليت ۽ اڪثريت جي خانن ۾ ورهائڻ، اها خود اقليت وارن سان زيادتي آهي، ظلم آهي، انهن کي ٻئي درجي جو شهري تصور ڪرڻ جو اهو ثبوت آهي. جڏهن ته الله پنهنجو تعارف سورت ناس ۾ ڪرايو ته آئون ملڪ الناس آهيان ته اتي اقليت ۽ اڪثريت جي ورڇ ڪانه ٿي، اهڙي نموني قرآن جا حڪومت هلائڻ وارا قانون به انسانن لاءِ آهن، اڪيلي سر مسلمانن لاءِ ناهن ۽ رسول به سڀني انسانن لاءِ آهي ۽ ڪعبة الله به سڀني انسانن لاءِ آهي ته پوءِ ڪن ماڻهن کي اقليت وارو سڏي انهن جو اليڪشني طريقه ڪار جدا ڪرڻ ۽ ملڪي عهدن ۽ انتظامي ذميدارين ۾ انهن کي پوئتي رکڻ، اها ڪٿان جي عدالت آهي؟ حڪمرانن کي قرآن حڪيم حڪم فرمائي ٿو ته اذا حڪمتم بين الناس ان تحڪموا بالعدل سورت نساء آيت نمبر ٥٨ يعني جڏهن اوهان ماڻهن جا فيصلا ڪيو يا ماڻهن تي حڪمراني ڪيو ته اها عدل ۽ برابري سان ڪيو (بنيادي حقن جي مضمون تي هي ٿلهه، تمهيد، ۽ مقدمي طور به اکر لکيا ويا ۽ اصل موضوع هاڻ شروع ڪجي ٿو) انسانيت جي بنياد تي، آدميت جي بنياد تي، اولاد آدم ۽ بني آدم هجڻ جي بنياد تي هرهڪ بنا فرق مذهب جي عزت ۽ احترام جو حقدار آهي ۽ واجب التعظيم آهي. پڙهي ڏسو سورت بني اسرائيل آيت نمبر ٧٠ ولقد ڪرمنا بني آدم وحملناهم في البروالبحر ورزقنا هم من الطيبات وفضلنا هم علي ڪثير ممن خلقنا تفضيلاO يعني بيشڪ اسان عزت اڪرام وارو بڻايوسين اولاد آدم کي ۽ دريائن ۽ خشڪي تي ان کي سوار ڪيوسون ۽ پاڪ شين مان ان کي رزق عطا ڪيو ۽ گهڻين مخلوقات کان ان کي فضيلت وارو ۽ ڀلارو ڪيوسون. هن آيت ۾ بني آدم جو احترام ۽ ڪين بر، بحر جون نعمتون ڏيڻ جي هڪجهڙائي جي حساب سان قرآن پاڪ ۾ بيان ڪيون ويون آهن. ۽ هر انسان کي معاشري ۾ مرتبو، درجو ۽ گريٽ ان جي عملن ۽ ڪارنامن جي بنياد تي، ڪارڪردگي جي بنياد تي ڏنو ويندو. پڙهي ڏسو سورت احقاف آيت نمبر ١٩ ولڪل درجات مماعملوا وليوفيهم اعمالهم وهم لايظلمون يعني هر شخص لاءِ درجا آهن انهن جي عمل مطابق ۽ انهن جي ڪمن ڪارنامن جو عيوضو پورو

ڏيٺو آهي ۽ انهن سان ڪوبہ ظلم زيادتي ڪرڻي ناهي. سين ڪان وڏيڪ عزت ۽ فضيلت جو بنياد. سڀ ڪان وڏيڪ الله جي قانونن تي عمل ڪرڻ سان ملندو ۽ جيڪو بہ نر ۽ مادي مان چاول هجي. فضيلت جو بنياد فرمانبرداري تي هوندو. پڙهي ڏسو سورت حجرات آيت نمبر ١٣ يا ايها الناس انا خلقنا ڪم من ذڪر وانثي وجعلنا ڪم شعوبا وقبائل لتعارفوا ان اڪر مڪم عندالله اتقاڪم○ ڪوبہ شخص ڪنهن ڪي پنهنجو غلام ۽ محڪوم نٿو بنائي سگهي. اطاعت صرف الله جي قانونن جي ڪئي ويندي. نہ ماڻهن جي. پڙهي ڏسو سورت آل عمران آيت ٧٩ ما ڪان لبشران يوتيه الله الڪتاب والحڪم والنبوة ثم يقول للناس ڪونوا عبادالي من دون الله○ هر انسان ڪي سندس محنت ۽ عمل جو اجورو پورو پورو ڏنو ويندو ڪنهن جو بہ حق مارڻ جي اجازت نہ هوندي پڙهي ڏسو سورت زمر آيت نمبر ٧٠ ووفيت ڪل نفس ماعملت وهو اعلم بما يفعلون○ هر هڪ ماڻهوءَ سان انصاف ڪرڻو آهي، عدل ڪرڻو آهي. پڙهي ڏسو سورت نحل آيت نمبر ٩٠ ان الله يا مرڪم بالعدل والاحسان○ يعني جيڪڏهن ڪير عدل انصاف ڪان پوءِ بہ بکيو يا اگهاڙو ۽ حاجتمند رهجي وڃي. ان کي احسان طور ڏيئي بہ ان جي حاجت پوري ڪريو. جيڪڏهن ڪو اوهان جو دشمن هجي تہ ائين نہ ڪجو جو دشمني سبب ان سان ڪا زيادتي ڪيو. دشمن سان بہ عدل انصاف ڪرڻو آهي. پڙهي ڏسو سورت مائده آيت ٨ ولايجر منڪم شنآن قوم علي ان لاتعدلوا اعدلوا هواقرب للتقوي○ هر فرد ۽ ساهہ واري شيءِ جي رزق جي بنيادي ضرورتن جي ذميداري سوسائٽي ۽ معاشري جي انتظامي اٿارٽي مٿان واجب آهي. پڙهي ڏسو سورت هود آيت نمبر ٦ ومامن دابة في الارض الا علي الله رزقها ويعلم مستقرها ومستودعها ڪل في ڪتاب مبين○ ڪنهن انسان ۽ شخص جي ناحق قتل ۽ خون ڪي رب سائينءَ. پوري انسان ذات ڪي قتل ڪرڻ جي برابر سڏيو آهي ۽ ماڻهوءَ ڪي قتل ٿيڻ ڪان بچائڻ ڪي. پوري انسان ذات ڪي حياتي ۽ جيئدان ڏيڻ جي برابر سڏيو آهي. پڙهي ڏسو سورت مائده آيت نمبر ٣٢ اهڙي نموني ڪنهن جو مال بہ ناحق ڦبائڻ ڦرڻ جي ڪنهن ڪي اجازت ناهي



اهڙي صورت ۾ وقت جي حڪومت وٽ فرياد ڪري انصاف ڪرائڻ جو حڪم آهي پڙهي ڏسو سورت بقره آيت نمبر ١٨٨ ولاتا ڪلوا اموالڪم بينڪم بالباطل وتدلوا بها الي الحڪام لتاڪلوا فريقا من اموال الناس بالاثم وانتم تعلمون○ اهڙي نموني هر انسان جي رهائشي گهر، وطن ۽ ملڪ جي حق ڪي بہ قرآن حڪيم تسليم ڪيو آهي ۽ تحفظ ڏيڻ جي پارت ڪئي آهي تہ ڪوبہ ڪنهن ڪي ان جي ملڪ ۽ وطن ڪان بي دخل نہ ڪري، نيڪالي نہ ڏئي، انهن ڪي گهرن ڪان بي گهر نہ ڪري، پڙهي ڏسو سورت بقره آيت نمبر ٨٤ ۽ ٨٥ واذ اخذنا ميثاقڪم لاتسفڪون دماء ڪم ولاتخرجون انفسڪم من ديارڪم ثم اقررتم وانتم تشهدون○ ثم انتم هؤ لاء تقتلون انفسڪم و تخرجون فريقا منڪم من ديارهم تظاهرون عليهم بالاثم والعدوان○ اهڙي نموني عصمت جي حفاظت جو قرآني قانون بہ مسلمانن غير مسلمانن سين لاءِ هڪجهڙو آهي، يعني مسلمان جي عصمت دري ۽ غير مسلم جي عصمت دري لاءِ ساڳي سزا آهي، پڙهي ڏسو سورت نور آيت نمبر ٢ الزانية والزاني فاجلدوا ڪل واحد منهما ماة جلدة ۽ اهڙي نموني غير مسلمن جي عبادت گاهن جي حفاظت بہ اسلامي رياست جي ذمي آهي پڙهي ڏسو سورت حج آيت نمبر ٤٠ ولولا دفع الله الناس بعضهم ببعض لهدمت صوامع وبيع وصلوات و مساجد يذڪر فيها اسم الله ڪثيرا○ ۽ غير مسلمانن جي معبودن ڪي بہ گارگند نہ ڪيو نہ تہ هو بہ اڻ ڄاڻائيءَ ۾ الله ڪي گاريون ڏيندا. پڙهي ڏسو سورت انعام آيت نمبر ١٠٨ ولاتسبوا الذين يدعون من دون الله فيسبوا الله عدوا بغير علم○ غير مسلمن جي ازالي حيثيت عرفي ڪي بہ قرآن حڪيم تحفظ ڏياري ٿو ۽ ڪنهن ڪي بہ اجازت ناهي تہ هو ڪنهن قوم، فرد، گروهہ، ڪي گهٽ وڌ ڳالهائي، ان تي ٺٺول ۽ مذاق ڪري، پڙهي ڏسو سورت حجرات آيت ١١ يا ايها الذين آمنوا لايسخر قوم من قوم عسيٰ ان يڪونوا خيرا منهم ولانساء من نساء عسيٰ ان يڪن خيرا منهن○ ماڻهن جي پوڪن ۽ نسل جي حفاظت بہ حڪمرانن جي ذمي آهي، پڙهي ڏسو سورت بقره آيت ٢٠٥ واذا تولي سعيٰ في الارض ليفسد فيها ويهلڪ الحرث والنسل والله لايحب

الفسادO قدرت جي پيدا ڪيل اهڙين شين مٿان جيڪي مفت ۾ بنا
پورهيي سان پيدا ٿيل آهن، جهڙوڪ هوا، باهه، پاڻي ۽ پاڻهي ڦٽندڙ
گاهه، وڻ وغيره انهن تي پابندي وجهي ماڻهن کي فائدي وٺڻ کان
روڪڻ به حرام آهي، اهي شيون سڀني انسانن جون هڪجهڙائي جي بنياد
تي ملڪيت آهن، پڙهي ڏسو سورت بني اسرائيل آيت ٢٠ ڪلا نمد
هؤلاء وهؤلاء من عطاء ربک وما کان عطاء ربک محظوراO ●

## شيعا سني قسم جي فسادن پويان ڪاروباري غرض لڪل آهن

حق ۽ سچ جي طالبن کي فرقيوارانه گروهه بندين کان پاسي رهڻ
گهرجي. مذهبي فرقا ماڻهن ٺاهيا آهن، جيڪي انهن کي هٽ ۽ دڪان
جو ڪم ڏين ٿا. الله پاڪ سموري ڪائنات لاءِ دين اسلام ٺاهي
موڪليو آهي، جنهن جو مرڪزي رهنما ڪتاب قرآن حڪيم آهي، جنهن
جو منشور ۽ دستور آهي ته توهان سڀ نرماد جي جوڙي مان پئدا ڪري
پوءِ نسلن ۽ قبيلن ۾ ورهايا ويا آهيو. پوءِ اوهان جي فضيلت ۽ ڪاميابي
توهان جي فرمانبرداري واري عملي ميرٽ ۽ صلاحيت تي رکيل آهي.
ڄاڻڻ گهرجي ته انسان ذات جي هدايت ۽ فلاح لاءِ ڪتاب قرآن مجيد
هڪ مڪمل منشور ۽ دستور جي حيثيت رکي ٿو. ان ۾ انساني ميڙ جي
ضرورتن لاءِ قانون ۽ آئين تيار ڪري ڏنو ويو آهي، جنهن سان هر قسم
جي ٻي راهه روين،کان بچڻ جون واٽون ملن ٿيون ۽ انساني سماج عدل
۽ انصاف جي پيچون تي هر قسم جي ترقي طرف آساني سان وڌي
سگهندو بلڪه اهي منزلون قرآن جي رهنمائيءَ ۾ ماڻي به چڪو آهي
انهي ڪري ئي ته انقلاب دشمن، ڦورو ذهنيت جي جاگيردارنه ۽
سرمائيدارانه سوچ رکندڙ عناصرن، قرآن حڪيم جي انقلابي فلسفي ۽ ان
جي تيار ڪيل انقلابي پارٽي جي رفتار ۽ پرواز کي پروڙي ۽ پرکي ان
کي ناڪام ڪرڻ لاءِ دين واري حيثيت جيڪا انقلابي هئي اها بدلائي ان
کي مذهب جي شڪل ۾ تبديل ڪرڻ جون ڪوششون ڪيون، جنهن
۾ عقل ۽ فهم بدران عقيدي پرستيون، اصول پرستي بدران شخصيت
پرستيون، مطلب ته اسلام جي انقلابي ۽ عقلمندي وارين تعليمن کي
مسخ ڪري هڪ خانقاهي پاپائيت وارو مذهب بنائي ڇڏيو آهي، قرآن
حڪيم انساني ميڙ کي معاشي ۽ سماجي عدل ۽ مساوات کان محروم

ڪرڻ وارين تن بلائن کي موضوع بڻائي پوري ڪتاب ۾ انهيءَ تي بحث
ڪيو آهي هڪ جاگيرداريت جنهن جي علامت فرعون کي قرار ڏنو ويو
آهي ٻيو سرمائيداريت جنهن جي علامت قارون کي قرار ڏنو ويو آهي
ٽيون پاپائيت ۽ خانقاهيت جنهن جي اجوڪي شڪل پيري مريدي ۽
درگاهون آهن. ان کي قرآن اندر ها مان کي علامت طور قرار ڏنو ويو
آهي قرآن حڪيم جا ٽيهئي سيپارا انهن ڪردارن جي مذمت ۽ ترديد ۾
ڀريا پيا آهن جهڙي نموني سنڌ صدين کان، واري سان ڪڏهن دهلي
جي تخت وارن هٿان پئي فتح ٿيندي هئي ته ڪڏهن وچ مشرق ۽ ايران
کان ايندڙ ارغونن ترخانن ۽ تاتارين هٿان پئي غلام بڻبي هئي. اهڙي
نموني عرب قوم جي واديءَ حجاز به روم ۽ فارس جي ٻن تختگاهن
وچ ۾ سئنڊوچ بڻيل هئي. الله سائين به اهڙو پروگرام جوڙيو جو مٿين
ٻنهي بادشاهتن کي توڙڻ لاءِ انقلابي پيغمبر پيدا ڪرڻ لاءِ حجاز جي
زمين ۽ عرب قوم کي اهو شرف بخشيو. جتان هڪ بين الاقوامي انقلابي
پروگرام وارو رسول، دنيا جي غلام قومن ۽ فردن کي آزادي ڏيارڻ جو
منشور (قرآن) کڻي ميدان تي آيو. جنهن پنهنجي حياتي ۾ ڦهرائين
پنهنجي آزاد قومي رياست ناهي، پوءِ انقلاب کي ايڪسپورٽ ڪرڻ طور
روم ۽ فارس جي بادشاهن کي خط لکيا ته توهان پنهنجي ملڪ جي
پورهيتن جو استحصال ڪري رهيا آهيو، اول ته انهيءَ کان باز اچو ۽ انهن
کي انهن جا حق موٽائي ڏيو نه ته ٻي صورت ۾ آئون اچي انهن
محڪومن کي پاڻ آزاد ڪرائيندس. رسول انقلاب جي حياتيءَ ايتري وفا
نه ڪئي سندن وفات کان پوءِ سندس انقلابي ساٿين روم ۽ فارس جون
بادشاهتون ختم ڪري ڏيکاريون، جيڪي محڪوم انسانن ۽ غلام
قومن کي چڪي جي ٻن پڙن وانگي وچ ۾ آٽي پيهي رهيون هيون شيعا
سني نالي مسلمانن اندر فرقن جو قرآن حڪيم سرٽيفڪيٽ جاري ڪونه
ڪيو آهي قرآن پاڪ پڌري نموني رسول جي امت جو نالو مسلمان رکيو
آهي، شيعا سني فرقن جي سڃاڻپ حديث جي علم معرفت تي آهي، اهو
علم رسول سائين جي وفات کان پوءِ ٽين صديءَ ۾ فارس جي ماڻهن جي
ايجاد آهي، قرآن حڪيم پنهنجي رسول جي انقلابي جماعت بابت کليل



۽ چٽا سرٽيفڪيٽ ڏنا آهن ته انهن جي پاڻ ۾ محبت آهي اهي پاڻ ۾
ڪير کنڊ آهن. پڙهي ڏسو سورت فتح آيت نمبر ۴۸. حديثن جي
ڪتابن ۾ رسول سائين جي وفات کان خلافت جي اختلافن ۽ جهڳڙن
جون حديثون ناهي لکيون آهن، جن جو بنياد اصحاب سڳورن ۾ مهاجر
۽ انصار نالي ڌڙي بندين تي رکيو اٿن جيڪي قرآن پاڪ جي تعليم
خلاف حديثون آهن. پڙهي ڏسو سورت توبه آيت نمبر ۱۰۰ جنهن ۾
رب سائين فرمائي ٿو ته مهاجر ۽ انصار سهڻي نموني سان دين جي
تابعداري ڪئي آهي، الله انهن کان راضيٰ آهي ۽ اهي الله کان راضي آهن.
انهن سڀن لاءِ جنت ۽ ڪاميابي جو اعلان ڪجي ٿو، ٻئي هنڌ سورت
انفال آيت نمبر ۷۲ ۾ فرمايو آهي ته مهاجر ۽ انصار هڪ ٻئي جا
دوست آهن وري انهي حديث جي علم ۾ فارس وارن اصحابن سڳورن
جي جماعت ۾ ڪوڙين جنگين لڙاين ۽ اختلافن لاءِ هي مشهور ڪيو
آهي ته انهن جي وچ ۾ منافق داخل ٿيل هئا اهي انهن کي پاڻ ۾
ويڙهائيندا هئا. ان بابت به قرآن حڪيم ڳالهه سمجهائي ڏني آهي ته رب
پاڪ پنهنجي رسول جي جماعت وارن کي انهي حال ۾ ڇڏي نه ڏيندو
جو بدباطن ماڻهو انهن جي وچ ۾ رهي پيا فساد ڪرائين. خدا جو ذمو
آهي ته هو انهن پليتن کيُ پاڪدامن ماڻهن کان ڇني جدا ڪري ڇڏيندو
ان ڪري نبي سائين جي آخري حياتي تائين سندن پارٽي اهڙن منافقن کان
پاڪ ٿي چڪي هئي پڙهي ڏسو سورت آل عمران آيت نمبر ۱۷۹، امام
انقلاب عبيدالله سنڌي خلافت بابت مشهور ڪيل جهڳڙن تي تبصرو
ڪندي لکي ٿو ته خلافت ۾ نمبرن جو جهيڙو اجايو ۽ غلط مشهور
ڪيو ويو آهي، اصل صورتحال هي آهي ته پيغمبر سائين جا جيڪي به
جانشين ۽ خليفا بڻايا ويا آهن اهي سڀ انقلاب جي پولٽ بيورو جا
ميمبر آهن، سڀ خلافت ۽ جانشيني جا اهل آهن نمبرن ۽ ترتيب کي
فضيلت جو بنياد بڻائڻ غلط ٿيندو، اها پولٽ بيورو جي ميمبرن جي مرضي
۽ اختيار هو ته هو پاڻ مان جنهن کي وٺن تنهن کي ذميداري حوالي
ڪن. سڀئي لائق فائق ۽ اهليت وارا هئا هتي اسان علم حديث ۾ مشهور
ڪيل انهن روايتن جو رد ڪيو آهي جيڪي قرآن حڪيم جي نص

خلاف آهن اهو علماء اسلام جو گڏيل ۽ متفق عليه مسئلو آهي ته قرآني حڪم ۽ فيصلي خلاف جيڪا به حديث هوندي اها رد سمجهي ويندي، ان متعلق اسان قرآن پاڪ جا مٿي حوالا به سورتن جي نالن ۽ آيتن جي نمبرن سان لکائي آيا آهيون دلچسپي رکندڙ قرآن کولي پڙهن، شيعا سني نالي فرقيبازي کي ظاهري طور تي ته مذهبي اختلافن جي عنوانن ۽ نالن سان مشهور ڪيو ويو آهي پر حقيقت ۾ اهو ايرانين ۽ اهل فارس طرفان، حجازي انقلاب سان اختلاف ۽ انڪار جو ٻيو نالو آهي، جيڪو عربن جي بالادستي خلاف قوميتي ۽ نيشنل ازم جي آڙ ۾ قرآن جي سوشلزم جيڪو قل العفو (يعني هر بچت شيء محتاجن ۾ ورهائي ڇڏيو) ۾ سمايل آهي ان جو انڪار آهي، جڏهن ته اڄ جي دور ۾ عرب ۽ ايراني ۽ ٻيون مسلم قومون قرآن جي سوشل ازم ۽ سماجي ۽ معاشي مساوات جا هڪ جهڙا مخالف ۽ عمل جي لحاظ سان منڪر نظر اچي رهيا آهن. قرآن حڪيم جي سمجهايل انقلاب کان پوء به اهڙين فرقيبندين کي عالمي سامراجي طاقتون ان ڪري زنده رکڻ ضروري سمجهن ٿيون ته جيئن وري نه مسلمان قرآن جي اصل انقلابي نظريي سمجهڻ طرف متوجه ٿي، وري نه جاگيرداري ۽ سرمائيداري جا بنياد اکيڙي ڇڏين، انهيء ماجرا کي علامه اقبال شايد شيطان جي مجلس شوريٰ واري شاعري ۾ چڱي نموني کولي بيان ڪيو آهي جنهن ۾ هو پنهنجي چيلن کي سيکاري ٿو ته مسلمانن کي صبح شام جي ”وظيفن ۾ مصروف ۽ مست رکو جيئن هو قرآن جي انقلابي رمزن سمجهڻ طرف فارغ ۽ متوجه ٿي نه سگهن فرمائي ٿو:

مست رکهو ذکر و فکر صبح گاهي مين اسے
پخته تر کردو مزاج خانقاهي مين اسے

اسان جي هن مختصر گذارش جو هي مطلب آهي ته رب سائين قرآن پاڪ ۽ آخري رسول ذريعي جيڪو بين الاقوامي انقلاب قائم ڪري دنيا مان جاگيرداري ۽ سرمائيداري جي پاڙ پٽي ڏيکاري، ان کي وري تاريخ جي هٿ ٺوڪين قصن ۽ افسانن سان معنيٰ مفهوم بدلائي رجعت پرستي وارو، ڪرامتن معجزن ۽ تعويذن جي ڪورس وارو مذهب بڻائي ڇڏيو.



سمجهڻ گهرجي ته اسلام جو معنيٰ مطلب انقلاب آهي اسلام نه شيعو آهي نه سني، شيعا سني جي ترمنالاجي عربن جي بالادستي خلاف اهل فارس جي ايجاد آهي. اجا به هيئن چئجي ته اسلام جي مساوات واري نظريي ۽ ليس للانسان الاماسعيٰ يعني هرڪو پورهيي جيترو حق لهندو، جي اصول کي ٽوڙڻ لاء عرب ايراني ۽ ٻيون مسلمان سڏجندڙ قومون شيعن ۽ سنين ۾ ورهائجي ويون آهن. جنهن سان اسلام جو ڪوبه واسطو ڪونهي، يعني ”ٽيڏي پائيڻ تي پر هو ته آهي هڪڙو“ يعني اڄ ڪلهه جي سيني مسلمانن پنهنجي شناخت فرقيبازي جي نالن سان مشهور ڪرائي آهي ته نبي سائين جن واري انقلابي مساوات مان جان ڇڏائي سگهن. هر فرقي ٺهڻ جي پويان مالي ۽ اقتصادي مقصد لڪل آهن. ڪالهه هتي برطانيه سامراج هندستان کي غلام بنائي ڦري کائي رهيو هو ته ان جي دور ۾ غلامي خلاف، جيڪي آزادي لاء ۽ برطانوي ڦرلٽ خلاف تحريڪون هليون، انهن کي ناڪام بنائڻ لاء مسلمانن اندر جيڪو سياسي خلفشار پيو اڄ اهو سمورو مذهبي فرقن جي نالي تي اجا تائين قائم آهي. اڄ تائين انهن جا اڳواڻ هڪ ٻئي کي ڪافر پيا سڏين سين جون مسجدون جدا ٿي ويون آهن، نمازون جدا ٿي ويون آهن، هڪ ٻئي کان سماجي رسمن ۾ به جدا ٿي ويا آهن. قادياني مرزائي، وهابي، بريلوي، اهل حديث ۽ چڪڙالوي انهن سين جو پسمنظر ڪنهن کان به ڳجهو ڪونهي ڪٽي ڪير انهن فرقن وارن جو هڪ ٻئي خلاف لٽريچر پڙهي ڏسي ته سيئي پيا هڪ ٻئي جا يار ڳڻائن. اهي سڀ غلام هندستان جي زماني ۾ انگريزي دور جي پيداوار آهن. پر سادي قسم جي عوام کي انهن فرقن جا مناظري باز مولوي اهڙا ته واعظ ٻڌايو پيا چريو ڪن جو چڻ ته سين وٽ الله رسول ۽ قرآن جو سرٽيفڪيٽ هڪ ٻئي کي ڪافر بنائڻ ۽ قتل ڪرڻ لاء موجود آهي. ماٺهو به اسان جا ڪڪڙن ويڙهائڻ، ڏاندن جي گوء ميدان ائن، گهوڙن ۽ گڏهن جي ميل جا شوقين آهن. جيڪي جانورن جي مقابلن تي شرطون پيا ٽا هٽن ۽ لکين لٽائين، سو انهيء مزاج وارا فرقي باز مناظري باز واعظين تي به پيا خرچ ڪن ۽ انهن کي ڪڪڙن ۽ جانورن وانگر پالين پيا، ته جيئن اهي

مقابلي ۾ پٽي نه ڏيکارين. شهنشاهه مغل اعظم اڪبر بادشاهه حق سچ
جي ڳولا لاءِ مختلف مذهبن ۽ فرقن جي عالمن جا ليڪچر ۽ بحث
ڪرائيندو هو. ان دوران جن عالمن ڪي هن فرقيباز طور پرکيو ۽ انهن ۾
انساني ڀلائي ۽ رواداري خلاف نفرتن وارا رجحان ڏٺا ته انهن ڪي گڏ
ڪري نظربندي واري نموني قنڌار جي گورنر ڏي موڪلي ڏنائين ۽ ان
ڪي چيائين ته هنن عالمن جي سودي ۾ سندن تعداد مطابق مون ڏي بدلي
۾ گهوڙا ڏياري موڪل. قنڌار جي گورنر انهن عالمن جو تعارف معلوم
ڪري پنهنجي لاءِ سودو ته مهانگو سمجهيو، پر اڳيان مغل اعظم جو
شاهي حڪم هو تنهن ڪري ان اوترا گهوڙا ڏياري موڪليا. هي طئه
شده تحقيق آهي ته هندستان ۾ مسلمانن جي اقليت ۾ هجڻ باوجود
هڪ هزار سال تائين حڪمراني ڪرڻ جو راز اسلام جي سيڪيولرازم
واري روح ۾ هو. جنهن ڪي اڪبر بادشاهه سمجهي نافذ ڪيو هو ۽
مسلمانن جي زوال جو سبب پوءِ جي حڪمران اورنگزيب جي فرقيوارانه
ذهنيت سبب ٿيو سو اسان هت گهڻن فرقن مان صرف شيعا سني نالن تي
هي به اکر لکيا آهن جنهن جو سبب صرف هي آهي جو ٻين فرقن جي
پيٽ ۾ اهي گهڻو پراڻا ۽ وڏيڪ مشهور آهن نه ته هر فرقي جي تاريخ
۽ پس منظر کولي ڏسبو ته اهو معلوم ٿيندو ته انهيءَ مان ڪنهن گروهه
يا نسل جي جمعداري، مفادن، انفراديت، بالادستي ۽ زبردستي قسم
جهڙن سببن ڪري اهي فرقا ٺها هوندا اهڙي تحقيق وارو لٽريچر ۽ علمي
مواد تمام وڏي حساب سان ڪتابي شڪل ۾ موجود آهي. جنهن مان
هي رهنمائي ملي ٿي ته اهڙن فرقن جي وجود ۾ اچڻ ۽ زور شور جي
پويان سياسي ۽ ڪاروباري جذبا ڪار فرما آهن، الله، رسول، مذهب، جي
نالن ڪي آڙ طور استعمال ڪيو وڃي ٿو. ●

## شريعت اسلامي مطابق ڪنهن جي شادي ڪنهن سان ٿيڻ گهرجي ڪنهن سان نه ٿيڻ گهرجي

لفظ نڪاح جي لغت جي لحاظ کان هڪڙي معنيٰ آهي، هڪ ٻئي ۾
ملي وڃڻ ۽ جذب ٿي وڃڻ. قرآن حڪيم ۾ نڪاح جي معنيٰ عقل فهم
شعور به آئي آهي، ۽ ايگريمنٽ معاهدي ۽ عقل جي معنيٰ ۾ به سورت
بقره جي آيت نمبر ٢٣٥ ۾ آئي آهي. انهن سڀن معنائن تي جدا جدا
مستقل طور غور ڪرڻ ضروري آهي، انهيءَ سان نڪاح ۽ شادي ڪرڻ
لاءِ حياتي جي ساٿي ۽ ڀيجي هٿ ڪرڻ ۽ ڳولڻ ۾ وڏي رهنمائي ملي
ويندي، پهرين معنيٰ ته هڪ ٻئي ۾ ملي وڃڻ تي غور ڪجي ته انهيءَ
لاءِ شادي ڪرڻ واري جوڙي جو پاڻ ۾ ملي وڃڻ لاءِ هم خيال هم فڪر
۽ هڪڙي سوچ ۽ نظريي وارو هجڻ ضروري ٿو نظر اچي، ڇو جو مسئلو
آهي، انسان پنهنجي ذميدارين جي لحاظ سان، قدرت طرفان ڪائنات جي
رهنمائي ۽ خلق خدا جي هدايت لاءِ، سنوارڻ لاءِ نائب بنائي موڪليو ويو
آهي، ۽ پيدا ڪيو ويو آهي، ته ٻه شيون پاڻ ۾ ملي وڃن. انهي لاءِ
ضروري ٿيندو ته اهي بي جوڙ نه هجن. متضاد نه هجن، پن جوڙ ٿيندڙ
شين لاءِ هي ضروري هوندو آهي ته انهن ۾ هڪ جهڙائي هجڻ گهرجي.
جيئن گاڏي جي ڦيٿن لاءِ ضروري هوندو آهي ته هو سائيز ۾ هڪ جيترا
هجن، هڪ ٻئي کان ذرو به ننڍا وڏا گهٽ وڌ نه هجن، ته جيئن زندگي
جي سفر ۾ هڪجهڙائي ۽ برابري رهي، توازن رهي، وري انهيءَ لاءِ قرآن
شريف واري بيان ڪيل معنيٰ ته عقل فهم شعور، تي غور ڪجي ته هي
حقيقت ثابت ٿيندي ته نڪاح ڪرڻ واريون ڌريون يعني زال مڙس جي
عمر، عقل ۽ سمجهه واري هجڻ گهرجي يعني ٻار ۽ بي سمجهي واري
عمر ۾ نڪاح جائز قرار نه ڏبو. نڪاح ڪرڻ لاءِ ڇڻ هي ضروري قرار
ٿي ويو ته هو هڪ ٻئي کي سمجهن. سمجهائن ۽ هم خيال. هم فڪر

هجن، جنهن جي آذار تي هو ترقي ڪري سگهن ۽ آئندي لاءِ هڪ ٻئي
کي سهارو ڏئي سگهن. زندگي جي سفر ۾ قرآن حڪيم جن ۽ انسان
لاءِ جيڪي فرمايو تہ انهن جي پيدا ڪرڻ مان منهنجو مقصد آهي تہ هو
منهنجي عبادت ڪن ۽ عبادت جي معنيٰ آهي انسانن جي ڀلائي لاءِ
منهنجي طرفان سمجهايل يعني قرآن جي بيان ڪيل ۽ سمجهايل
حڪومت، قائم ڪري ڏيکارين. ٿورن لفظن ۾ هيئن سمجهڻ گهرجي
تہ رب سائين جيڪو فرمائي ٿو منهنجي عبادت ڪريو، ان جي معنيٰ آهي
منهنجي حڪومت قائم ڪريو. سورت مريم جي آيت نمبر ۴۴ ۾ آهي
"لاتعبد الشيطان" جنهن جي معنيٰ آهي تہ بي لغام سرڪش طاقتن جي
فرمانبرداري نہ ڪريو يعني انهن جي حاڪميت نہ مڃو. جنهن کي چيو
ويو آهي تہ شيطان جي عبادت نہ ڪريو، ظاهر آهي تہ ڪوبہ ماڻهو
وضو ڪري شيطان اڳيان رڪوع سجدي واري عبادت تہ ڪونہ ڪندو
آهي. نڪي وري مٽڪن واري تسبي مالها ڪڻي يا شيطان جو ورد ڪندو
آهي. تہ هي ثابت ٿيو تہ عبادت جي معنيٰ آهي ۽ اطاعت حڪومت جيئن
سورت نحل جي آيت نمبر ۳۲ ۾ آهي تہ" اعبدو الله واجتنبوا الطاغوت"
جنهن جي معنيٰ آهي تہ الله جي عبادت ڪريو ۽ طاغوتي طاقتن کان پاسو
ڪريو، يعني الله جي حڪومت ۽ حاڪميت مڃو ۽ ان جا فرمانبردار ٿيو
طاغوتي ۽ سرڪش نافرمانن جي اطاعت نہ ڪريو. پر وڏي افسوس جي
ڳالهہ هي آهي تہ عبادت جي معنيٰ رهبانيت واري مشهور ٿي ويئي آهي.
جيڪا ماڻهن جي ڪوپڙين ۾ گهڙي چڪي آهي ۽ اصل معنيٰ سمجهائڻ
ماڻهن کي ڏاڍي ڏکي ٿي پئي آهي. سورت يوسف جي آيت نمبر چاليهہ
۾ آهي تہ "ان الحڪم الا الله امران لاتعبدو الاياه" يعني حڪومت صرف
الله جي آهي انهيءَ جو آرڊر آهي تہ ان کان سواءِ ٻئي جي حاڪميت نہ
مڃو. پر مسلمانن عبادت جي معنيٰ بند ڪمرن ۾ رڪوع سجدو ڪرڻ
قرار ڏيئي ڇڏي آهي ۽ ٻاهر بازارن ۾ معاشرن ۾ عدالتن ۾ سرڪش،
ڊڪٽيٽر، نافرمان وحشين، جي قانونن جي حڪومت جي فرمانبرداري پيا
ڪن ۽ صرف نمازن سان پاڻ کي ۽ الله کي خوش ڪن ٿا تہ اسان الله
جي حڪم واري عبادت پوري ڪري ڇڏي، سورت ڪهف جي آخري



آيت ۾ آهي "ولايشرڪ بعبادت ربه احدا" يعني انهن کي گهرجي تہ هو
پنهنجي رب جي عبادت ۾ ڪنهن کي شريڪ نہ ڪن. هي اصول آهي تہ
قرآن پنهنجي لفظن جي پاڻ تفسير ڪندو آهي سو ساڳي سورت جي
آيت نمبر ۲۲ ۾ فرمايائين تہ الله پنهنجي حڪومت ۽ حاڪميت ۾
ڪنهن کي شريڪ نہ ٿو ڪري. هن گذارشن مان مقصد آهي تہ لفظ
حڪومت ۽ عبادت ٻئي مترادف ۽ هم معنيٰ آهن وڌيڪ چٽي نموني
سمجهڻ لاءِ لاڳيتو مثال عرض ڪجي ٿو سورت شعراءِ جي آيت نمبر
۲۲ ۾ آهي تہ وتلڪ نعمة تمنها علي ان عبدت بني اسرائيل موسيٰ چوي
ٿو تہ اي فرعون تون اهي نعمتون ڳڻائي مون کي جتلائي رهيو آهين تہ
انهن احسانن جي بدلي بني اسرائيل مٿان تون حڪومت ڪرين، ٻئي هنڌ
سورت مومنون جي آيت نمبر ۴۷ ۾ آهي. تہ موسيٰ ۽ هارون تي ڪيئن
ايمان آڻيون، انهن جي قوم تہ اسان جي حڪومت هيٺ آهي. زبردست
آهي، فرمان آهي تہ "انومن لبشرين مثلنا و قومهما لنا عابدون اسان هن
مثالن سان موضوع کان پري ٿيندا پيا وڃون ڳالهہ جو مقصد هي هئو تہ
زال مڙس نڪاح جي عقد ۾ اچڻ کان اڳ هڪ ٻئي کي چڱيطرح
سمجهن تہ هي زندگي جي سفر ۾ گهريلو مسئلن کان وٺي سماج
معاشري ملڪي قومي معاملن حڪومت هلائڻ هلرائڻ ۽ انقلاب آڻڻ تائين
هڪ ٻئي جا ڀائهن ٻيلي ٿي سگهندا. اهو سڀ هم خيالي ۽ هم فڪري
سان ئي ٿي سگهندو آهي ، ايتري ساٿ لاءِ تمام ضروري آهي. تہ هو
هڪ ٻئي کي سمجهن عقلد کان اڳ ۾ ايگريمنٽ کان اڳ ۾ واقفيت ۽
ڄاڻ حاصل ڪن تہ ڪنهن ۾ ڪيترو دم آهي. ڪير ڪيترا ڪشالا
ڪري سگهندو. ائين نہ ٿئي جو سڪن ۾ تہ ساٿ هلي پر ڏکن ۾
ويجهو ويهي نہ ڪوئي، هڪ ٻئي جا اختلاف پرکجن ڪردار پرکجن،
طبيعتن جي پاڪيزگي ۽ گندگي جي پرک لهڻ گهرجي. فڪر ۽ نظريي
جي هڪجهڙائي جي ڄاڻ بہ شادي کان اڳ حاصل ڪرڻ ضروري آهي،
ٻي صورت ۾ انهن وصفن جو خيال نہ رکيو ويو تہ بي جوڙ شاديون
معاشري لاءِ وبال ٿي پونديون. خالق ڪائنات، رب سائين انسانن لاءِ هي
هڪ عمومي قانون ناهي ڏنو آهي، انهي کي بہ خانداني معاملن مهل ذهن

۾ رکڻ گهرجي. سورت نور جي آيت نمبر ٦٢ ۾ فرمائي ٿو تہ پليت عورتون پليت مردن لاءِ آهن ۽ پليت مرد پليت عورتن لاءِ آهن. اهڙي طرح پاڪباز عورتون پاڪباز مردن لاءِ آهن ۽ پاڪباز مرد پاڪ عورتن لاءِ آهن. انهيءَ مان هي ثابت ٿئي ٿو تہ سماج جي جوڙ قائم ڪرڻ جي بنيادي شئي شادي واري ضرورت پوري ڪرڻ مهل، گهوٽ ڪنوار ڪي ڪردارن جي ماپي ۾ فٽ ڪرڻ ضروري ٿيندو. اسان ڪي ڪيترائي اهڙا جيڙا جاڳندا مثال معلوم آهن جن ۾ پاڪدامن عورتن جي بدڪار مڙس ۽ بدڪار عورتن جي پاڪدامن مڙس جي شادين ڪان پوءِ گهريلو زندگي زهر لڳي پئي آهي ۽ انهي سان خوشحال ۽ آباد گهراڻا ويران ٿي ويا آهن. نہ صرف اهي گهر پر اوڙو پاڙو ۽ محلو بہ برباد ٿي وڃي ٿو. انهيءَ ڪري انهي ضرورت ڪي پوري ڪرڻ لاءِ قرآن حڪيم اجا وڏيڪ چٽي نموني رهنمائي ڪئي آهي تہ زاني مرد جو نڪاح صرف زاني عورت ۽ مشرڪ عورت سان ٿيڻ گهرجي. اهڙي طرح زاني عورت سان بہ صرف زاني مرد ۽ مشرڪ مرد جي شادي ڪرائڻ گهرجي. پڙهي ڏسو سورت نور آيت نمبر ٣ انهيءَ آيت ۾ وڏيڪ هي الفاظ بہ فرمايا ويا آهن تہ "وحرم ذالڪ علي المومنين" يعني اهي زاني مرد ۽ عورت مومنن لاءِ حرام بنايا وڃن ٿا. انهيءَ آيت ۾ هي حقيقت بہ چٽي نموني پڌري ٿي وڃي تہ شادي ڪان اڳ گهوٽ ڪنوار جي نظرياتي ۽ فڪري هم خيالي بہ ضروري آهي عام ماڻهن ڪي مشرڪ، ڪافر، ۽ مومن جي معنيٰ صحيح نموني سمجهيل نہ آهي ان ڪري انهن ڪي قرآن پاڪ جي هدايت جي سمجهہ نہ پوندي. امام انقلاب عبيدالله سنڌي مشرڪ ۽ ڪافر جي معنيٰ ڪئي آهي انقلاب دشمن ۽ مؤمن جي معنيٰ ڪئي آهي. انقلابي هاڻ هن معنيٰ جي روشني ۾ شادين بابت قرآن جي قانون جي سمجهہ ۽ عمل آسان ٿي سگهندو جنهن جي وڏيڪ تشريح هي ٿيندي تہ گهوٽ ڪنوار جي چونڊ صرف مذهب جي بنياد تي ڪرڻ غلط ٿيندي. جيڪا صرف نظرين ۽ ڪردارن جي بنياد تي درست ٿي سگهي. هن موقعي تي ڪيترن مٿاڇري ڄاڻ ۽ سوچ رکڻ وارن ڪي اها حقيقت سمجهہ ۾ نہ ايندي، انهن لاءِ ڪجهہ وڏيڪ پڌرائي عرض



رکجي ٿي، ڄاڻ گهرجي تہ ايمان آڻڻ ۽ مسلمان سڏائڻ لاءِ اهو ڪافي ناهي تہ ڪير صرف ڪنهن مسلمان جي گهر ۾ پيدا ٿئي ۽ مسلمان پيءُ ماءُ وٽ ڄمي بلڪہ هي ضروري آهي تہ هو قرآن حڪيم جي حڪمن ڪي سمجهي ۽ انهن تي عمل بہ ڪري پوءِ ڪٿي مسلمان پيءُ ماءُ جي گهر ۾ ڄائو هجي يا نہ. سچي قرآن پاڪ ۾ مذهب جو لفظ ڪونهي مذهب ماڻهن ٺاهيا آهن. جنهن لاءِ قرآن حڪيم فرمايو آهي تہ "ان هي الا اسماء سميتمو ها انتم و اباؤ ڪم يعني اهي نالا توهان جا گهڙيل آهن، جيڪي اوهان ۽ اوهان جي ابن ڏاڏن ٺاهيا آهن خدا تہ توهان ڏي دين موڪليو آهي. جنهن جو نالو اسلام آهي. هاڻي جيڪو بہ قرآن پاڪ جي حڪمن تي هلندو، اهو مسلمان سڏائي سگهندو، باقي رڳو مسلمان جي گهر ۾ ڄمڻ ڪافي نہ ٿيندو، ذهن فڪر ۽ عمل بہ قرآن مطابق بنائڻو پوندو. مسلمانن مومنن بلڪ خود رسول ڪي بہ قرآن پاڪ ۾ حڪم ڪيو ويو آهي تہ قرآن تي الله تي ۽ ان جي رسولن تي ۽ رسولن جي سين ڪتابن تي ۽ ملائڪن ۽ آخرت يعني قيامت تي ايمان آڻيو. پڙهي ڏسو سورت بقره آيت ١٧٧ ۽ سورت نساءَ آيت ١٣٦. اسلام ۽ دين ڪنهن فرقي گروهہ يا مذهب جو نالو ناهي. بلڪ دنيا جي سين سچاين ۽ ڀلاين جو نالو دين ۽ اسلام آهي. اهي سچايون ۽ ڀلايون اهي آهن جن جي رهنمائي قرآن پاڪ فرمائي آهي. هاڻي هي حقيقت ۽ گذارش سمجهہ ۾ اچي وئي هوندي تہ مسلمان جي گهر ۾ ڄمڻ ڪان پوءِ بہ ايمان آڻڻ ۽ اسلام قبول ڪرڻ لازم ٿيندو، صرف موروثي نسبت ڪافي ناهي، حڪم آهي تہ يا ايهالذين آمنوا آمنوا بالله ورسولہ يعني اي ايمان وارو الله ۽ رسول تي ايمان آڻيو. سورت حجرات آيت نمبر ١٤ ۾ آهي قالت الاعراب امناقل لم تومنوا ولڪن قولو اسلمنا ولما يد خل الايمان في قلو بهم يعني ٿلهي ايمان جي دعويٰ ڪندڙن ڪي چئي ڏيو تہ توهان اجا مومن نہ ٿي سگهيا آهيو. مسلمان ڀل سڏايو، باقي مومن ان وقت ٿي سگهو ٿا. جڏهن ايمان اوهان جي دلين ۾ داخل ٿي وڃي، ايمان ۽ اسلام ۾ ڪابہ تنگ نظري فرقي بندي ڪانهي، جو شخص بہ مسلمان هجي، يهودي هجي، نصارو هجي، صابي هجي، الله تي،

قيامت تي ايمان آڻي ۽ عمل صالح ڪري اهو ڇوٽڪاري جو حقدار ٿي ويندو، پڙهي ڏسو سورت بقره آيت ٢٦ ۽ آيت ١١٢ قرآن حڪيم جي. هنن آيتن جي روشني ۾ مسلمان خاندانن ۾ ڄاول مرد ۽ عورت جيڪڏهن انهن مان ڪو به هڪڙو ايمان ۽ عمل صالح وارو آهي ۽ ٻيو ايمان ۽ عمل صالح وارو ناهي ته انهن ٻنهي جي پاڻ ۾ شادي نه ٿي سگهندي. نڪاح نه ٿي سگهندو، توڙي ڪٿي انهن جي جنم مسلمانن ۾ ٿيل آهي. اهڙي طرح جيڪڏهن ڪنهن مسلمانن ۾ ڄاول عورت جيڪا ايمان ۽ عمل صالح واري آهي. اها ڪنهن هندو نصاري يا يهودي يا صابي يا ڪنهن ٻئي مذهب واري شخص جنهن جو الله ۽ آخرت جي ڏهاڙي تي ايمان آهي ۽ عمل صالح وارو ماڻهو آهي ته ان سان نڪاح ٿي سگهي ٿو. اهڙي ئي نموني ڪنهن هندو پارسي نصاري يهودي خاندان ۾ ڄاول عورت جيڪا الله ۽ قيامت تي ايمان رکي ٿي ۽ عمل صالح واري آهي ته ان جو اهڙي ئي مسلمان سان نڪاح ٿي سگهي ٿو. پر جي مسلمانن ۾ ڄاول ۽ مسلمان سڏائيندڙ آهي پر الله ۽ قيامت جو انڪاري آهي يا عمل صالح بدران بدڪار آهي ته ان سان نڪاح نه ٿي سگهندو.

قرآن پاڪ ۾ سورت مائده جي آيت نمبر ٥ ۾ عام مفسرين اهل ڪتاب جي عورتن سان شادي ڪرڻ جي اجازت مان صرف يهودين ۽ نصارن جو ذڪر ڪيو آهي. اها توجيه صحيح نه ٿي لڳي ته ان ڪري جو قرآن پاڪ ۾ آهي ته "ان من قرية الاخلافيها نذير" يعني اسان اهڙو ڪو به قومي مرڪز نه ڇڏيو آهي جن ڏي پنهنجو نبي نه موڪليو هجي ۽ هي ثابت آهي ته هر نبي آسماني تعليم واري صحيفي ۽ ڪتاب سان ايندو رهيو آهي ۽ سڀئي نبي سچا آهن. سڀني نبين تي ايمان آڻڻ فرض آهي ته پوءِ سڀني نبين جون امتون اهل ڪتاب سڏيون ونديون ته انهيءَ مطابق جهڙا يهودي ۽ عيسائي اهل ڪتاب آهن، اهڙا هندو ۽ چيني ماڻهو به اهل ڪتاب ٿيا پر ان ڪان سواءِ ٻيون قومون به اهل ڪتاب شمار ڪيون وينديون، پوءِ جيڪڏهن ڪير چوندو ته هندو بتن کي پوڄين ٿا ته اسان ادب سان عرض ڪنداسون ته عيسائي ۽ مسلمان حضرت عيسيٰ عليه اسلام جي بت کي پوڄين ٿا ۽ مسلمان پنهنجي پيرن جي قبرن کي



سجدا ڪن ٿا ۽ پوءِ انهن ۽ هندن ۾ ڪهڙو فرق رهيو. ڀلا جي وڏي ڳالهه توهان جي سمجهه ۾ نه ٿي اچي ته قبرن جي پوڄارين ۽ عَلمن جي اڳيان جهڪندڙن ۽ بتن جي پوڄارين کي عمل ۾ هڪ جهڙو قبول ڪيو پوءِ سورت نور جي آيت نمبر ٣ الزاني لاينڪح الازانية او مشرڪ و الزانية لاينڪحها الازان او مشرڪ وحرم ذالڪ علي المومنين جي مفهوم تي غور ڪيو جيڪو اسان اڳ ۾ لکي آيا آهيون. قرآن حڪيم جي اصطلاح مومن ۽ ان جي مقابل ڪافر ۽ مشرڪ جي معنيٰ سمجهڻ لاءِ امام انقلاب عبيدالله سنڌي جي بيان ڪيل معنيٰ ذهن ۾ رکڻ ضروري آهي، ته مومن معنيٰ انقلابي، ڪافر ۽ مشرڪ معنيٰ انقلاب دشمن ۽ اسان جي هن مضمون جي حقيقت سمجهڻ لاءِ تمام ضروري ٿيندو ته سورت بقره جي آيت ١١٢ بليٰ من اسلم وجهه الله تي غور ڪيو وڃي جنهن جوخلاصو آهي ته هائو جنهن به شخص الله جي حڪمن اڳيان پنهنجي پيشاني جهڪائي ته اهو ڇوٽڪاري وارو ٿي ويندو. ●

الم تر الي الذين اوتوا انصيبا من الڪتاب يدعون الي ڪتاب الله ليحڪم بينهم ثم يتوليٰ فريق منهم وهم معرضون○

يعني ڇا تو انهن ماڻهن کي نه ڏٺو آهي جن کي ڪتاب مان ڀاڱو ڏنو ويو انهن کي جڏهن الله جي ڪتاب ڏي سڏيو ٿو وڃي ته اهو انهن جا فيصلا ڪري ته انهن جو گروهه منهن ڦيري ٿو ڇڏي ۽ اهي منهن موڙيندڙ آهن

## عورتن کي آزادي ڏياريندڙ قرآني آيت جي غلط تفسير جي درستي

قرآن حڪيم جي سورت تڪوير ۾ آيت نمبر ٨-٩-١٠ اندر فرمايو ويو آهي ته واذاالموؤدة سئلتO باي ذنب قتلتO واذاالصحف نشرتO يعني جنهن ڏينهن جيئري پوريل عورتن کان سوال ڪيو ويندو، ته ڪهڙي سبب توهان کي قتل ڪيو ويو ۽ انهيءَ صورتحال خلاف جڏهن اخبارون ۽ رسالا نشر ڪيا ويندا يا پکيڙيا ويندا، ته انهن آيتن جي صحيح تفسير معنيٰ ۽ مفهوم هي آهي ته انقلاب واري ڏينهن، انصاف ۽ عدالت واري ڏهاڙي، انهن قيد ڪيل عورتن، بند ۾ ڪوٺن ۾ گهرن ۾ واڙيل عورتن، جن جي ٻاهر نڪرڻ تي تعليم لاءِ، علاج لاءِ، ضروري حاجتن لاءِ روزگار وغيره لاءِ بندش وڌل هئي، پابندي لاڳو ڪيل هئي، انهن کان سوال ڪيو ويندو. پڇيو ويندو ته توهان تي اهابندش اهو قيد ڪهڙي ڏوهه ڪري ڪهڙي خطا ڪري لڳايو ويو هئو. اها پابندي ته اوهان کي قتل ڪرڻ برابر آهي، پوءِ عورتن جي انهي حق تلفي سبب، اهڙي ظلم خلاف، پابندي خلاف، ملڪي اخبارون ۽ رسالا احتجاج ڪندا ته اهي قيد بند ٽوڙيا وڃن ۽ عورتن کي آزادي ڏني وڃي، اسان کي هتي هن حقيقت لکڻ مان هي مقصد آهي ته قرآن حڪيم جي معنيٰ ۽ تفسير، مٿي لکيل ۽ ڇاٽايل آيتن جو نهايت غلط نموني لکيو ۽ مشهور ڪيو ويو آهي ۽ بيان ڪيو ويندو رهي ٿو، ان جو ڪجهه تفصيل هن طرح آهي ته عورتن کي نبي سائين جي زماني ۾ ڪنهن سان پرٺائڻ بدران زمين ۾ ڪڏ کوٽي جيئري پوري ڇڏيندا هئا. ڪنهن کي سنگ ڏيئي، پرٺائڻ سان پنهنجي توهين، گهٽتائي ۽ هلڪڙائي تصور ڪندا هئا. جيڪو غلط آهي. انهيءَ مفهوم کي سچي ڪرڻ لاءِ حديثون به ناهيون ويون آهن اهو حديثن جي ناهڻ جي ڳالهه اسان هن



ڪري چئون ٿا ته اهڙي تفسير ڪرڻ وارا چون ٿا ته اهو سوال جواب قيامت جي ڏينهن ٿيندو جڏهن ته آيت نمبر ١٠ ۾ آهي ته عورتن مٿان قيد ۽ بند خلاف سڄي صحافت سراپا احتجاج بڻجي ويندي پوءِ جيڪڏهن زمين ۾ ڪڏ کوٽي پورڻ واري ڳالهه صحيح هجي ۽ ان بابت پڇاڻو قيامت ڏينهن ٿئي ته پوءِ اخبارون ۽ رسالا الائي دوزخ مان شايع ڪيا ويندا الائي بهشت مان جيڪڏهن دوزخ ۾ پريس جي سهولت نه هجي ۽ بهشت ۾ صحيفا ڇاپيا ويندا ته پوءِ اهي اخبارون ۽ رسالا ڪهڙا هاڪر ڪٿي وڃي دوزخ ۾ عورتن مٿان ظلم ڪندڙن وٽ پهچائي ايندا. اصل ۾ انقلاب دشمن طاقتن قرآن پاڪ جي غلط تعبير ۽ تفسير ٺهرايو آهي. سماجيات جا ماهر ڄاڻن ٿا ته معاشري مان عورتن جي حيثيت کي ختم ڪرڻ جاگيرداري نظام ۽ سرمائيدارانه ضرورتن خاطر ٿيو آهي ان ڪري قرآن پاڪ طرفان جيڪا ڳالهه گهرن ۾ عورتن کي قيد ڪري رکڻ خلاف چئي وئي ۽ سمجهايو ويو ته انقلاب جي ڪاميابي واري ڏينهن انهن بند ۾ رکيل عورتن کي ميدان تي آڻي بند ڪرڻ وارن تي ڪلي عدالت ۾ ڪيس هلايو ويندو ۽ ملڪ جو دانشور طبقو ۽ اهل قلم انهيءَ ظلم خلاف احتجاج ڪندا، جيڪو ڪنهن حد تائين هن وقت جاري به آهي. انهي سڄي روئداد جو تعلق هن دنيا سان آهي. يعني قرآن انقلابي جماعت وارن جو احوال ٻڌائي ٿو ته اهي انهي ظلم ۽ قيد بند خلاف به ڏنڊو ڪڍندا عورتن کي آزادي وٺي ڏيندا. مون کي ان آيت جي تفسير بابت جناب ڊاڪٽر محمد صالح ميمڻ صاحب ٻڌايو ته ڪيس انگلينڊ جي هڪ يهودي پروفيسر ٻڌايو، يا ان جي ڪا لکت پڙهيائين ته ان جو مؤقف هي هو ته قرآن پاڪ ۾ سورت تڪوير جي آيت نمبر ٨ ۽ ٩ جي هي معنيٰ ته عرب پنهنجي نياڻين کي جيئري ڪڏ کوٽي زمين ۾ پوري ڇڏيندا هئا، مسلمان اها معنيٰ غلط ٿا ڪن. پروفيسر صاحب پنهنجي مؤقف جي تائيد ۾ هي دليل بيان ڪري پيو ته قريشن جي جنهن سماج ۾ بي بي خديجة الڪبريٰ هڪ بين الاقوامي واپار جي ڪمپني جي مالڪ هجي ۽ مالداري ۾ ڪنهن به سردار کان گهٽ نه هجي ۽ بي بي هند عورت ٿي ڪري به راڄوٽي فيصلن واري جرگي جي

ميمبر هجي ۽ ٻاهر اچي مردان خاني ۾ قومي فيصلن ۾ ويهي، ۽ فيصلا
جاري ڪري اهڙي مرتبي تي فائز عورتن جي هوندي سوال ئي پيدا نٿو
ٿئي ته ڪو شخص ڏيئرن ڪي جيئري زمين ۾ پوري سگهي، ته اهڙي
صورت ۾ ان آيت جي هيءَ معنيٰ صحيح قرار ڏيندي ته عورتن ڪي گهرن
۾ محلاتن ۾ ڪوٺن ۾ بند رکڻ خلاف انقلابي جماعت. انقلاب جي
ڪاميابي وقت احتساب ڪندي ۽ ملڪي ميڊيا انهي ظلم ۽ جبر خلاف
آواز اٿاريندي، اهو سڀ ڪجهه هن دنيا ۾ ٿيندو. دقيانوسي ۽
جاگيردارن جي نوازيل مفسرن انهيءَ آيت جو هي غلط تفسير ڪيو آهي
ته اهو هن دنيا جي فنا ٿيڻ کان پوءِ آخرت واري جهان ۾ قيامت ڏينهن
پيڇاڻو ٿيندو، اهو هن لاءِ لکيو آهي ته مسلمانن جي ڪابه انقلابي
جماعت عورتن جي حقن ۽ آزادي جي مسئلي ڪي هن دنيا واري جهان
جو مسئلو قرار ڏيئي، پنهنجي منشور ۾ شامل نه ڪري، نه ئي ان لاءِ
ڪا جدوجهد ڪري، افسوس آهي جو هڪڙو غير مسلم يهودي ته
قرآن جي آيت جي صحيح مفهوم تائين رسائي حاصل ڪري وڃي ٿو، پر
مسلمان عالم انهيءَ کان عاجز ۽ قاصر آهي، اسان جي نظر ۾ انهيءَ جو
هڪ خاص سبب آهي، اهو هي ته غير مسلم قرآن مجيد ڪي براه راست
سڌوسنئون پڙهي ٿو ۽ مسلمان گهڻو ڪري ته قرآن ڪي ويجهو ئي
ڪونهي، جي پڙهي به ٿو ته حديثن جي شان نزول واري عينڪ سان
پڙهي ٿو. جيڪي حديثون ٽين صدي ۾ لکيون ويون سي به اهل فارس
وارن لکيون جن جي سازش سان خلافت راشده جا ٽي خليفا حضرت
عمر فاروق حضرت عثمان سائين ۽ حضرت علي ڪرم الله وجهه شهيد
ٿيا، بجا طور پوئين دور جي تمام مڃيل عالم دين شاه ولي الله دهلوي
پنهنجي مشهور ڪتاب فوز الڪبير في اصول التفسير ۾ لکيو آهي ته قرآن
حڪيم ڪي سمجهڻ لاءِ جيڪي حديثون شان نزول طور لکيون ويون
آهن انهن کان پاسو ڪرڻ گهرجي، اهي قرآن فهمي جي اصل منزل تائين
نٿيون پهچائي سگهن ۽ قرآن سمجهڻ ۾ رڪاوٽ آهن. ●

## طلاق

[قرآن حڪيم جي قانون مطابق زال ۽ مڙس ڪي
طلاق جي معاملي ۾ هڪ جيترا اختيار آهن]

مسلمانن جو سماجي ۽ معاشي سلسلو جيتري تائين قرآن حڪيم
جي قانون مطابق رهيو ايتري تائين هو فاتح عالم ۽ انسانيت جا امام ۽
رهبر ٻڻيا رهيا. جڏهن کان وٽي انهن قرآني قانون تي عمل ڪرڻ ڇڏي
ڏنو ۽ هٿرادو جوڙيل علمن ذريعي قرآن جهڙي خدائي قانون ڪي به
منسوخ ڪري ڇڏيائون، تڏهن کان وٽي سندن عروج ۽ ڪمال، زوال
پذير ٿي ويو. امام انقلاب عبيدالله سنڌي مسلمانن جي ترقي وارو
عرصو چار سئو سال لکيو آهي ۽ ٻڌايو اٿن ته انهيءَ کان پوءِ جو دور
اڄ تائين زوال پذير ٿي رهيو آهي. امام سنڌي ترقي جو سبب قرآني علم
تي هلڻ ڄاڻايو آهي ۽ زوال جو سبب قرآن جو علم ڇڏي ٻين هٿ
ٺوڪين علمن تي هلڻ ڪي ڄاڻايو آهي. ان مختصر اجمال جو تفصيل
تمام وڏو آهي. جنهن ۾ زندگي جا تمام گهڻا موضوع آهن. پر اسان
هت صرف گهريلو زندگي جي به گهڻن سارن مسئلن مان صرف زال ۽
مڙس جي اڻ ٻڻت سبب جڏهن نوبت طلاق تي وڃي پهچي ۽ ان کان
سواءِ ٻيو ڪو چارو نه رهي، ان تي ٻه اکر لکڻ چاهيون ٿا. سو به ان
ڪري ته قرآن حڪيم جي طرفان ان مسئلي ۾ رهنمائي ۽ هدايت جي
خلاف اسلام جي نالي غلط پاليسي ٺاهي هلائي وڃي پئي، جنهن ۾
مذهبي فقه جي حوالي سان مسئلا هن طرح ڄاڻايا ۽ مشهور ڪيا ويا
آهن ته عورت ڪي مرد وانگر طلاق ڏيڻ جو اختيار ڪونهي ڪو ۽ ان
جي ڀيٽ ۾ مڙس ڪي اهڙو هر طرح سان مڪمل اختيار آهي ته هو
جڏهن چاهي ڪاوڙ ۾ يا ٺوڳ مذاق ۾، سبب سان يا بي سبب جڏهن
وٽيس طلاق ڏيئي سگهي ٿو. جڏهن ته قرآن حڪيم انهيءَ بابت تمام

تفصيلي ۽ پڌريون هدايتون بہ ڏنيون آهن تہ زال مڙس جي وچ ۾ ڦيٽاج پوڻ مهل ٻنهي مان ڪنهن کي بہ پاڻمرادو طلاق ڏيڻ جو اختيار ۽ حق ڪونهي ڪو. اهڙي صورتحال پيش اچڻ مهل ٻنهي ڌرين جا امين ۽ عيوضي مقرر ڪيا ويندا. پوءِ اها ٻہ رڪني ڪاميٽي ٻنهي ڌرين جا اختلاف ٻڌي پرکيائين تہ اصلاح ۽ ٺاهہ جي ڪوشش ڪندي، جڏهن صفا اصلاح ڪرڻ ڏکيو ٿي پوي، پوءِ لاچار اها ڪاميٽي طلاق جو فيصلو ڪندي، نہ ڪي زال يا مڙس. پوري قرآن مجيد ۾ مرد کي اڪيلي سر پاڻمرادو طلاق ڏيڻ جو اختيار ڪٿي بہ لکيل ڪونهي ڪو. پڙهي ڏسو سورت النساء جي آيت نمبر ٣٥ فان خفتم شقاق بينهما فابعثوا حكمامن اهله و حكمامن اهلها ان يريدا اصلاحا يوفق الله بينهما ان الله كان عليما خبيرا○ يعني جيڪڏهن اوهان زال مڙس وچ ۾ ڦيٽاج کان ڊڄو تہ ٻنهي ڌرين جا امين مقرر ڪري (ڪاميٽي ويهاريو) جيڪڏهن اهي صلح جي نيت رکندا هوندا تہ الله بہ انهن کي توفيق ڏيندو. طلاق جي معاملي ۾ عورت کي پنهنجي مڙس خلاف زيادتين ۽ شڪايتن جي رپورٽ ۽ فرياد پيش ڪري عدالت کان طلاق وٺي ڏيڻ جو اختيار ۽ حق بہ قرآن پاڪ ڏنو آهي. پڙهي ڏسو سورت المجادلة آيت نمبر هڪ قد سمع الله قول التي تجادلک في زوجها و تشتكي الي الله والله يسمع تحاوركما ان الله سميع بصير○ يعني بيشڪ ٻڌو الله سائينءَ گفتگو انهيءَ عورت جو جيڪا پنهنجي مڙس جي باري ۾ توسان جهڳڙو پئي ڪري ۽ الله جي آڏو (جيڪو هاءِ اٿارٽي آهي) پنهنجو ڪيس ۽ فرياد رجسٽر ڪرائڻ گهري پئي ۽ الله (جيڪو سپر پاور ۽ سپريم اٿارٽي آهي ان پنهنجي نبي کي اطلاع ڪيو ڪيس پهتو ۽ رجسٽر ٿي ويو) فريادي عورت ۽ توهان جي گفتگو ٻڌي ورتي تحقيق الله ٻڌندڙ ۽ ڏسندڙ آهي. اهڙي ڦڏي مهل جڏهن جو زال مڙس ۾ ٺاهہ نہ ٿي سگهي ۽ طلاق ڏيڻ ضروري ٿي وڃي تہ قرآن حڪيم طلاق ڏيڻ جي طريقہ ڪار جي بہ تعليم سيکاري آهي. پڙهي ڏسو سورت البقره آيت نمبر ٢٢٩ الطلاق مرتان فامساک بمعروف اوتسريح باحسان ولايحل لكم ان تاخذوا مما آتيتموهن شيئا الا ان يخافا ان لايقيما حدود الله فان خفتم ان لايقيما



حدود الله فاولآئک هم الظالمون○ يعني طلاق ٻہ ڀيرا آهي، پوءِ مناسب نموني پاڻ وٽ وري رکي، يا احسان (۽ چڱائي واري نموني) ڇڏي ڏئي. ۽ اوهان مردن لاءِ هي حلال ڪونهي تہ انهن کي توهان جي طرفان ڏنل مال ملڪيت مان ڪجهہ بہ موٽائي وٺو (اهو ان صورت ۾) جڏهن اوهان کي الله جي قانونن ۽ حدن کي اورانگهڻ ۽ انهن جي ڀڃڪڙي جو انديشو نہ هجي، پر جي اوهان ڊڄو ٿا تہ الله جي حدن ۽ قانونن تي عمل ڪري نہ سگهندو تہ پوءِ ان ۾ ڪوبہ حرج ڪونهي ٻنهي زال مڙسن تي ان ۾ تہ زال جيڪا شيءِ بہ عيوض ۾ فديي ۾ ڏئي تہ اها ڏئي وٺي سگهن، اهي الله جون حدون ۽ قانون آهن، انهن کي متان اورانگهيو، جيڪو بہ الله جي قانونن جي ڀڃڪڙي ڪندو پوءِ اهي ظالمن مان ڳڻيا ويندا. ڪن ماڻهن کي دماغ ۾ ان وقت ڦيري اچي ويندي آهي جڏهن ڪا پنهنجي زال کان شڪل ۽ صورت ۾ ڪا وڌيڪ موچاري صورت واري مائي کي گهر ۾ آڻي پهرين زال کي طلاق ڏيندا آهن، اهڙي موقعي تي قرآن حڪيم جو حڪم آهي تہ جيڪڏهن پهرين گهر واري کي مهر جي طور جيتري بہ رقم يا ڪٽي سون جو ڪو وڏو ڍير بہ ڏنو هجي تہ ان کي طلاق ڏيڻ مهل ڪيس ڏنل مهر مان ڪجهہ بہ واپس وٺڻ جو مڙس کي اجازت نہ آهي. پڙهي ڏسو سورت النساء آيت نمبر ٢٠ ۽ ٢١ وان اردتم استبدال زوج مكان زوج وآتيتم احداهن قنطارا فلا تاخذوا منه شيئا اتا خذونه بهتانا واثما مبينا○ وكيف تاخذونه وقد افضي بعضكم الي بعض و اخذن منكم ميثاقا غليظا○ مٿي اسان سورت النساء جي حوالي سان جيڪا هي ڳالهہ لکي آيا آهيون تہ زال مڙس ۾ اختلاف مهل ٻنهي ڌرين جا هڪ هڪ امين گڏجي ويهي فيصلو ڪندا، تہ پوءِ عالمن سڳورن قرآن جي انهيءَ حڪم خلاف مڙس کي امين بڻائڻ کان پوءِ بہ طلاق ڏيڻ جو اڪيلي سر اختيار ڪهڙي علم ۽ ڪهڙي دليل سان ڳولي هٿ ڪيو آهي. چاڻڻ گهرجي تہ ڪنهن بہ مسئلي ۾ جڏهن قرآن پاڪ فيصلو ٻڌائي ڇڏي تہ پوءِ ان جي مقابلي ۾ ڪنهن جي بہ فيصلي ۽ علم جي حيثيت ۽ اهميت قبول نہ ڪئي ويندي، ڇو تہ قرآن سپريم لا آهي.

●

## قرآن جو معاشي نظام

قرآن پاڪ جي شروعات سورت فاتحه سان ٿئي ٿي، ان جي پهرين آيت آهي الحمد لله رب العالمين○ هن آيت جي پهرين حصي جو مطلب معنيٰ هڪ قسم جي دعويٰ آهي، اعلان آهي ته هر قسم جي حمد ۽ ثناهر زماني ۾ الله لاءِ خاص آهي ۽ آيت جي ٻئي حصي جي معنيٰ ۽ مفهوم، پهرين حصي واري دعويٰ ۽ اعلان جو دليل ۽ ثبوت آهي، يعني الله جو حمد ۽ ثنا ان ڪري آهي جو هو جهانن جو پوري ڪائنات جو پالڻ وارو آهي. هاڻي دنيا جهان جي حڪومتن ۽ اقتداري قوتن دانشورن، عالمن، جو فرض آهي، ذميداري آهي ته هو جهانن ۾ رهندڙ مخلوق جي پرورش جو صحيح برابر ضرورت موافق نظام ناهن ۽ هلائين. جيڪڏهن ڪنهن به انهي راهه ۾ ربوبيت ۽ پرورش جي عمل ۾ استحصال ۽ذخيري اندوزي جهڙي حرڪت ڪئي ۽ ڪن جاندارن جي محروميءَ جو سبب بڻيو، ته ان جو اهو عمل الحمدلله جي دعويٰ ۽ اعلان جي انڪار برابر چئبو، ان جو رد چئبو، بلڪ سڌي طرح سمجهڻ گهرجي ته جو به شخص ڪائنات جي حق رهبيت ۾ خلل وجهندو رڪاوٽ وجهندو، ڪنهن جي محروميءَ جو سبب بڻبو ته ان رڪاوٽ وجهندڙ جڻ الله جي ربوبيت اڳيان بند ٻڌو، الله سان جڻ ته بغاوت ڪئي، بلڪ اعلان جنگ ڪيو. پڙهي ڏسو سورت بقره جي آيت نمبر ۲۷۸ ۽ ۲۷۹ يا ايها الذين آمنوا اتقو الله وذروا مابقي من الربوا ان ڪنتم مؤمنين فان لم تفعلوا فاذنوا بحرب من الله ورسوله وان تبتم فللم رؤس اموالڪم لاتظلمون ولاتظلمون يعني اي ايمان وارو! الله کان ڊڄو، واڌي وٺڻ ۽ وياج وٺڻ ڇڏي ڏيو. جيڪڏهن توهان پاڻ کي مؤمن سڏيو ٿا ۽ سمجهو ٿا ۽ پوءِ جيڪڏهن توهان واڌي ۽ وياج وٺڻ نه ڇڏيو، بند نه ڪيو، ته پوءِ اعلان جنگ سمجهو الله ۽ ان جي رسول طرفان ۽ جيڪڏهن جنگ نه تا



ڪريو ۽ خدا رسول سان وڙهڻ کان توبه تا ڪريو ته پوءِ اصل موڙي وٺڻ جو اوهان کي حق ڏجي ٿو، نه ظلم ڪريو، نه وري ظلم سهو.
آئون هن مضمون ۾ وڏي ڊيگهه ڪرڻ بدران صرف قرآن شريف جي بنيادي هدايتن تي اڪتفا ڪيان ٿو، اميد آهي ته سمجهدار ماڻهو اسلامي نظام معيشت لاءِ ان مان وڌيڪ علمي ضرورتون پوريون ڪري ويندا.
پهريائين هي ڳالهه سمجهي ڇڏڻ گهرجي ته رزق جي ڪشادگي الله جي نعمتن مان آهي ۽ رزق جي تنگي بک ۽ خوف الله جو عذاب آهن. پڙهي ڏسندا سورت نحل آيت ۱۱۲ وضرب الله مثلا قرية ڪانت آمنة مطمئنة يا تيها رزقها رغدا من ڪل مڪان فڪفرت بانعم الله فاذا قهاالله لباس الجوع والخوف بما ڪانوا يصنعون○ يعني الله هڪڙي علائقي وارن جو مثال بيان فرمائي ٿو، جن کي اڻ مٽي چئني ڪنڊن کان وڏي ڪشادگي سان پئي روزي ملندي هئي، پوءِ انهن الله جي نعمتن جي وڏي ناشڪري ڪئي، پوءِ انهن ڪرتوتن عيوض الله انهن کي بک ۽ خوف بيجي ڇڏين،
قرآن پاڪ نظام معيشت کي ربوبيت عالم يعني جهان وارن لاءِ هڪجهڙائي جي بنياد تي قائم ڪرڻ لاءِ بنيادي طور هڪ فلسفو سمجهايو آهي، ته اوهان وٽ جيڪا به ڌن دولت آهي، ان ۾ اوهان جو ڪوبه ڪمال ڪونهي اها رب جي عطا سبب آهي ان ڪري ان کي ضرورت جي جاءِ تي خرچ ڪرڻ مهل ڪنجوسي ۽ تنگ دستي نه ڪيو. سورت نحل جي آيت ۵۳ ۾ آهي ته ومابڪم من نعمة فمن الله يعني اوهان وٽ جيڪي به نعمتون آهن اهي الله طرفان ئي اوهان کي مليون آهن. ان جو تفصيل تمام وڏو آهي يعني اوهان کي پيدا ڪرڻ صحت بخشڻ زمين جي خزانن ۽ فصلن کي موافق موسمون ڏيڻ وغيره. ۽ انقلابي مؤمن متقي شخص، اهو آهي جو ڪيس مليل رزق جي حصي مان هو نظام ربوبيت قائم ڪرڻ لاءِ خرچ به ڪندو رهي. سورت بقره آيت ۳ ممارز قناهم ينفقون ۽ سورت منافقون جي آيت نمبر ۱۰ ۾ آهي ته وانفقوا ممارز قناڪم من قبل ان ياتي احدڪم الموت يعني مرڻ کان اڳي اسان جي ڏنل رزق مان خرچ ڪريو رب سائين اهڙن خرچ ڪرڻ وارن کي سمجهائي ٿو ته جيڪڏهن اوهان رزق ۽ پنهنجي حصي مان فلاحي

حڪومت قائم ڪرڻ لاءِ، برابري واري نظام معيشت قائم ڪرڻ لاءِ، جيڪڏهن ائين خرچ ڪندا رهيا تہ ائين سمجهو اهو اوهان جو اسان ڏي قرض ٿيو، جيڪو اسان اوهان کي پورو جو پورو موٽائي بہ ڏينداسون. پڙهي ڏسو سورت حديد آيت ١٨ ان المصدقين والمصدقات واقرضوا الله قرضا حسنا يضاعف لهم ولهم اجركريم○ يعني نظام ربوبيت ۽ برابري جي بنيادن تي نظام حڪومت ٺاهڻ لاءِ انقلاب آڻڻ واسطي جيڪي مرد ۽ عورتون پنهنجي مال مان صدقو ڏيندا تہ پوءِ انهي فلاحي رياست ٺهڻ سان ئي اسان انهن خرچ ڪندڙن کي ٻيڻ تي وڌائي ڏينداسون، جيئن قرض موٽائي ڏبو آهي، بلڪہ اهو بہ اصل کان وڌائي موٽائي ڏينداسون. سورت بقره جي آيت ١٩٥ ۾ رب پاڪ فرمائي ٿو تہ وانفقوا في سبيل الله ولا تلقوا بايد بكم الي التهلكہ يعني الله جي قانون واري حڪومت قائم ڪرڻ لاءِ خرچ ڪريو جيڪڏهن خرچ نہ ڪندؤ ۽ اهڙي فلاحي حڪومت قائم نہ ڪندؤ تہ ڄڻ توهان پنهنجي هٿن سان پاڻ کي هلاڪ پيا ڪريو، ان هلاڪت جو تفصيل بہ قرآن ڏسيو آهي پڙهي ڏسو سورت محمد آيت نمبر ٣٨، ها انتم هؤ لاء تدعون لتنفقون في سبيل الله فمنكم من يبخل ومن يبخل فانما يبخل عن نفسه والله الغني وانتم الفقرآء وان تتولوا يستبدل قوما غير كم ثم لايكونوا امثالكم○ يعني توهان جو حال اهو آهي جو جڏهن توهان کي سڏيو وڃي ٿو تہ الله جي قانون کي قائم ڪرڻ لاءِ خرچ ڪريو جيڪي توهان مان ڪنجوسي ٿا ڪن اهو انهن جو فعل آهي ۽ اوهان چٽرون ٿا ڪيو تہ توهان ڪتا آهيو، سچا ٿيا آهيو. هاٿي الله جي نالي خيرات پيا گهرو، تہ انهن انقلابين پاران چٽرون ڪندڙن کي الله سائين جواب ڏئي ٿو تہ: الله سچو ڪونہ ٿيو آهي. اهو بيپرواهہ آهي. محتاج توهان آهيو. انقلابتوهان جي ضرورت آهي. جيڪڏهن اوهان پنهنجي پلي واري انقلاب آڻڻ کان منهن موڙيندو تہ پوءِ ياد رکو توهان جي ڌرتي اهڙن پرڪارن سبب اوهان کان کسجي ويندي ۽ اوهان جي بدران ڪنهن ٻي قوم جو قبضو ٿي ويندو پوءِ اهي ٻي قوم جا قبضي ڪرڻ وارا اوهان جهڙا (ڪنجوس بخيل ۽ انقلاب دشمن) نہ هوندا سورت ليل جي آيت ١٨ ۾ رب سائين فرمائي ٿو تہ



"الذي يوتي ماله يتز كي" يعني جيڪو مال خرچ ڪندو اهوئي ترقي ڪندو ۽ وڌندو. سورة حديد آيت نمبر ١٠ ۾ رب سائين فرمائي ٿو تہ ومالكم الاتنفقوا في سبيل الله ولله ميراث السموت والارض لايستوي منكم من انفق من قبل الفتح و قتل اولئك اعظم درجة من الذين انفقوا من بعد وقتلوا وكلا وعدالله الحسنيٰ والله بما تعملون خبير (ڪي ماڻهو قرآن شريف کي مڪمل طور غير سياسي ۽ رهبانيت واري مفهوم ڏي استعمال ڪندا آهن ۽ چوندا آهن تہ قرآن جو حڪومتن ٺاهڻ ۽ ڊاهڻ ۽ هلائڻ سان ڪوبہ واسطو ناهي. اهي دنياداري جون ڳالهيون آهن، پر اهو سراسر غلط آهي) مٿئين آيت جو ترجمو هن طرح آهي. توهان کي ڇا ٿي ويو آهي، جو الله جي قانون قائم ڪرڻ واري رستي ۾ خرچ نٿا ڪريو آسمانن ۽ زمين جو ورثو ۽ ترڪو الله جو آهي. توهان مان جيڪي (انقلاب لاءِ) فتح ڪرڻ کان اڳ ۾ خرچ ڪن ٿا ۽ لڙائي ڪن ٿا اهي تمام وڏي مرتبي وارا آهن. انهن کان درجي ۾ انهن ماڻهن سان برابر نہ سمجهو جن انقلاب ۽ فتح کان پوءِ مال خرچ ڪيو ۽ لڙائي ڪئي. سڀن کي سهڻي انجام جو الله واعدو ڪيو آهي. اهو اوهان جي ڪمن جو ڄاڻڻ وارو آهي. سورة بقره جي آيت نمبر ٢١٩ ۾ رب سائين فرمائي ٿو ويسئلونك ماذا ينفقون قل العفو كذالك يبين الله لكم الايت لعلكم تتفكرون هن آيت ۾ تمام وڏي ڳالهہ ٻڌائي وئي آهي تہ اسان کي پنهنجي ڪمائي مان ڪيترو ڪجهہ خرچ ڪرڻ گهرجي. قرآن پاڪ سمجهايو تہ اي نبي توکان تنهنجا ساٿي سوال ڪن ٿا تہ اسان ڇا خرچ ڪريون، تون ٻڌائي ڇڏين تہ توهان جي ضرورت کان مٿي هر بچت شيءِ خرچ ڪري ڇڏيو اها توهان جي ناهي. اڳتي قرآن ٻڌائي ٿو تہ ڏسو تہ ڪيئن نہ الله پنهنجي آيتن کي کولي بيان ڪري ٿو. انهيءَ لاءِ تہ اوهان غور ۽ فڪر ڪريو. آئون سمجهان ٿو تہ انهن لفظن سان رب سائين انهن ماڻهن جي حرڪتن ۽ سازشن کي رد ڏيڻ گهريو آهي. جن اڳتي هلي ڪري سرمائيداري کي ۽ دولت جي ذخيره اندوزي کي تحفظ ڏيڻ لاءِ ڪوڙيون حديثون ٺاهي هي مشهور ڪيو تہ ڪنهن مقرر نصاب کان وڌيڪ پئسن ۽ مال تي چاليهين پتي سال ۾ هڪ ڀيرو ڏيڻ کان

پوءِ باقي مال پاڪ ٿي وڃي ٿو. حلال ٿي وڃي ٿو. اهو نصاب قرآن جي خلاف آهي، قرآن ته هر بچت شئي کي جڏهن تڏهن هر وقت خرچ ڪرڻ جو حڪم ڏيئي ٿو. سال ته وڏي ڳالهه آهي مهينو به وڏي ڳالهه آهي، قرآن جو اهو احتساب ۽ حڪم هر روز جي لاءِ آهي. جڏهن هر ڪمائيندڙ ماڻهو قرآن جي انهي حڪم تي عمل ڪندو ته پوري معاشري ۾ غربت، بک، سڃائي ختم ٿي ويندي. ماڻهو اعتراض ٿا ڪن ته ڪمايل موڙي اسان جي، ورهاست ان جي وري ڪو ٻيو ڪري، يا اسان جيڪڏهن گهڻو ڪمائي ويا آهيون ته اها اسان جي هوشياري آهي ۽ ذهني صلاحيت آهي اسان ذات وارا آهيون. هنر ۽ فن وارا آهيون، ڊاڪٽر ۽ انجنيئر آهيون، اسان جي ڪمائيءَ مان زوري ڦري ان ڇٽ ٻي هنر جي ڪوٽ ڇو ٿا پوري ڪريو، سڀ ڪو پنهنجي ڪمائي مان کائي، اهڙي سوچ جو قرآن پاڪ رد ڪيو آهي. سورت زخرف ۾ فرمائي ٿو آيت ٣٢ ته اهم يقسمون رحمت ربک نحن قسمنا بينهم معيشتهم في الحيواة الدنيا ورفعنا بعضهم فوق بعض درجات ليتخذ بعضهم بعضا سخريا جيئن رزق روزي الله جي رحمت آهي، سو فرمائي ٿو ته اهي ڪير ٿيندا آهن تنهنجي پالڻهار جي رحمت کي ورهائڻ وارا، اسان دنيا جي حياتي ۾ انهن جي گذر سفر جي تقسيم ۽ ورهاست ڪئي آهي ۽ ڪنداسون (جيڪا برابري جي بنياد تي هوندي) باقي صلاحيتن جي گهٽ وڌ جو دليل، ڄاڻ ۽ هنر جي گهٽ وڌ جو دليل، ته ان جي جواب ۾ رب سائين فرمائي ٿو ته اهو اسان انسانن جي ذهنن ۾ تفاوت پاڻ ڪيو آهي، جنهن جو مقصد هي آهي ته ذهني معيار جي گهٽ وڌ ڪرڻ ڪري تابعداري جي ضرورت کي پوري ڪرڻ لاءِ ائين ڪرڻ ضروري آهي، هڪڙا ماڻهو جيڪڏهن ٽيڪنيشن ۽ انجنيئر آهن ته ڪو اهڙو به هجي جو بار کڻڻ لاءِ به ڪم اچي، چوڪيداريءَ لا به ڪو ڪم اچي، هڪڙا ماڻهو ذهني مهارت وارا باريڪ باريڪ ڪم ڪري ڄاڻن ته هڪڙا اهڙا به هجن جيڪي تنور تي ماني پچائڻ جي ڊيوٽيءَ تي به راضي ٿي وڃن، هڪڙا بالادست هوندا ته هڪڙا زيردست هوندا، هڪڙا ڪمانڊر هوندا ته هڪڙا سپاهي هوندا، هڪڙا سائنسي ايجادن لاءِ سوچيندڙ ۽ ليبارٽرين ۾ ريسرچ ڪرڻ وارا



هوندا، ته هڪڙا ڀني ڪاهڻ وارا به گهرجن. ذهني تفاوت گهٽ وڌائي رب پاڪ دنيا جي وهنوار کي هلائڻ لاءِ ڪئي آهي، باقي کائڻ چوڙڻ رهائش، علاج جي سهوليتن ۾ سڀ برابر هوندا، انجنيئر به ته حمالي ۽ پٽيوالو چوڪيدار به پڙهي ڏسو سورت نحل آيت نمبر ٧١ والله فضل بعضکم علي بعض في الرزق فماالذين فضلوا برادي رزقهم علي ماملکت ايمانهم فهم فيه سواء افبنعمت الله يجحدون○ يعني رب سائين ڪن ماڻهن کي ڪن جي مٿان فضيلت ڏني آهي (صلاحيتن جي لحاظ سان) پوءِ جيڪي وڏيڪ ميرٽ سبب گهڻو ڪمائي ٿا وڃن، ته پوءِ اها واڌي موٽائي ڏين پنهنجي زيردستن ۽ ماتحتن کي انهي ڪري جو اهي (ضرورتن جي معاملي ۾) هنن سان برابر آهن. ان ڪري رزق ۾ برابري هلندي، ڄاڻڻ گهرجي ته رزق جو بنيادي سرچشمو زمين آهي، ان لاءِ رب پاڪ سورت حم السجده جي آيت نمبر ١٠ ۾ فرمايو آهي سواء للسائلين○ يعني اها زمين ضرورتمندن ۾ برابري جي بنياد تي ورهائي ويندي ۽ سورت الرحمان جي آيت نمبر ١٠ ۾ فرمان آهي ته والارض وضعها للانام○ يعني زمين کي ماڻهن لاءِ جوڙيو ويو آهي. مطلب ته سرمائيداري ۽ جاگيرداري کي رب سائين ليس للانسان الاماسعي سان ڪاٽي ختم ڪري ڇڏي ٿو ۽ جيڪو به چور بازاري ۽ ذخيره اندوزي ڪندو ان لاءِ حڪم آهي ته يوم يحمي عليها في نارجهنم فتکوي بها جباههم وجنوبهم وظهو رهم هذا ماکنزتم لانفسکم فذوقوا ماکنتم تکنزون○ سورت توبه آيت ٣٥ يعني اهو ڏينهن به ايندو جو سون چانڊي ۽ ذخيرو ڪري لڪايل مال دولت کي دوزخ جي باهه ۾ تپائي ان سان دولتمند صاحب، کي ڏنب ڏنا ويندا پيشانين تي پاسيرين تي پٺن تي ۽ انهن کي چيو ويندو ته هي اوهان جي اها پياري دولت آهي جيڪا اوهان پنهنجي لاءِ سانڍي رکي هئي هاڻ ان جو مزو چکي ڏسو. ●

## پيري مريدي

پيري مريدي حضور ﷺ جي زماني ۾ نظر ڪانه ٿي اچي، اهڙي نموني اصحاب ڪرام جي زماني ۾ به ناپيد آهي. اها شيءِ ايرانين اهل فارس جي عجمي ماڻهن اچي ڪري اسلام ۾ خانقاهن نالي ڪولي، اهو ادارو پڻ غير قرآني آهي. انهيءَ چور دروازي مان اسلام ۾ ظاهر ۽ باطن جي ورچ ڪئي وئي آهي ۽ اسلام کي ٻن خانن ۾ ورهايو ويو آهي، جڏهن ته دين اسلام جو مرڪز قرآن آهي قرآن پاڪ لاءِ رب سائين ڪافي جاين تي ٻڌايو آهي ته هي ڪتاب عربي مبين ۾ نازل ٿيو آهي، هي ڪتاب مبين آهي، قرآن نور مبين آهي، هي ڪتاب تبياناً لڪل شئي آهي. قرآن بيان للناس آهي، وحي سلطان مبين آهي، وحي جي رهنمائي حق المبين آهي. انهيءَ ڪان سواءِ قرآن پاڪ اندر ڪيترين ئي جاين تي قرآن حڪيم کي نور مبين سڏيو ويو آهي. نور علي نور سڏيو ويو آهي. ڪتاب منير سڏيو ويو آهي، ته جيڪو ڪتاب پاڻ نور ۽ روشن آهي پاڻ ٻين کي روشني بخشيندڙ آهي. ان جو سمجهايل دين به ته ڪليل هدايت وارو هوندو، ان ۾ ڪهڙا راز ۽ ڳجهه ۽ باطني حصا ۽ قسم هوندا. اسلام ۾ خانقاهه جو اسڪول ڪولڻ وارا به اهي ماڻهو ٿا معلوم ٿين، جن مهديءَ جو تصور ڏنو، اهڙيون سڀ ڪوششون انهيءَ لاءِ آهن ته ڪشف ڪرامتن جي نالي سان، مراقبن ۽ وجداني رابطن جي نالي سان، وحي جي علم کي اڳيان بند ٻڌون، ختم نبوت جو دروازو ٽوڙي قرآن جي خاتميت مٿان به حملو ڪيون چو ته پيري مريدي جي جهان ۾ قرآني استدلال جي حيثيت ثانوي ٿي ويندي آهي، اتي ٻولڙيا مقرر ٿيل هوندا آهن، جيڪي آئي وئي کي پيا چوندا آهن ته سائين راضي ٿي وڃي ته اوهان لاءِ استخارو ڪري الله سائين ڪان پڇي ٻڌائيندو ۽ سائين جن مرضيءَ وارا آهن جي چاهين ته اوهان لاءِ مراقبو ڪري نبي سائين ڪان به



اوهان جي مسئلي ۾ پچي ٻڌائي سگهن ٿا. درگاهون خانقاهون سجاده نشيني جا ڪرتب اهي سڀ حيلي بازيون قرآن مجيد جي وحي واري رهنمائي کي باءِ پاس ڪرڻ جا چڪر آهن، ختم نبوت جي تصور ذريعي اسلامي فلاسافي کي جيڪا بين الاقواميت ۽ آفاقيت حاصل ٿيل آهي، ان کي ٽوڙڻ جون سبائي تحريڪ جون چاڙهون ۽ برانچون آهن، اهي ڪرتب بازيون به ڪنهن خانقاهه کي اسٽارٽ ڪرڻ واري پهرين ماڻهوءَ کي ڪرڻيون پون ٿيون، باقي ان جي سجاده نشين لاءِ هرويرو ضروري ڪونهي ته پهرين جيتري محنت ڪن، انهن لاءِ جيئن گادي ورثي ۾ ملي ٿي اهڙي نموني مريدن جي اولاد دراولاد نسلن جون نسلون به ورثي ۾ ملن ٿيون، جيڪڏهن ڪنهن گادي ۽ خانقاهه جي سجاده نشيني جا دعويدار هڪ ڪان وڌيڪ ٿي پون ته پوءِ مريدن ۾به اهڙي نموني ورهاست ٿئي ٿي جيئن ميراث جي ٻين اثاثن ۽ ترڪن ۾ ٿئي ٿي ۽ چوپائي مال متاع ۾ ورهاست ٿئي ٿي، مون کي ڪنهن دوست ٻڌايو ته فقير عليم درس پيران پير عبدالقادر جيلاني تي پئي تبرا بازي ڪئي ته ڪنهن چيس ته پير ته اسان جي زماني جا خراب آهن، تون بغدادي رحمه الله کي گهٽ وڌ چو ٿو ڳالهائين ته عليم فقير جواب ۾ چيو ته جي اسان جي دور جا پير خراب آهن ته اهڙي سسٽم کي شروع ڪرڻ واري کي مون کي حق پهچي ٿو ته جيڪي وٺي سو چوان. بهرحال درگاهون به مولوي صاحبن جي مدد سان ٿيون هلن، سو پير صاحبن کي به مولوي سڳورن قرآن مان پيري مريدي جي جواز لاءِ سورت مائده جي آيت نمبر ٣٥ ڳولي ڏني آهي ته يا ايها الذين آمنوا اتقوا الله وابتغوا اليه الوسيلة وجاهد وا في سبيله لعلكم تفلحون هن آيت جي جملي وابتغو اليه الوسيلة جي معنيٰ ڪن ٿا ته الله سان ملڻ لاءِ وسيلو ڳوليو معنيٰ ڪو پير مرشد هٿ ڪيو، جيڪو اوهان کي الله تائين پهچائي، پيرن ۽ مولوين کي الله سائين سمجهه ڏيئي، هدايت ڏيئي، وابتغوا اليه الوسيله جي معنيٰ اها ڪانهي، وسيلي جي معنيٰ آهي ته الله جو قرب حاصل ڪرڻ لاءِ الله جي قانونن جي رهنمائيءَ ۾ رب سائين تائين درجا ۽ منزل حاصل ڪريو. انهن قانونن تي عمل ڪرڻ ۾ جدوجهد ڪريو، جيڪڏهن هٿ وابتغوا

اليه الوسيلہ جي معنيٰ مرشد هٿ ڪرڻ ڪبي تہ پوئين جملي وجاهد وا
في سبيله کي ڪاڏي ڪبو پوءِ ان جملي جي آڻڻ جو مقصد تہ فوت ٿي
ويندو، ان ڪري الله کي ويجهي ٿيڻ جو طريقو خود قرآن پوئين جملي
۾ ڏسي واضح ڪري ڏنو تہ رب سائين جي ويجهڙائي حاصل ڪرڻ لاءِ
وجاهد وا في سبيله يعني الله جي رستي ۾ جهاد ڪريو جدوجهد ڪريو
الله جو رستو قرآن آهي، جنهن لاءِ رب پاڪ پنهنجي پيغمبر کان اعلان
ڪرائي ٿو تہ تون اعلان ڪر تہ منهنجو رستو هي آهي جنهن ڏي آئون ۽
منهنجا پيروڪار وڏي سوچ سمجهہ ۽ بصيرت سان سڏيون ٿا. الله ڏي
دعوت ڏيون ٿا. حوالي لاءِ پڙهي ڏسو سورت يوسف آيت نمبر ۱۰۸ قل
هذه سبيلي ادعوا الي الله علي بصيرة انا ومن اتبعني وسبحان الله و ما انامن
المشرڪين. ڇا مولوي صاحبان ٻڌائي سگهندا تہ پيري مريدي بہ ڪو
بصيرت وارو ڪم آهي؟ تہ هاڻ هي ثابت ٿي ويو تہ وابتغوا اليه الوسيلة
جي معنيٰ درگاهي ملن ۽ پيرن کان ڪانہ پڄبي، اها معنيٰ خود قرآن
پاڪ اتي جو اتي ٻڌائي ڇڏي تہ وجاهد وا في سبيله لعلڪم تفلحون يعني
الله سان ملڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪرڻي اٿو تہ ان جي سبيل يعني قرآني
قانونن تي عمل ڪريو، اجا وڌيڪ پنهنجي ٻانهن کي رب سائين پاڻ
سان ملڻ لاءِ ڏس ڏنو آهي تہ منهنجو ڪوبہ ايجنٽ يا دلال ڪونهي. اي
نبي توکان جڏهن منهنجا ٻانها مون بابت سوال پڇن تہ تون انهن کي
ٻڌاءِ تہ آئون ويجهو آهيان، سڏيندڙ جو سڏ ورنايان ٿو جڏهن هو
سڏي، پوءِ ضرور مون کان جواب طلب ڪيو مون تي ايمان آڻيو تہ
اوهان کي رشد ۽ هدايت نصيب ٿئي سورت بقره آيت نمبر ۱۸۶ واذا
سالڪ عبادي عني فاني قريب اجيب دعوة الداع اذا دعان فليستجيبوالي
وليؤ منوا بي لعلهم يرشدون. هتي لعلهم ير شدون جو مطلب بہ اهو
ٿيندو تہ اوهان مرشد بہ الله ۽ قرآن کي وٺو انهيءَ ڳالهہ جي تائيد ۾
سورت ڪهف جي آيت نمبر ۱۷ پڙهي ڏسو من يهد الله فهو المهتد ومن
يضلل فلن تجد له وليا مرشدا. يعني جنهن کي الله هدايت ڏيئي اهو تہ
هدايت وارو آهي ۽ جيڪو (الله جي هدايت کان) گمراهہ ٿيو يعني ڪن
ٻين ڏي ويو تہ پوءِ تون ان لاءِ ڪوبہ ولي ۽ مرشد ليي نہ سگهندين.



باقي جيڪي ماڻهو ماڻهن جا پيروڪار ۽ مريد ٿين ٿا اها تہ سڌي سنئين
غلامي آهي ذهني بہ تہ جسماني بہ انهي کان ڇڏائڻ لاءِ تہ الله پنهنجو
رسول موڪليو پڙهي ڏسو سورت اعراف آيت ۱۵۷ ويضع عنهم اصرهم
والاغلال التي ڪانت عليهم يعني منهنجو رسول ماڻهن تان غلامي جو بار
هٽائڻ ۽ انهن جي ڳچين ۾ پيل غلامي جا طوق ۽ ڳٽ لاهڻ لاءِ آيو آهي
مناسب ٿيندو جو پيري مريدي جي جواز لاءِ پيرن ۽ مولوين جي ناني
ويڙهي طرف فقير عليم درس جي شعر ذريعي روشني وجهان تہ ملن ۽
پيرن پاڻ ۾ گڏجي ڪئي صلاح- تہ اسين ٿا وجهون خرابو ڪاڏائن
جو. اوهين سڏايو الله تہ مولوي صاحبن پيرن کي قرآن مان دليل ڳولي
ڏنڏي هلائڻ لاءِ هي اجتهاد بہ ڪري ڏنو تہ سورت فتح جي آيت نمبر
۱۸ ۾ آهي تہ لقد رضي الله عن المؤمنين اذيبا يعونڪ تحت الشجره فعلم
مافي قلوبهم فانزل السڪينتہ عليهم واصابهم فتحا قريبا يعني الله راضي
ٿيو آهي مؤمنن کان ان بيعت ڪرڻ جي ڪري جيڪا وڻ هيٺان ويهي
توسان ڪيائون پوءِ الله مؤمنن جي دلين ۾ اخلاص کي ڏسي انهن تي
سڪون جي ڪيفيت نازل فرمائي ۽ ويجهو ڪيائين فتح تائين پهچڻ لاءِ.
هن آيت ۾ رڳو بيعت جو لفظ ڏسي ڇتن کي قرڻ جو ڦند ڪٽي
گهڙيائون تہ اهو پيري مريدي واري بيعت جو دليل آهي، اهو استدلال بہ
اهڙو پيو لڳي جو مرحوم محمد امين خان کوسو ڪانگريس جي
ٽڪيٽ تي اليڪشن ۾ مقابلو ڪيو. بچاراٽي سردار سان محمد امين خان
جي ورڪ ۾ مولوين جو لڏو مڙيئي سرس هو سو انهن مان هڪ مولوي
صاحب اليڪشني جلسي ۾ تقرير ڪندي سورت "تين" پڙهي ۽ ان جي
آيت وهٰذا البلدا لامين جو ترجمو ڪيائين تہ توهان جي ضلعي جي
اميدوار محمد امين خان کي ووٽ ڏيو، اهو قرآن جو حڪم آهي، سو
سورت فتح واري آيت جو اصل پسمنظر تہ هي هئو تہ مڪي جي
قريشن، جيڪڏهن حضرت عثمان سائين کي قتل ڪيو هوندو، تہ ان
جي بدلي وٺڻ لاءِ اسان وڙهنداسين، توڙي جو سر ڏيڻو پوي، ان لاءِ
حاضرين سائين کان پاڻ ڪريمن جنگ لڙڻ ۽ سر ڏيڻ تائين ويڙهہ
ڪرڻ جي اها بيعت ورتي هئي، پر خانقاهي ڪمپنين انهي آيت کي

پنهنجي دنڌي لاءِ دليل طور مشهور ڪيو آهي. هوئنن ته اها آيت پنهنجي معنيٰ مفهوم ۽ واقعي جي نازل ٿيڻ واري حساب سان چٽي ۽ پڌري آهي پر تڏهن به بيعت جي اصل ڪارڻ ۽ مقصد ڪي وڌيڪ واضح ڪرڻ لاءِ عرض آهي ته سورت توبه جي آيت نمبر ١١١ ۾ رب سائين فرمائي ٿو ته ان الله اشتريٰ من المؤمنين انفسهم واموالهم بان لهم الجنه يقاتلون في سبيل الله فيقتلون ويقتلون وعدا عليه حقا في التوارات والانجيل والقرآن ومن اوفي بعهده من الله فاستبشروا ببيعكم الذي بايعتم به وذالڪ هو الفوزا العظيم يعني تحقيق رب پاڪ مؤمنن کان خريد ڪري ڇڏي آهي سندن جان ۽ مال بدلي ۾ جنت جي (اها خريداري واپاري بيعت) هن لاءِ ته لڙائي ڪن الله جي رستي ۾ پوءِ انقلاب دشمنن ڪي قتل ڪندا وڃن، ايتري تائين جو پاڻ به قتل ٿي وڃن، اهو وعدو انهن انقلابين سان رب سائين جو تورات انجيل کان وٺي قرآن تائين هليو پيو اچي سو جيڪو به مؤمن ۽ انقلابي پنهنجي بيعت ۽ ايگريمينٽ مطابق وفاداري ڪندو الله سان ته انهن ڪي سندن بيعت ۽ وعدي جي خوشخبري ٻڌائجي ٿي اها وفاداري ئي وڏي ڪاميابي آهي. سورت فتح واري بيعت به اهائي آهي، اها اتي به ان معنيٰ ۾ پڌري آهي ته هي بيعت وڙهڻ ۽ سر ڏيڻ لاءِ آهي ته سورت توبه جي مٿين آيت ۾ به ان جي باقائدي وڌيڪ تائيد بيان ڪئي وئي ته جيئن ڪو هن بيعت جي لفظ ڪي پيري مريدي جي ڪاروبار ۽ عياشيءَ لاءِ استعمال نه ڪري. ●

## مصنف جو ٻيون ڇپجندڙ ڪتاب

# حڪمراني ڪنهنجي ذميداري؟

هن ڪتاب ۾ قرآن حڪيم جي حوالن سان هي حقيقت پڌري ڪئي وئي آهي ته الله جا سڀ نبي پنهنجي پنهنجي دور جي فرعونن، هامانن، شدادن ۽ قارونن خلاف موڪليا ويا آهن جن انهن سان مقابلا ڪيا، جنگيون لڙيون، ان لاءِ پيغمبرن انقلابي پارٽيون ٺاهيون، ظالم سماج سان لڙي وڙهي، انهن کان اقتدار کسي پنهنجيون حڪومتون قائم ڪيون، جنهن ۾ سماجي ۽ معاشي برابري ۽ انصاف جا اعليٰ ۽ اتم معيار قائم ڪيائون ۽ اقيموا الصلوٰة واتوا الزڪوٰة تي پورو پورو عمل ڪري ڏيکاريائون هن ڪتاب لکڻ جو سبب هي آهي جو وڏي عرصي کان ڪيترائي گروهه مذهب جي نالي سان خلق خدا کي هي پيا چون ته دين اسلام جو رستو هي آهي ته دنياداري، سياست، حڪومتون هلائڻ، اهي سڀ دنياوي ڪتراڳ آهن انهن ڳالهين سان پنهنجو واسطو نه هجڻ گهرجي، اسان کي صرف آخرت جي جهان لاءِ هتي ڪجهه ڪرڻو آهي ۽ بس هن ڪتاب ۾ انهيءَ مغالطي کي قرآن جي روشني ۾ چڱي طرح رد ڪيو ويو آهي.